# حديقة الاولياءُ

تاليف:

سيد عبدالقادر ٺٽوي / نصرپوري



سنڌي ادبي بورڊ

# حديقة الاولياءُ

تاليف:

سيد عبدالقادر پٽ سيد هاشم پٽ سيد محمد ٺٽوي / نصرپوري

(1016 هه / 1607ع ۾ لکيل)

تصحيح:

سيد حسام الدين راشدي

ترجمو:

ڊاڪٽر عبدالرسول قادري

ضميمو:

ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي



سنڌي ادبي بورڊ

ڄام شورو، سنڌ

2007ع

فارسي پهريون ڇاپو سال 1967ع تعداد هڪ هزار
ڇاپو پهريون اپريل 2007ع تعداد هڪ هزار

قيمت: هڪ سؤ سٺ رپيا
[Price Rs.160 - 00 ]

خريداريءَ لاءِ رابطو:
سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ
(Ph: 022-2633679, Fax: 022-2771602)
Email Address: sindhiab@yahoo.com
Website: www.sindhiab.com

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄام شورو ۾ مئنيجر سيد سڪندر علي شاهه
ڇپيو ۽ اعجاز احمد منگي سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ، ان کي پڌرو ڪيو.

# فهرست

**ضميمو:**

# ڇپائيندڙ پاران

سنڌ ۾ صوفي ۽ مشائخن جي حالات ۽ واقعات تي ڪافي ڪتاب ۽ تذڪرا لکيا ويا آهن، پر اُهي بزرگن جي حالات ۽ واقعات تي ايتري روشني نہ ٿا وجهن، جيتري "حديقة الاولياء" وجهي ٿو. هيءُ ڪتاب سيد عبدالقادر ٺٽويءَ سنہ 1016ھ / 1607ع ۾ لکي تيار ڪيو هو.

چيو ٿو وڃي تہ هن عنوان تي لکيل پهريون تذڪرو هجري ڏهين صديءَ جي آخري چوٿائيءَ ۾ علامہ قاضي محمود ٺٽوي نالي هڪ سنڌي عالم مرتب ڪيو، پر اهو تذڪرو وقت جي لاهن چاڙهن جي نذر ٿي ويو. ان ڪان پوءِ "حديقة الاولياء" جو ٻيو تذڪرو سنڌي بزرگن ۽ مشائخن تي لکيل، پهريون تذڪرو شمار ڪيو وڃي ٿو. هن تذڪري جي سموري مواد جو دارومدار معتبر روايتن ۽ اکين ڏٺل واقعن تي ٻڌل آهي. هيءُ نسخو ٻين نسخن ڪان قديم ليکيو وڃي ٿو. نسخي جي ڪتابت 29- ربيع الاول 1178ھ ۾ ڪئي وئي آهي. مسودي کي حتمي شڪل ڏيڻ جو سهرو سنڌي ٻوليءَ جي ناميارِي ڏاهي ۽ عالم پير حسام الدين شاهہ راشديءَ جي سرتي اچي ٿو، جن هن ڪتاب جو سمورو مواد ٻين نسخن تان پيٽي فائنل ڪاپي تيار ڪئي. "حديقة الاولياء" جو اصل نسخو فارسيءَ ۾ لکيل هو، ان جو سنڌي ترجمو ڇپرائڻ مقصود هو، ترجمي نگارن جا ڪافي نالا آيا پر انهن هن ڪم ۾ هٿ وجهڻ ڪان ڪيٻايو. آخر هيءُ ڪم فارسيءَ جي ناميارِي عالم ڊاڪٽر عبدالرسول قادريءَ جي ڪُٽي پيو، جنهن انتهائي محنت سان فارسيءَ جو سنڌي ترجمو ڪري بورڊ جي حوالي ڪيو.

هن ڪتاب جي پهرين فارسي ڇاپي شايع ڪرڻ ۾ سنڌي ادبي بورڊ جي تڏهوڪي لائق (اعزازي) سيڪريٽري سائين محمد ابراهيم جويي صاحب جون بہ اڻ ڳڻيون ڪوششون شامل آهن، جڏهن تہ هن ترجمي ڇپرائڻ لاءِ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب ۽ ڊاڪٽر عبدالغفار سومري جي صلاح ۽ ڪوشش بہ شامل رهي آهي. ترجمي تي نظرثاني ڊاڪٽر گل حسن لغاري صاحب ڪئي آهي. ان ڪان علاوه هن ڇاپي ۾ ناميارِي عالم ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائيءَ جو شامل ضميمو بہ هن ڪتاب جي اهميت کي نروار ڪرڻ ۾ هيڪاري وڌيڪ هٿي ڏئي ٿو.

ڄام شورو، سنڌ
اربع، ٢٩- ربيع الاول ١٤٢٨ھ
بمطابق 18- اپريل 2007ع

**اعجاز احمد منگي**
سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ

# نذر عقيدت

عند ذكر الصالحين تنزل الرحمة
(صالحن جي ذڪر وقت رحمت نازل ٿئي ٿي)

سنڌ جي تصوف جي تاريخ ۾ صوفي سالڪ، صالح ۽ مشائخ بزرگن جو دستياب هيءُ پهريون فارسي ڪتاب "حديقة الاولياء" جو سنڌي ترجمو سنڌ جي روحاني رهبر، قادري سلسلي جي بزرگ، سڪرنڊ جي سرواڻ سيد احمد شاهه قادري "سائين سهڻو"، گادي نشين درگاهه شريف ذاڪري 1 سڪرنڊ، ضلعو نواب شاهه.

۽ استاد العلماء علامه مفتي ڪريم بخش مگسي نقشبندي، (چشموي)، مهتمم مدرسه دارالقرآن، ڄامع مسجد علي اڪبر شاهه ميهڙ ۽ ڊسٽرڪٽ خطيب اوقاف ڪاتو ضلع دادو سنڌ جن جي ذات گرامي ڏانهن منسوب ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪريان ٿو.

مون کي جيڪي ڪجهه ٿوري گهڻي روحاني رهنمائي ۽ علم و قلم جي رهبري ملي آهي، اها انهن بزرگ هستين جي محنت، توجهه ۽ نظر ڪرم جي طفيلي آهي:

منهنجي مداين جي، ڪَلَ پريان پيئي،
ڪڏهن ڪوسا نه ٿيا، ڏوراپو ڏيئي،
ساجن سپيئي، ڊڪيم ڊول ڊلائيون.
(شاهه)

عبدالرسول قادري

# پيش لفظ

بسم الله الرحمن الرحيم

الحمد لله رب العالمين والصلوٰة والسلام عليٰ سيد المرسلين وعليٰ آلہ واصحابہ اجمعين.

سنڌ، سالڪن، صالحن، عالمن، شاعرن ۽ صوفين جي سرزمين آهي. مشهور آهي تہ "صالحن جي ذڪر وقت الله تعاليٰ جي رحمت وسي ٿي". هيءُ ڪتاب "حديقة الاولياء" بہ سنڌ جي اهڙن صوفي با صفا سالڪن ۽ الله وارن عارفن اوليائن جي ذڪر خير جو دستياب پهريون فارسي تذڪرو آهي.

جيتوڻيڪ سنڌ جي تصوف جي تاريخي تذڪرن ۾، "حديقة الاولياء" (1016هہ-1607ع) لکجڻ کان ڇٽيهہ سال اڳ ۾، ڪتاب "تذڪرة الاولياء" (980هہ- 1572ع) از قاضي محمود ٺٽويءَ جو نالو ملي ٿو، پر اهو ڪتاب اڃان تائين اڻلڀ آهي. ان ڪري سردست "حديقةالاولياء" ئي سنڌ جي صوفي بزرگن، اوليائن بابت پهريون ۽ قديم فارسي تذڪرو موجود آهي. حديقة الاولياء ۾ قديم سنڌ جي ايڪيتاليهہ اوليائن ۽ ضميمي ۾ سيد عبدالهادي معروف جميل شاهہ گرناري لڳ ڀڳ پيرن جو احوال، جملي ٻائيتاليهہ بزرگن جو ذڪر شامل آهي.

اڳوڻي دستور موجب ڪتاب ۾ اوليائن جي سوانح، فضائل، ڪمالات ۽ عبادت ۽ خدمت جي احوال سان گڏ ڪرامتن جو ذڪر بہ شامل آهي. جيڪڏهن ڪنهن الله جي نبيءَ هٿان عقل ۽ عادت جي خلاف ڪو ڪم ٿئي، تہ ان کي "معجزو" چئبو آهي. ڪنهن اولياء کان اهو ڪم ٿئي، تہ ان کي "ڪرامت" چئجي ٿو. ڪنهن ڪافر يا فاسق هٿان اهڙو ڪم ٿئي، تہ ان کي "استدراج" يا سحر جادو چئبو آهي.

درس نظامي جي مشهور ڪتاب "شرح عقائد نسفي" ۾ آهي تہ: "ڪرامات الاولياء حق" يعني ولين جون ڪرامتون حق آهن. مخدوم محمد

هاشم ٺٽويءَ (1104هه- 1174هه) مشهور منظوم ڪتاب "بناء الاسلام" ۾ بہ لکيو آهي:

"پڻ صحيح مجيوسون صدق سان گهٽي ويسا ها،
تہ ڪرامتون ولين جون آهن تحقيقا."

قرآن مجيد، حديث نبوي ۽ اوليائن جي تذڪرن ۾ بہ ولين جي ڪرامتن جو ذڪر ۽ ثبوت موجود آهي. موجوده وقت ۾ بہ جيڪي عجيب ۽ حيران ڪندڙ ڪم ٿين ٿا، انهن کي سائنسي ترقي يا سائنسي ڪرشمو چيو وڃي ٿو. بهرحال اوليائن جون ڪرامتون حق سچ ۽ مشهور آهن.

اڄ کان چار سوءِ سال اڳ تذڪره نويسي ۾ ڪاني ڪرامتن جو مروج ذڪر ۽ اسلوب اهو هو، جيڪو حديقة الاولياء ۾ بہ سمايل آهي.

حديقة الاولياء جي مرتب سيد حسام الدين راشدي (وفات: 1982ع) پنهنجي مهاڳ ۾ جن ساداتن ۽ اوليائن جي تذڪرن جو جائزو ڏنو آهي، ان کي انٽيهہ سال گذري ويا آهن. هن وقت اُنهن تذڪرن ڪان بيڻ تي مواد عربي، فارسي، اردو ۽ سنڌيءَ ۾ دستياب ۽ شايع ٿيو آهي. ان ڪري پير صاحب راشدي جي مهاڳ ۾ تذڪره نويسيءَ جي نئين دستياب مواد جي روشنيءَ ۾، نئون مواد شامل ڪرڻ ۽ نظر ثاني جي ضرورت آهي.

حديقة الاولياء ڪتاب جي مصنف سيد عبدالقادر ٺٽوي بابت ڊاڪٽر قريشي حامد علي "خانائي" مهراڻ ڪالوني نواب شاهہ جو تحقيقي مقالو ڪتاب "مقالا" بين الاقوامي سنڌي ادبي ڪانفرس ۾ شايع ٿيو آهي. ان مقالي ۾ محقق خانائي، مصنف کي ٺٽوي نہ، پر "نصرپوري" ثابت ڪيو آهي. ان ڪري ڪتاب جي ترجمي جي آخر ۾، ڊاڪٽر خانائي جو مقالو ضميمي طور شامل ڪيو ويو آهي، تہ جيئن مصنف بابت نئون مواد سامهون رهي.

سنڌ جي صوفين سڳورن جي دل ۾ محبت رکي، هن دستياب قديم ۽ پهرئين تذڪري "حديقة الاولياء" فارسي جو سنڌي ترجمو ڪيو ويو آهي. اميد تہ صالحن جي محبت رنگ لائيندي ۽ سنڌ ۾ امن آشتي، خير برڪت، محنت ۽ محبت جو دور موٽي ايندو ۽ اوليائن جو پيغام هر هڪ کي بيدار ڪندو ۽ دلي آٿت ڏيندو.

ويــــراڳ ويهــــائيج، هليــــج هــــن پــــار ڏي،
چگـــو چرخـــو پـــانهنجو، ويـــل مَ ويســــاريج،
اُٿيـــو آڌيءَ رات جـــو، پـِـــنيءَ سـين پيريـــج،
ســُـــٽ جـــو صرافـــن جـــو، ڪنبيـــو ســـوڪتيج،
پنـــجُ پٽوڪـــڻ پـــاڻ ســـين، ٿيهـــ مَ ٽـــاريج،
اِن پر ٿي اچيــِ تـــ گــُـر ڪي گڏجين ڪاپڙي.
(ساھ لطيف[1] )

طالب العلم
**عبدالرسول قادري**
ڳوٺ دڙي مگسي، سڪرنڊ،
ضلع نواب شاھ، سنڌ.

15 جمادي الآخر 1424ھ
14- آگسٽ 2003ع

[1] "آملھ آڻ توريا" از: فقير امداد علي سرائي

# انتساب

## امير خسرو خان[1] جي نالي

امير خسرو خان هن زماني ۾ انصاف پسند، فضل پرور تدبير ۽ صاحب امير كبير آهي، نيكن صالحن بزرگن سان محبت عقيدت رکندڙ، خير جي كمن ۾ مشغول، دنياداري جي كمن ۽ انتظامن ۾ هوشيار، دينداري ۾ مكمل، غريب پرور، وڏي همت وارو ۽ اسلام جو سچو خدمتگار آهي. مطلب ته ديني ۽ دنيا وي خوبين جو جامع، وڏو سخي ۽ خير جو صاحب آهي ان كري اهڙي لائق فائق امير كبير ڏي هيءُ كتاب منسوب كرڻ جي سعادت حاصل كري رهيو آهيان. (سيد عبدالقادر ٺٽوي /نصرپوري)

---

[1] "امير خسرو خان چرڪس جو خاندان اصل جارجيا جي پاسي جو وينل هو. مغل دؤر ۾ اهي ايران ۽ هندستان ۾ اچي وسي پيا. هندستان ۾ مغل حكمرانن جي حكومت ۾ خسرو چرڪس هڪ نالي وارو انسان هو. هو علم دوست ۽ بزرگن خسرو چرڪس سن 1009هه /1600ع ۾ ميرزا جاني بيگ جي چالاڻي كان پوءِ اكبراعظم جي حكم تحت ميرزا غازي بيگ ٺٽي جو حاكم ٿيو. غازي بيگ ننڍو هو. ان كري خسرو چرڪس ۽ اكبراعظم پاران مقرر ٿيل سركاري اهلكار ۽ ٻيا پراڻا امير حكومت جو كاروبار هلائيندا هئا. اصل ۾ خسرو چرڪس ميرزا غازي بيگ جو سنڀاريندڙ ۽ صلاحكار هو. ميرزا غازي بيگ جي حكومتي دور ۾ هن جو حكومت ۾ عمل دخل تمام گهڻو رهيو. مرحوم پير حسام الدين راشديءَ سوڏو سمورا تاريخدان ان ڳالهه تي متفق آهن ته: "ميرزاغازي بيگ جو درو اصل ۾ ميرزا خسرو چرڪس جو دور آهي." غازي بيگ هوريان هوريان حكومتي وهنوار هلائڻ ۾ پڙ ٿيو ته هن رٿيو ته، حكومت تي گهڻو اثر انداز ٿيندڙ خاندانن ۽ اميرن مان جان ڇڏائجي. هن سڀ كان پهرين مير ابوالقاسم بيگلار تي نصرپور ڏانهن هلان كئي ۽ ساڻس صلح كرڻ كان پوءِ كيس دوكي سان انڌو كري ڇڏيائين. ان كان پوءِ هن ٻيو معركو خسرو چرڪس سان كرڻ چاهيو. ان وچ ۾ اكبري دربار مان بابا طالب اصفهاني غازي بيگ كي دهليءَ كان وٺڻ لاءِ اچي پهتو. بادشاهه خسرو چرڪس كي به ساڻ وٺي اچڻ جي تاكيد كئي، پر هو گسائي ويو. سن 1012هه /1612ع ۾ ميرزا غازي بيگ اكبر جي دربار ۾ پهتو. 13- جمادي الثاني 1014هه مطابق 25- آكٽوبر 1305ع تي اكبراعظم گذاري ويو. جهانگير تخت نشين ٿيو. ٺٽو ساڳيءَ ريت ترخانن حوالي ٿيو. قنڌار جون شورشون ختم كرڻ لاءِ بادشاهه جهانگير ميرزا غازي بيگ كي مقرر كيو، جيكو سن 1021هه /1612ع ۾ اُتي وفات كري ويو. (حوالو- 'مكلي نامه' ص 195-231. سيد حسام الدين راشدي 'ڳالهيون ڳوٺن وڻن جون'، ص 411-412)

خسرو چرڪس جا دهليءَ ۽ قنڌار مان كيترائي معزوليءَ جا حكم ناما نكتا، پر هو حالتن جو فائدو وٺي ڏك گسائيندو رهيو. ميرزا غازي بيگ جي نوجوانيءَ ۾ وفات كان پوءِ هن ميرزا باقيءَ جي پڙ پوٽي تي ڏك گسائيندو رهيو. ميرزا غازي بيگ جي نوجوانيءَ ۾ وفات كان پوءِ هن ميرزا باقيءَ جي پڙ پوٽي تي هٿ رکيو ۽ عبدالعلي ترخان كي حاكم بنائي سنڌ تي پنهنجي قبضي رکڻ جي كوشش كيائين. پر جهانگير، ميرزا رستم كي هڪ وڏو لشكر ڏئي، ٺٽي موكليو، جن خسرو چرڪس ۽ عبدالعلي خان كي گرفتار كري دهلي روانو كيو. خسرو چرڪس سن 1022هه /1601ع ۾ قيد ٿيو ۽ سن 1028هه /1618ع ۾ اجمير ۾ گذاري ويو. مجموعي طور تي هي هڪ سنو امير هئڻ سان گڏ شاعر به هو. ٺٽي ۾ داگير مسجد هن جوڙائي هئي. ۽ هن سنڌ جي مختلف پرڳڻن ۾ پنهنجا ڏوهه ۽ پوٽا اهلكار مقرر كيا، جن سنڌ كي ٻاري ڇڏيو ۽ هن خلاف شكايتون گهڻيون ٿي ويون، جن هن جو سر كنيو.

حوالو- "ترخان نامه": سيد مير محمد بن جلال ٺٽوي: مخدوم ميرزا عباس علي بيگ سنڌي ادبي بورڊ، 2005ع. "ميمائر آف ميرزا خسرو بيگ" مترجم: ميرزا قليچ بيگ: سنڌي ادبي بورڊ ڇام شورو.)

بیاد

یار جانی

## آغا بدر الدین خان درانی

(مرحوم مغفور)

عَـفت الديارمُـحَـلـَها فـَمقـُامـُهـا
بمـِـنيً تـأبدَ غـَولهـُـا فـرِجامـهـا

فـَمدافـُـع ألريـان عـُـريَ رسمهـُـا
خـَلقاً كـَماضـَمـِن ألوحـَـي سـِلامـُهـَـا

دمـَـن تجـَـرُم بـَعـَـدَ عهـَـد أنيسـها
حـِجـَج خـَلـَـونُ حلالهـُـا وَ حـَرامـُهـا

رُزقـَـت مـَـراَبيـعَ النجـوَم وصابهـَـا
وَدقُ الرواعـِـد جـَـودُهـا فـرِهامـُهـا
— لبيد

— اُهي وسئون- جتـي پـل پهـر آجهـاپ ڪندا هئا سي ۽ اهي وستيون- جتي رهاڻيون ڪندي وقت گذاريا سي — ويران ٿي ويون!

— هاءِ ڙي يا ٻ! سرزمين منيٰ اندر غول ۽ رجام وارين ٽڪرين جي پـڪ ۾، اڄ انهن جا نشان بہ ڪونہ بچيا!

— ريان جي چشمہ وٽان ٺڙي پڪـڙي هليـا ويـا! رج جي ويـرن، جيتوڻيـڪ انـگن ڪـي ڊاهينـدي ڪيـن گهـٽايو، ليڪـن اجـان بـہ انهـن جون يادگيريون ايئـن موجود آهن، جيئن پٿر تي ليڪو!

— اِهي نشان انهن ماڳن جا آهن، جن منجهان ساٿ ڏٽي هليو ويو آهي. مهينا ٿي ويا ۽ سال گذري ويا!

— مٿن بهـار جون بونـدون بـار بـار پيـون ۽ ڪيتـرا پيـرا اتـر پـار جـا ڪاراڪُـر وڏڦڙا وسائي چڪا!

— ويران هجڻ سبب هاڻي مٿن گاهہ ڄمي ويو آهي، هاءِ ڙي قسمت!

(آزاد ترجمو)

# مهاڳ

سنڌ اندر، صوفي سڳورن ساداتن ۽ مشائخن جي سوانح ۽ تذڪرن تي ڪافي ڪتاب لکيا ويا آهن. ڪي ڪتاب عمومي تذڪرا آهن ۽ ڪي ڪن خاص خاندانن جي احوال ۽ نسبي سلسلن تي مشتمل آهن. مڪتوبات ۽ ملفوظات جا مجموعا ڪثير تعداد ۾ ان اُپراند موجود آهن.

گهڻا ڪتاب ضايع ٿي ويا آهن، ڪن جو پاڻ ڪي پتو ڪونہ آهي، ليڪن جيڪي راقم الحروف جي پنهنجي ڪتابخاني ۾ موجود آهن يا نظر مان گذريا آهن، تن جي تعداد مان اندازو ٿئي ٿو تہ ماضيءَ ۾ انهيءَ ڏس اندر پنهنجي سنڌي بزرگن ۽ اهل قلم حضرات وڏو خزانو ۽ بيش بها ورثو پيدا ڪيو آهي.

انهيءَ قسم جي ڪتابن جي فهرست مختصر جائزي سميت هيٺ درج ڪجي ٿي. اهي ڪتاب مشائخن ۽ صوفين جي سلسلي ۾ يا سنڌ جي ديني خواهہ تصوف جي تحريڪ ۽ تاريخ ۾ سڌي ۽ ضروري ماخذ جي حيثيت رکن ٿا. سنڌ ۾ تصوف جي تاريخ لکڻ وقت انهيءَ ذخيري کي ڏسڻ ۽ منجهانئس مواد وٺڻ از بس لازمي ٿيندو.

آسانيءَ خاطر فهرست کي مختلف خاندانن ۾ تقسيم ڪري درج ڪريون ٿا، جيئن معلوم ٿئي تہ سنڌ جي هر هڪ سلسلي تي پاڻ وٽ ڪيترو مواد موجود آهي.

## 1 عمومي تذڪرا

1. **تذڪرة الاولياء:** علامہ قاضي محمود ٺٽوي. تاليف: 980ھ / 1573ع. هن وقت تائين جي معلومات مطابق، هيءُ پهريون تذڪرو آهي، جيڪو سنڌ جي صوفين ۽ اهل طريقت جي حالات تي لکيو ويو آهي. افسوس آهي، جو هن جو ڪوبہ نسخو ملي نہ سگهيو آهي.

2. **حديقة الاولياءِ:** عبدالقادر ٺٽوي. تاليف: 1016ھ / 1607ع. ايندڙ صفحن ۾ تذڪرو ۽ ان تي تبصرو ملاحظي هيٺ ايندو.

3. **گلزار ابرار**: غوثي حسن مانڊوي. تاليف: 1027ھ / 1618ع. هيءَ فارسي تذڪرو هندستان ۾ لکيو ويو آهي: ارغونن ۽ گهل ڪان ،متاثر ٿي، جيڪي مشائخ سنڌ مان هجرت ڪري هند هليا ويا، انهن جو تيمتي مذڪور ملي ٿو. اردو ترجمو اذڪار ابرار جي نالي سن 1326ھ / 1908ع ۾ ڇپيو آهي. اصل فارسي ڇاپي هيٺ ڪونہ آيو آهي. هيٺين سنڌي بزرگن جو اصل احوال ڪتاب ۾ موجود آهي:

شيخ ابراهيم بن عمر سنڌي، شيخ ابراهيم ڪلهوڙو، شيخ ابراهيم قادري شطاري سنڌي، مولانا اسماعيل سومرو، سيد ابراهيم بکري، شيخ اسحاق قلندر سنڌي، شيخ بنان برهانپوري، قطب عالم سيد برهان الدين، مخدوم بايزيد لاکو، مخدوم بلال سنڌي، شيخ بابو سنڌي، شيخ تاج العاشقين بن عبدالله سنڌي، مخدوم جهانيان بخاري، مخدوم جعفر بوبڪائي، سيد حيدر سنائي، مولانا حافظ سنڌي، شيخ ڏيان سنڌي، شيخ طاهر سنڌي، شيخ طيب سنڌي، شيخ عالم گجراتي، شيخ عربي ڏياڻو، مخدوم عباس ابن جلال سنڌي، شيخ علاءُ الدين ثاني مجذوب جي ذڪر ۾ سنڌ تي خان خانان عبدالرحيم جي ڪاھ جو واقعو، حڪيم عثمان بوبڪائي، شيخ عبدالله ۽ شيخ رحمت الله سنڌي، شيخ عيسيٰ سنڌي برهان پوري، شيخ عبدالستار بن شيخ عيسيٰ مسيح الله، قاضي قاضن سنڌي، شيخ قاسم بن شيخ يوسف سنڌي، شيخ عيسيٰ لاکو، شيخ لشڪر محمد عارف بن ملڪ راجن جي ذڪر ۾ سيد عبدالغفور سنڌي ۽ مولانا صالح سنڌي جو ذڪر، شيخ لاڏ جيو سنڌي، شيخ موسيٰ ٺٽوي، شيخ مبارڪ سنڌي، شيخ معروف ۽ شيخ عثمان سيت پوري، مخدوم سرور نوح هالائي، شيخ نظام مريد سيد ابراهيم بکري، شيخ ڏيان سنڌي، ميان وجيھ سنڌي، مولانا يونس مفتي سنڌي، شيخ مرتضيٰ جي ذڪر ۾ ملا يونس سنڌيءَ جو ذڪر.

4. **تحفة الڪرام**: مير علي شير قانع ٺٽوي. تاليف1181ھ / 1767ع. سنڌ جي عمومي تاريخ ۽ مشائخن جو تذڪرو.

5. **تذڪره غياثيہ**: مولانا غياث الدين سنڌي. هيءَ تذڪرو سيد محمد امام الدين گلشن آباديءَ تاريخ اولياء (1191ھ / 1777ع) ۾ ماخذ طور ڪتب آندو آهي.

6. **طومار سلاسل گزيده**: مير علي شير قانع ٺٽوي. (تاليف: 1202ھ.) هن ۾ سنڌ جي اهل طريقت جا سلسلا ڏنا ويا آهن.

7. **معيار سالكان طريقت:** مير علي شير قانع ٺٽوي. (تاليف: 1202هه/1787ع.) تحفة الاڪرام ۾ جن بزرگن جو ذڪر آهي، هن ۾ انهن جو احوال تاريخ يا زماني جي تعين سان درج ڪيو ويو آهي.[1]

8. **شجره اطهر اهل بيت:** مير علي شير قانع ٺٽوي، (تاليف: 1202هه) سنڌ جي مختلف سادات خانوادن جا نسلي شجرا درج ڪيا ويا آهن. هن ڪتاب جو ڪوبہ نسخو موجود نہ آهي.

9. **گلشن اولياء:** خليفو محمود نظاماڻي. (تاليف: 1258هه/1842ع) پير صاحب روضي واري رحمة الله عليه جي خليفي ۽ "ملفوظات" جي مؤلف محمود خان ولد گنهور خان نظاماڻي (ڪڙئي واري) جي تصنيف آهي. هن ۾ ڪيترن اهڙن متاخرين بزرگن جو حال آهي. جن جو ذڪر ڪنهن ٻئي ڪتاب ۾ آيل نہ آهي. مؤلف جي سامهون حديقة الاولياء، بيان العارفين، تنبيه الغافلين ۽ تحفة الطاهرين رهيا آهن. منهنجي نظر مان استاد فاضل مولانا غلام مصطفىٰ قاسمي صاحب جو نسخو گذريو، جيڪو نامڪمل ۽ وچان وچان خالي آهي. هيٺين بزرگن جو حال انهيءَ نسخي ۾ ملي ٿو:

خواجه غلام محي الدين سرهندي، خواجہ محمد زمان لنواري، خواجہ محڪم الدين سيلاني، مخدوم ميان عبدالله، (مريد شاهه عبدالڪريم سنڌي)، پير ميان قائم شاهه بکيرا، مخدوم محمد امين راڻي پور، مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي، شاهه ڀٽائي، ميان مٽو مجذوب، سيد ناگو شاهه، مخدوم محمد مقيم ولد مخدوم سعد الله، مخدوم ميان سچيڏنو، مخدوم عبدالله نصرپوري، انهن بزرگن جي احوال ۾ ضمناً ڪيترن ٻين صوفين جو ذڪر بہ اچي وڃي ٿو. هن ڪتاب ۾ بزرگن جي حالات کان علاوه ٻيون بہ ڪيتريون خوبيون آهن. مثلاً جغرافيائي حالات خاص طرح اهم آهن. ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دور جا ڪيترا تاريخي ۽ سياسي احوال ۽ واقعا درج آهن. ڪيترا سنڌي لفظ عبارت ۾ آيل آهن. جهڙوڪ: ڏڪو، اجرڪ، ڦرتو ڪپهہ پريل، وغيره وغيره.

10. **سراج العاشقين:** خليفو محمد ملوڪ: هيءُ تذڪرو مولانا قاسمي صاحب جن ڏٺو آهي. راقم الحروف معلوم ڪري نہ سگهيو تہ منجهس ڪهڙو مواد آهي.

---

[1] ڪتاب "معيار سالڪان طريقت"، از: مير علي شير قانع. ڊاڪٽر سيد خضر نوشاهيءَ جي ڪوشش سان "اداره نوشاهيه ساهن پال" ضلع منڊي بهاءُ الدين مان، سال 2000ع ۾ شايع ڪيو ويو آهي. (مترجم)

## 2. ٺٽي جي بزرگن جا تذڪرا

هيٺيان تذڪرا ٺٽي ۽ مڪليءَ جي مشائخن ۽ اهلِ طريقت جي احوال ۾ آهن:

11. **تذڪرة المراد:** (عربي) شيخ حسين صفائي ٺٽوي: پير مراد شيرازي ۽ سندس خانداني حالات تي سندس مريد هي تذڪرو لکيو آهي.[1]

12. **معارف الانوار:** محمد صالح بن ملا زڪريا ٺٽوي (تاليف: 1140هه / 1728ع) هن ڪتاب جو پورو نالو آهي: معارف الانوار في بيان فضائل سيد الابرار وائمة االاطهار و احوال قطب المختار. ڪتاب ۾ ٻارنهن باب آهن، جن مان پويان پنج باب سيد مراد جي تذڪري تي ۽ ڇهون باب موسوي شيرازي انجوي ساداتن جي احوال ۾ آهي.

13. **آداب المريدين:** سيد علي شيرازي (ثاني) (تاليف: 954هه / 1547ع) هيءَ ڪتاب سيد مراد شيرازيءَ جي تعليمات تي عربيءَ ۾ لکيو ويو آهي.[2]

14. **تحفة الطاهرين:** شيخ محمد اعظم ٺٽوي. (تاليف: 1190هه / 1776-77ع) ٺٽي ۽ مڪليءَ جي اوليائن جو تذڪرو مرحوم آغا بدرالدين دراني‍ءَ مرتب ڪري سنڌي ادبي بورڊ مان شايع ڪيو آهي. هن جو سنڌي ترجمو راقم جو ڪيل بورڊ طرفان سنه 1990ع ۾ ڇپيو آهي (مترجم)

15. **مناقب مخدومين معظمين:** ميان محمد امين چنيڙائي. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي (1174هه /1761ع) ۽ سندس پٽ ۽ پوٽي مخدوم محمد ابراهيم ۽ مخدوم عبداللطيف جي احوال ۾ آهي.

16. **تڪمله مقالات الشعراء:** مخدوم محمد ابراهيم خليل ٺٽوي. هن ۾

---

(1) ڪتاب "تذڪرة المراد" مترجم: ڊاڪٽر عبدالرسول قادري، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد ۾ 2005ع ۾ شايع ڪيو آهي.

(2) انهيءَ خاندان جو هڪ فرد سيد احمد جعفر احمد آباد هليو ويو هو. جنهن جو خاندان اتي وڏيو ۽ رهيو. هن وقت انهيءَ گهراڻي وٽ پنهنجي خاندان جي علمي ۽ ديني خدمتن متعلق هيٺيان ڪتاب موجود آهن:

I- منية العارفين: از سيد احمد بن رفيع الدين بن سيد جلال محمد بن سيد احمد جعفر شيرازي. مڪتوبه 1020هه- 1611ع.

II - فتوحات احمديه: از سيد احمد رفيعي.

III - شجره مبارڪ: مڪتوبه سيد جلال بن سيد رفيع الدين بن سيد جلال محمد بن سيد احمد جعفر.

IV - حالات خاندان: ؟

نٿي جي نقشبندي مشائخن، لنواريءَ وارن بزرگن، سرهندي پيرن ۽ مخدوم محمد هاشم جي گهراڻي جو احوال آيل آهي. راقم الحروف هيءُ ڪتاب شايع ڪيو آهي.

## 3. سيوهڻ جي مشائخن جا تذڪرا

هن هيٺ انهن تذڪرن جا نالا ڏجن ٿا، جيڪي خاص سيوهڻ ۽ ان جي آس پاس جي مشائخن تي آهن:

17. **تذڪره اولياء سيوستان:** هن جو نالو تذڪره حبيبيه ۾ ميان مير سيوستانيءَ (لاهوري) جي سلسلي ۾ آيو آهي. راقم الحروف ڪي هن جي ڪنهن به نسخي جي ڄاڻ نه آهي.

18. **حالات بزرگان سيوستان:** هن جو نسخو به ڏسڻ ۽ ڄاڻ ۾ نه آيو آهي.

19. **قلندر نامه:** (مخدوم عبدالواحد نعمان ثاني سيوستاني.) تذڪره حبيبيه ۾ هن جو ذڪر آيو آهي. قلندر لعل شهباز ۽ سندس مريدن جي سوانح تي مشتمل آهي.

20. **رساله قلندري:** (خضر علي سيوستاني.) نسخو نظر ۾ نه آهي.

21. **تذڪره مشائخ سيوستان:** (عبدالغفور سيوستاني.) هن جو نسخو پڻ راقم جي علم ۾ نه آهي.[1]

22. **تذڪره قلندري:** حضرت قلندر لعل شهباز جي سوانح ۽ ڪرامتن تي مشتمل هيءُ ڪتاب، نهايت غير مستند ۽ غير معتبر آهي. راقم وٽ هن جو نسخو آهي. تصوف جي تاريخ لکندڙن لاءِ سرسري مطالعو ضروري آهي.

23- **سڪينة الاولياء:** (دارا شڪوه تاليف سن 1052هه /1642ع.) ميان مير سيوستاني (لاهوري) ۽ سندس مريدن تي هيءُ نهايت معتبر ۽ معاصرانه ڪتاب آهي.

---

[1] ڪتاب "تذڪره اولياء سيوستان" جو اردو ترجمو رسالي المعارف لاهور فيبروري 1970ع ۾ ڇپيو. انهيءَ جو سنڌي ترجمو محترم جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪيو. جيڪو سه ماهي "مهراڻ" نمبر 1-1972ع ۾ صفحي 115 تي "تذڪره مشائخ سيوستان" جي عنوان سان شايع ٿيو. هن ئي جو فارسي متن تاليف سال 1039هه /1629ع. تصحيح ۽ تعليقات: سيد حسام الدين راشدي. سه ماهي "مهراڻ" 3-4 /1974ع ۾ صفحي 199-224 تي شايع ٿيو. هن فارسي متن جو سنڌي ترجمو، سيد حسام الدين راشدي ڪيو. جيڪو سه ماهي "مهراڻ" (جولاءِ-ڊسمبر) نمبر 3-4 /1979ع ۾ صفحي 159-182 تي ڇپيو. (سنڌي ايڊيٽر: ڊاڪٽر گل حسن لغاري)

**24. مڪتوبات واحدي:** (جامع ميان فضل الله.) هن جو ذڪر تذڪره حبيبيه ۾ آهي. هن ۾ مخدوم محمد احسان عبدالواحد ثاني المقلب بہ نعمان ثاني سيوستاني صاحب "البياض" و "قلندر نامه" ۽ مخدوم دين محمد (مفتي بي ريا) بن مخدوم عبدالواحد ڪبير (1072ھ /1661ع مفتي اسلام) صاحب "ڪشف الاسرار" جا خط. پنهنجي دور جي مختلف عالمن ۽ مشائخن ڏانهن جمع ٿيل آهن.

**25. رسالہ حبيبيہ:** (مخدوم حبيب الله صديقي پاٽائي.) تاليف: 1300ھ کان بعد. هيءُ تذڪرو پاٽ ۽ سيوهڻ جي صديقي مخدومن جي احوال ۾ آهي. اهي بزرگ شيخ شهاب الدين سهرورديءَ جي اولاد مان آهن. ابتدا ۾ شيخ جي نسب جو بيان آهي. شيخ عيسيٰ سنڌي برهانپوري ۽ مخدوم نوح هالائي جو نسب پڻ ڏنل آهي.

تذڪري مان معلوم ٿئي ٿو، تہ مخدوم غلام عباس هگورجو پاٽائي حضرت مسيح الاولياء (عيسيٰ برهانپوري) جو چاچو هو. مخدوم نوح رح جي نسب تي ڪافي بحث ٿيل آهي.

سرهندي بزرگن مان شاه صفي الله ڪابليءَ جي سوانح ۽ سندس تعليمات ۽ سنڌ اندر سندس سلسلي تي چگو مواد ملي ٿو. مخدوم محمد ابراهيم ٺٽوي (مڏئي واري) ۽ مخدوم عبدالواحد ڪبير ۽ صغير جي احوال تي پڻ روشني پيل آهي.

**26. يمن البرڪت:** (مهتہ مولچند. تاليف: 1072ھ /1661ع.) هيءُ ڪتاب فارسيءَ ۾ سيوهڻ جي هڪ اهل علم ۽ صوفي منش هندوءَ فارسيءَ ۾ تاليف ڪيو آهي. 9x5 سائيز جي 217 صفحن تي آهي. ابتدائي چند ورقن تي مختلف شاعرن جا غزل، رباعيون فرد قطعا ۽ قصيدا آهن. جن مان ڪي قصيدا لعل شهباز جي مدح ۾ آهن، جيڪي ڪرپال نالي هندو شاعر جا تصنيف آهن. سکر جي خواجہ خضر واري آستان تي سنڌو درياء ۽ ٻين هندو تيرٿن تي پڻ قصيدا آهن.[1]

---

[1] انهن ورقن مان هڪ تي هيءُ چوَ سٽو لکيل آهي:

اي يار! بڪوئي تو رسيدن مزه دارد
شلوار ز پائي تو ڪشيدن، مزه دارد
ساقت بہ هوا بردن و بر دوش نهادن
انداختن وباز ڪشيدن مزه دارد

هيءُ ڪتاب مرحوم ڊاڪٽر دائود پوٽي 22 - مارچ 1958ع جو سنڌي ادبي بورڊ کي هديتاً ڏنو هو. ڪتاب ۾ قلندر لعل شهباز جي سوانح آهي، جيڪا غير مستند ۽ ڏند ڪٿائن تي مشتمل آهي. مؤلف پنهنجي خاندان جو شجرو ڏنو آهي. ڪتاب ۾ درگاهہ سان هندن جي تعلق تي ڪافي معلومات آهي.

## 4. لنواريءَ وارن جا تذڪرا

لنواريءَ وارن مشائخن جي سلسلي ۾ جيڪي ڪتاب ڏسڻ ۾ آيا آهن، يا معلوم ٿيا آهن، انهن جي فهرست هن ريت آهي:

27. **لطيفة التحقيق:** (سيد رفيق علي حسيني پشنگي.) هيءُ تذڪرو سنہ 1120ھ /9-1708ع ۾ لکيو ويو آهي.[1]

28. **فردوس العارفين:** (مير بلوچ خان ولد مڪرم خان ٽالپر.) سنہ 1201ھ /1786ع ۾ تاليف ٿيو. خواجہ محمد زمان (1125- 1188ھ / 1713ع-1774ع) جي سوانح ۾ آهي. مختلف مريدن جون روايتون جمع ڪيو ويو آهن جن مان خواجہ جي سوانح اخلاق عادات ۽ تعليمات تي روشني پوي ٿي. ضمناً ڪيترن نقشبندي اصحاب تصوف جو تذڪرو پڻ اچي ويو آهي. مثلاً: مخدوم آدم (آدو) نقشبندي ٺٽوي (خليفہ حضرت عروة الوثقيٰ) مخدوم ابوالقاسم نقشبندي ٺٽوي، شيخ ابراهيم- سيد فتح محمد، شيخ انس، ميان صابر ولهاري ۽ مخدوم ابراهيم نقشبندي ٺٽوي (خلفاء مخدوم آدم)، شيخ فيض الله ۽ شيخ محمد اشرف ٺٽوي (پسران مخدوم آدم)، ابوالمساڪين شيخ محمد و شيخ احمد (پسران شيخ محمد اشرف ٺٽوي)، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، مخدوم معين ٺٽوي، مخدوم محمد اشرف ٺٽوي، شيخ عبداللطيف متوفي: (1125ھ / 1713ع والد خواجہ محمد زمان)، شيخ ابراهيم نرئي وارو (جد مخدوم محمد زمان) مخدوم محمد صادق ٺٽوي (صاحب

---

[1] ڪتاب جو اصل نالو "لطيفة التحقيق في شرف نسب الصديق" آهي. هيءُ ڪتاب سيد رفيق علي شاهہ پشنگي ڪڇي (وفات 1124ھ/ 1712ع) فارسي ۾ سال 1122ھ/ 1710ع ۾ لکيو. هن ڪتاب ۾ درگاهہ لنواري جي سلف صالحين جو نسب نامو، مختصر احوال ۽ ڪرامتون درج آهن. هن ڪتاب جو سنڌي ترجمو غلام حسين پينشنر اسسٽنٽ ڊپٽي ايڊيوڪيشنل ڪيو ۽ 1950ع واري ڏهاڪي ۾ انصاف پريس لاڙڪاڻي مان مير خدا بخش ٽنڊي جان محمد واري ڇپائي پڌرو ڪيو. "لطيفة التحقيق" جو اردو ترجمو محمد آدم اسحاقاني سن 1996ع ڪراچي مان ڇپرايو آهي. سنڌي ترجمي جو مواد 58 صفحا ۽ اردو ترجمو 43 صفحا آهي. (مترجم: ڊاڪٽر عبدالرسول قادري)

مدرسہ)، شيخ عبدالرحيم گروهڙي، حاجي ابوطالب اگهماٽي (مدفون: سعيد پور)، حاجي صالح کهڙائي، خواجہ سيف الله، حافظ هدايت الله، شيخ حاجي طاهر، خواجہ مومن مست، شيخ محمد عيسيٰ، خواجہ گل محمد (بن خواجہ محمد زمان).

29. **مرغوب الاحباب:** (نظر علي خان ٽالپر 'خاڪي'، تاليف: 1273هہ /57-1856ع). ڪتاب جو پورو نالو آهي 'مرغوب الاحباب في النساب الاقطاب'. خواجہ محمد زمان ثاني (1199-1247هہ /85-1784ع-1831ع) بن ميان گل محمد (1178- 1218هہ / 65-1764ع - 1803ع) بن خواجہ محمد زمان (اول) جي حالات تي لکيل آهي،

ڪتاب ۾ ڪيترن مشائخن جو ضمناً مذڪور موجود آهي. جهڙوڪ: مخدوم آدم ٺٽوي صديقي مالڪي يماني (بن عبدالاحد بن عبدالرحمان بن عبدالباقي بن محمد بن احمد بن آدم بن عبدالهادي بن محسن بن علي بن محمد بن عبدالخالق بن محمد بن عبدالهادي بن عبدالباري) هن پوئين لاءِ لکيل آهي: بملڪ ڪچهہ رفت درسال 417هہ /1026ع وبرادرش عبدالخالق پيش سلطان محمود غزنوي بگجرات رفتہ بود، شيخ سڌاتورو، شاهہ حاجي فقير الله علوي شڪارپوري، شيخ عبدالحي نوشهرائي، خواجہ محمد حسن لنواري (تولد 1235هہ /1819ع)، شيخ ابوالقاسم نقشبندي، شيخ ابراهيم روهڙيائي، سيد فتح محمد، شيخ انس، مخدوم صابر ولهاري، مخدوم فيض الله ومخدوم محمد اشرف (پسران مخدوم آدم) خواجہ ابوالمساڪين محمد (المتوفي: 1149هہ /37-1736ع، قبر متصل دروازه حجره ام المومنين خديجةالڪبريٰ رضہ بردستہ راست مڪه المعظمہ) بن مخدوم محمد اشرف، خواجہ حاجي محمد روشن پسر محمد اشرف (بعد ازين هيچ اولاد نماند. از مخدوم فيض الله يک دختر بي بي اسماءَ بودڪہ از او اولاد باقي ماند)، شيخ حافظ ابوالقاسم (ڪہ از اولاد ايشان بود. اولا طريقۂ سهرورديہ را اختيار ڪرد بعد بہ طريقۂ آبائي نقشبنديہ آمد) علامہ مخدوم عبدالباقي متعلوي، مخدوم محمد هاشم (ڪيس هاشم فقيه لکيو ويو آهي، حضرت ابوالمساڪين ۽ مخدوم محمد هاشم جي وچ ۾ اختلاف هو). حاجي عبداللطيف نقشبندي معروف بـه پنجابي (مريد خواجہ فيض الله فرزند مخدوم آدم). حافظ ابوالقاسم بن ابراهيم، مولوي

محمد صادق (صاحب مدرسہ ومريد سيد عبداللطيف وداماد خواجہ محمد اشرف. بعد وفات از پائين حضرت مخدوم دفن شد) خواجہ محمد عيسيٰ دشتي، حافظ عبدالمالڪ مشهور بہ سائينڈنو- خواجہ محمود مجذوب، برهان ڪاڪي مجذوب، حافظ صدرالدين، حافظ ڪبير، مير بجار ٽالپر، شيخ محمد عابد سنڌي مدني محدث، مجذوب ساهڙ، شيخ حامد، حاجي ابوطالب اگهمي شيخ محمد صالح ڪڙائي، شيخ سيف الدين، شيخ حافظ طاهر، ڪمال محمد مجذوب، شيخ محمود مجذوب هالائي، شيخ مومن، شيخ الياس.

30. **الجواهر البدايع:** (ميان بلال. تاليف: 1221/1806ع:) هن ۾ مخدوم محمد زمان ۽ محبوب الصمد جو احوال آهي.

31. **رسالہ مخدوم گرهوڙي:** مرغوب الاحباب ۾ هن جو حوالو آهي. ڪتاب خواجہ محمد زمان جي احوال ۽ تعريف ۾ آهي.

32. **صقال الضماير:** (خواجہ محمد سعيد. تاليف: 1303هہ/1885ع:) هن ۾ شاهہ مدنيءَ جو احوال آهي.

33. **فتح الفضل:** مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي (1152- 1192هہ/1739ع-1778ع)، خواجہ محمد زمان جا اقوال گڏ ڪيا ويا آهن. جيڪي اصل سنڌيءَ ۾ هئا، ليڪن مخدوم انهن جو عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو. هن جو شرح 'ورد محمدي' جي نالي سان خواجہ گل محمد ڪيو.

34. **ورد محمدي:** (از خواجہ گل محمد: فتح الفضل جو شرح.) هن جو حوالو فردوس العارفين ۾ آيل آهي.

## 5. مخدوم سرور نوح رح هالائي تي مواد

مخدوم سرور نوح هالائي عليہ رحمة (911-998هہ/1505ع-1589ع) جي حالات، تعليمات ۽ اولاد جي سلسلي ۾ هيٺيون مواد پاڻ وٽ موجود آهي:

35. **رسالہ ملا خيالي:** (ملا حسين خيالي.) دليل الذاڪرين ۾ هن جو حوالو آيو آهي. ملا حسين غالباً مخدوم سرور نوح رح جو معاصر هو ڇاڪاڻ تہ ڪٿي ڪٿي روايتون سڌيون مخدوم جي زبانيءَ بيان ڪري ٿو (مخدوم معظم فرمودند...) منجهس مخدوم عليہ رحمة جي سوانح تي ڪافي مواد موجود آهي.

36. **رسالہ بهاؤالدين دلق پوش:** هيءُ مؤلف مخدوم سرور نوحؒ جو خاص مريد هو. رسالي ۾ مخدوم جي سوانح ۽ اقوال جمع ڪيا اٿس. دليل الذاڪرين واري هن تان روايتون نقل ڪيون آهن. بهاء الدين ابتدا ۾ حضرت بهاء الدين ملتانيءَ جي خاندان جو مريد هو، بعد ۾ درويش جمعہ جاڙيجي جي وساطت سان مخدوم سرور نوحؒ جو مريد ٿيو ۽ باقي ڄمار مرشد جي خدمت ۾ ختم ڪيائين. مخدوم جي فرزندن جو استاد هو. قرآن، حديث، فقه ۽ تصوف تي ڪيئي رسالا لکيائين، جيڪي هن وقت ڪونہ ٿا ملن. دلق پوش جي قبر مڪليءَ تي پير آسات جي پرسان آهي.

37. **رسالہ فتحيہ:** (مخدوم فتح محمد. مخدوم سرور نوح رح جو پوٽو). ڪتاب ٽن جلدن (1-2-832-2- 892-3-720) ۾ آهي. ڪتاب جي تاليف جو سال (فتوحات سندي 1019هـ /1610ع) مان نڪري ٿو. مؤلف شاعر هو ۽ فقير تخلص هئس. سراج العارفين جي روايت آهي تہ: مخدوم پنهنجي هن پوٽي سان تصوف تي گفتگو ڪندو هو. پهرين جلد جي 658 صفحي کان مخدوم سرور نوحؒ جي سوانح شروع ٿئي ٿي. هيءُ ڪتاب مخدوم محمد زمان صاحب جي ڪتب خاني ۾ آهي. 'تحفة المريدين في مناجات مخدوم المرشدين' جي نالي سان 'نورنامہ' جي طرز تي انهيءَ ڪتاب جو سنڌي نظم ۾ ترجمو آهي، جنهن کي نامعلوم شاعر 25 - جمادي الاول - 1288هـ /1871ع جو نظم ڪرڻ شروع ڪيو. اول آخر ناقص آهي، جنهنڪري شاعر جي نالي جو پتو نٿو پوي. جملہ 432 صفحا آهن. ڪتاب جو نسخو مخدوم محمد زمان صاحب وٽ آهي.[1]

38. **دليل الذاڪرين:** (حاجي پنهور، تاليف 13 رمضان 1106هـ- 1597ع:) مخدوم محمد زمان (اول) (1050- 1117هـ /41-1640ع - 1705ع) جي زماني ۾ تاليف ٿيو. ڪيترن معاصر مشائخن جو مذڪور ڪتاب ۾ اچي ويو آهي. ڪتاب هن ڪري پڻ اهم آهي جو انهيءَ دور جي معاشري ۽ سماجي خواهہ سياسي صورت حال جا ڪيترا واقعا ملن ٿا. بزرگن جي باهمي صحبت ۽ رهاڻ جا مناظر منجهس موجود آهن. ڪيترن بزرگن جي ذاتي ڪردار ۽ شخصيت تي

---

(1) "رسالہ فتحيہ" جي سنڌي ترجمي لاءِ محترم قاضي شوڪت علي هالا پراڻا، سعيو ڪري، محترم مولانا سعيد احمد پنّو کي فارسي متن پيش ڪيو ۽ جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هن ڪتاب جي ترجمي لاءِ سفارش ڪئي ۽ مقدمو بہ لکيائين. ترجمو ۽ ڇپائي ٿي چڪي آهي. (عبدالرسول قادري)

روشني پوي ٿي. سنڌ جي ڪيترن تاريخي جاين ۽ آثارن جو حال اچي ويو آهي. مثلاً: جامع خسروي ناهيہ ڳوٺ واري ۽ ٺٽي جي مسجدن مان جامع فرخ مسجد جامع خواجہ شمشاد ۽ مسجد قمري جو بار بار ذڪر آيو آهي.

هيٺين مشائخن جو ضمناً احوال آيو آهي: ميان رڪن الدين، مخدوم جعفر بوبڪائي، سيد ساجن متعلوي، سيد رڪن الدين متعلوي، سيد عبدالله متعلوي، (مخدوم صاحب جو نياڻو)، ساهڙ لنجار، حضرت يحيٰ ولد مخدوم اسماعيل سومرو، علامہ حضرت يار محمد ساڪن دربيلو، درويش محمد بوبڪائي، سيد عبدالرحمان، پرڪيو ڪاتيار (ڪہ درجوار مخدوم جمع برڪوه مڪلي خوابيده است) عثمان عصار، مخدوم بلال، سيد حيدر، مجذوب وهيو، مخدوم حامد اڳهمي، سيد علي شيرازي، مخدوم ابراهيم بن مخدوم معزالدين، شاه خيرالدين بڪري، شيخ محمود ولد سيد صديق فخريو (عالمِ روزگار) نوح ولد هوتي ڪبير، شيخ عالي ٺٽوي، مولانا عبدالغفور بن مخدوم ناصر، درويش دائود بصير، ميرڻ ڪاتيار، سيد جعفر بڪري، حسين ٿهيم ساڪن بڪيرا، شيخ حمزو ۽ شيخ محمود ولدان صديق فخريو، شاه اسماعيل بخاري، درويش يحيٰ راتيو، سيد نصيرالدين، حضرت هاشم ابن حضرت حماد، درويش ابوبڪر هوتي، درويش امين ڳوٺ ڪڪري، مولانا يوسف فقيهہ، ملا سائينڏنو.

ڪتاب ۾ چار باب آهن، پهريون باب خانداني بزرگن جي احوال ۾ ۽ باقي ٽي باب مخدوم سرور نوح ۽ سندس معاصر مشائخن تي لکيا ويا آهن.

39. **ڪوُس فخريہ**: مؤلف غالباً حاجي يعقوب. ڪتاب ڇئن بابن (ڪوُس) تي مشتمل آهي. جن ۾ دستوري طرح مخدوم سرور نوحؒ جي سوانح سان گڏ ڪيترن بين مشائخن جي حياتيءَ جا پهلو پڻ اچي ويا آهن. تصوف خواه تاريخ تي مفيد معلومات ملي ٿي. اهي اوراد ۽ وظائف پڻ ڏنا ويا آهن جيڪي مخدوم سرور نوحؒ پڙهندو هو. مخدوم عليہ رحمة جي وڏي ڏاڏي مخدوم فخر الديدن جي نالي پٺيان ڪتاب جو نالو 'ڪوُس فخريہ' رکيو ويو آهي. ڪتاب 'دليل الذاڪرين' جو ضميمو آهي.

40- **ارشاد الطالبين**: (غلام رسول قريشي هالائي). مخدوم محمد زمان صاحب وٽ ڪتاب موجود آهي. (ڪاتب: علي محمد متعلوي 30 - محرم 1305هہ / 88-1887ع) ڪتاب ۾ 574 صفحا ۽ ڏهہ باب آهن. ڇهين باب ۾ سنڌ جي 164 بزرگن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. جنهن بعد مخدوم سرور نوحؒ

جي سوانح آهي. 219 صفحي تي آهي تہ: بهاؤالدين دلق پوش ذات جو ميمڻ هو. صفحہ 130 تي آهي تہ: پاڻ ٺٽي جو رهاڪو هو. ڪتاب جو پورو نالو آهي 'دليل الايمان و ارشاد الطالبين'. ٻيو نسخو جان محمد صوفيائي هالائي جي هٿ اکرين آهي جنهن جي تاريخ 17 - محرم 1265هه /49-1848ع آهي.

**41- سراج العارفين:** (غلام رسول صديقي قريشي هالائي). هيءُ ڪتاب 1215هه /1800ع ۾ تاليف ٿيو. مؤلف مخدوم سرور نوحؒ جي اولاد مان هو. پهريون جلد 523 صفحن ۾ آهي. ٻيو جلد موجود نہ آهي. تصوف جي طريقن ۽ مختلف رمزن بيان ڪرڻ کان علاوه ڪتاب ۾ مخدوم سرور نوحؒ ۽ سندس اولاد خواهہ سنڌ جي ٻين ڪيترن مشائخن متعلق معلومات موجود آهي. ترخاني عهد جا ڪيترا سياسي واقعا منجهس درج آهن، جيڪي سنڌ جي تاريخ لاءِ قيمتي وٿ آهن. شاهہ ڪريم ۽ سندس اولاد متعلق چڱي معلومات آهي. ڪتاب جي 287 صفحي تي ملا حسين خياليءَ جي رسالي جو حوالو ملي ٿو.

**42- گنجينہ اولياء:** (آخوند محمد صالح ولد آخوند ويڙو. تاليف: 1297هه /1922ع.) مخدوم محمد زمان خامس (ولادت: 1279هه) جي دور ۾ لکيو ويو. مؤلف لکي ٿو تہ: هن ڪيترن قديم ڪتابن تان مواد ورتو آهي. ازانسواءِ آخوند لطف الله عرف ميان غريب الله ولد آخوند عبدالله، آخوند رحيم ڏني ۽ آخوند جمن جي ڪن لکتن مان پڻ فائدو ورتو اٿس. ڪتاب ۾ مخدوم ۽ سندس سيني فرزندن جو احوال آهي. 488 صفحي تي ڪاتب جو نالو محمد عمر نقشبندي لکيل آهي.[1]

## 6. گيلاني ساداتن جا تذڪرا

هيٺيان ڪتاب سنڌ جي گيلاني ساداتن ۽ مشائخن جي سلسلي تي آهن:

**43- صبح السبطين:** (گل محمد. تاليف: 1318هہ /1900ع). صفحا 68 سائيز 20x30/8. مؤلف جي قول مطابق جيلاني ساداتن جو هيءُ تذڪرو ڪيترن ڪتابن ۽ ملفوظاتن تان مرتب ڪيو ويو آهي. ڪتاب ۾ ٻہ باب ۽ ست فصل آهن:

(1) ويجهي زماني ۾ ٻہ ڪتاب انهيءَ سلسلي ۾ لکيا ويا آهن: سفينة النوح (فارسي) تاليف مخدوم غلام حيدر (1344هه/ 1925ع) ۽ راحت الروح سنڌي از: مولانا دين محمد وفائي. مٿي بيان ڪيل ڪتابن متعلق سموري معلومات جناب مخدوم محمد زمان "طالب المولىٰ" صاحب جن مهرباني ڪري موڪلي آهي جنهن لاءِ راقم الحروف سندن ٿورائتو آهي. (مترجم: ڊاڪٽر عبدالرسول قادري)

گـل محمـد مؤلـف وكـاتب
كـ همين نامـه را بفضـل خـدا
درسـنِ سـيزده صـد وهـژ ده
كردكـامل بـ همـتِ مـولا

ڪتاب ۾ هنن بزرگن جو احوال آهي: مخدوم سيد حامد گنج بخش اُچي- سيد محمد مڪرم، سيد نقيب سليمان ثاني، مخدوم غلام محي الدين جيلاني، پير صالح شاه، سيد عبدالجبار ۽ سندس اولاد، سيد غياث الدين، مخدوم سيد ابو جعفر محمد مبارڪ، مخدوم شاه مبارڪ عادلپوري، سيد شاه جعفر، مخدوم سيد حامد، سيد محب شاه، سيد احمد، سيد باغ علي، مخدوم سيد حيدر شاه، سيد شاه جعفر، سيد حيدر شاه ثاني، مخدوم سيد شاه جعفر ثالث، سيد محمد شريف، سيد شاه نهال حيدر ۽ سيد سلطان شاه.

انهن ساداتن کان سواءِ گهوٽڪي جي ساداتن جو مذڪور راڻي پور ۽ گنبٽ جي گيلانين جو ذڪر سيد موسيٰ شاه گيلاني ۽ شاه عبداللطيف ڀٽائي جو احوال ۽ واقعا، مخدوم سيد شرف الدين، محمد صالح، مخدوم سيد سراج الدين ۽ حضرت جمال محمد جا تذڪرا موجود آهن. ڪتاب جو نسخو مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جن وٽ آهي، جنهن تان راقم نقل ورتو آهي.

**44- انساب سادات گيلاني:** هيءُ ڪتاب گيلاني ساداتن جي شجرن تي آهي. هن ۾ احوال تمام مختصر ليڪن قيمتي آهي. شيخ عبدالقادر سندس اولاد ۽ مختلف شاخن جا مفصل شجرا ڏنل آهن. ڪتاب جمادالثاني 1292هه / 1875ع ۾ گل محمد بن خليفه امام بخش خليفه حافظ گل محمد صاحبن جي لوءِ (گهوٽڪي) واري سيد سيف الدين ابوالفيض محمد عابد الحسني الجيلاني بن سيد موسيٰ ثاني جي لاءِ ڪتاب (از دست) ڪيو. ڪتاب ۾ 1273هه تائين جون تاريخون ملن ٿيون، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ڪتاب انهيءَ سال کان پوءِ تاليف ٿيو آهي. سائيز 7X5 صفحا: 245.

هيٺين گيلاني گهراڻن ۽ سنڌ جي ٻين خانوادن جا نسب ڏنل آهن: شيخ عبدالقادر گيلاني، سيد حسن دهلوي، شاه مبارڪ عادلپوري، سادات جعفراڻي عادلپوري وغوث پوري، سادات جمالاڻي عادلپوري، سادات ڪمالاڻي ۽ اولاد سيد موسيٰ.

خرقہ پوشيءَ جو سلسلو حضرت شيخ عبدالقادر کان وٺي سيد موسيٰ تائين. موسيٰ شاهي سجاده نشينن جو تذڪرو ۽ سال. نسب اچ جي گيلانين جو. گجراتي شاهہ دولائي گيلانين جو. حامہ ۽ بغداد جي گيلاني سجاده نشينن جو سلسلو ۽ تاريخون. نسب ڪوٽلہ قريب وزيرآباد (پنجاب) جي گيلانين جو. نصرپور جي گيلانين جو. سڏ ورائي هندي گيلانين جو. رتوڙي گيلانين جو. مانياٽي پنجابي گيلانين جو. احمدآباد گجرات جي گيلانين جو. اقيس بندري گيلانين جو. صاحبن جي لوءِ وارن گيلانين جو. اميرالمؤمنين حضرت علي ڪرم الله وجهہ جي اولاد جو سلسلو ۽ امامن جا نسب.

هند ۽ سنڌ جي ٻين هيٺين مشائخن جا نسب ڏنل آهن: خواجہ اجميري، خواجہ بختيار ڪاڪي، خواجہ بهاؤالدين نقشبندي بخاري، سيد احمد رفاعي، مخدوم عثمان مروندي قلندر لعل شهباز، سيد احمد سخي سرور سلطان، امير علي همداني سادات اچي بخاري، سادات حسيني رضوي بکري، سيد محمد مکي بکري جي اولاد جي مختلف شاخن جا شجرا. مثلاً: سيد غلام شاهہ روهڙي، حيدر حقاني، سيد مير تقي عرف نورمولا، سيد جان شاهہ روهڙي، سادات متعلوق. شاهہ پٺائي جي وفات جي تاريخ:

زد مغز در فراق دگر کرد سينہ چاک
شد محو در مراقبہ جسم لطيف پاک
(1165هہ/1751ع)

"نسب سادات لڪعلوي" (از: پير حزب الله تا سيد علي). پير پاڳارن جي سلسلي جون تاريخون هن ريت ڏنل آهن:

سيد محمد بقا شهيد: 1198هہ / 1783ع.[1]

سيد محمد راشد 1170/ 57-1756ع - 19 رجب[2] روز جمعہ وقت طلوع شمس 1233هہ / 1817ع.

سيد صبغت الله 1197-1246هہ /1782-1830ع.[3]

سيد علي گوهر 4 - رجب جمعہ 1231هہ /1815ع، 5 - ربيع الاول شنبہ 1268هہ- 1851ع[4]

---

(1) توليد غره شعبان 1135هہ / 1722ع
(2) شعبان غره —؟
(3) رمضان
(4) 11- جماداالاول چنچر 1263هہ / 1846ع

پير حزب الله 18 - شوال سه شنبه [1] غروب آفتاب 1258هہ /42
شهر محرم 1308هہ / 1890ع.

انهيءَ بعد هي نسب آهن: ماتيلائي سيد، مير معصوم بکري، شيخ شهاب الدين سهروردي، مولانا جلال الدين رومي، مخدوم سرور نوح هالائي، حضرت غوث بهاؤالحق ملتاني، شيخ فريد گنج شکر، امام رباني، پير غلام محي الدين سرهندي شڪارپوري، ميان قبول محمد درازائي تا ميان غوث بخش متوفي: 1276هہ. بيبي راستي پاڪ دامن والده ابوالفتح رکن الدين ملتاني، شيخ حميدالدين حاکم قريشي ساکن موٴشريف، شيخ بديع الدين مدار مکڻ پور، شريف الدين بو علي قلندر، مظهر جان جانان، شيخ جمال درويش، فهرست چهارده خانوادگان تصوف، سلاسل طريقت قادريہ تا سلطان باهو، نقشبنديہ تا شاهہ غلام علي دهلوي، چشتيہ تا خواجہ سليمان تونسوي، سهروديہ تا مخدوم جهانيان جهان گشت، سلسلہ مداريہ، سلسلہ قلندريہ ۽ سلسلہ شطاريہ.

## 7. مشائخ کهڙا

تعلقي گنبٽ ۾ کهڙن جو قديم شهر آهي جنهن جا مشائخ مشهور آهن. انهن بزرگن منجهان هڪ بزرگ 'جام جهان نما' نالي هڪ تاريخ تاليف ڪئي آهي، جنهن جو نسخو موجوده سجاده نشين وٽ آهي. انهيءَ تاريخ تان هيٺيون ڪتاب مرتب ڪيو ويو آهي:

45. **تذکره مخاديم کهڙا:** (مخدوم الهہ بخش بن مخدوم محمد عاقل کهڙو). منجهس هيٺين بزرگن جو ذڪر آهي: مخدوم اسدالله (966هہ / 1558ع)، مخدوم جلال الدين(1027هہ / 1617ع)، مخدوم يحيٰ (1041هہ /1631ع. موٴلف: اساس الدصلي و رسالہ توحيد)، مخدوم عبد الخالق (1062هہ /1651ع)، مخدوم محمد عاقل (1092هہ /1681ع)، مخدوم محمد (1122هہ /1710ع)، مخدوم عبدالرحمان شهيد (1145هہ / 33-1732ع هن ڪي ڪلهوڙن جي ڪاردارن شهيد ڪيو). مخدوم محمدي (1171هہ /1757ع) مخدوم احمدي (1203هہ /89-1788ع)، مخدوم عبدالخالق (1268هہ /52-1851ع)، مخدوم محمد عاقل عرف مخدوم پير محمد (1293هہ /7-1876ع) مخدوم عبدالخالق

---

[1] شنبہ ؟ وفات 4 - محرم خمس وقت يکپاس باقي مانده.

عرف دين محمد (1326ھ /9-1908ع) مخدوم محمد عاقل عرف مخدوم نيڪ محمد (1337ع/ 1918ع)

مٿين بزرگن کان علاوه سنڌ جي ڪن ٻين مشائخن جو مذڪور ٻه ڪتاب ۾ آهي مثلاً: قلندر لعل شهباز، شاهه فضل الله سرهندي مجددي، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، سيد موسيٰ شاهه (لوءِ صاحبان)، شاهه جاڙيو، نور محمد ڪلهوڙو، شاهه لطيف، مخدوم عبدالرسول معروف ٻه مخدوم محمد اسماعيل پريان لوئي (متوفي: 1174ھ / 1761ع هن بزرگ جي مفصل سوانح ڏنل آهي).

اهوئي تذڪرو راوي آهي تہ: شاهه لطيف ڪهڙن جي ٻاهران اچي منزل انداز ٿيو. مخدوم محمديءَ دعوت ڏياري موڪليس. شاهه بيت لکي موڪليو:

اڄ نہ آيس، آءٌ، صبح ايندس سپرين،
توتي جنهنجو ناءُ، سو ڪٿي بار ڪُهين جا.

شاهه لاءِ مشهور آهي تہ: پڙهيل نہ هو! ليڪن تذڪري جو مؤلف لکي ٿو: 'شاهه صاحب اين بيت سنڌي، نوشته فرستادند.'

ڪتاب ۾ حيدرآباد ۽ خيرپور جي ٽالپرن جا حالات ۽ واقعا، پير محمد راشد روضي واري جو مفصل احوال، راڻي پوري ساداتن جي ڏاڏن محمد شاهه ۽ احمد شاهه جو ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ بغداد کان سنڌ ۾ اچڻ، درازن جي قبول محمد ۽ سچل سرمست جو احوال ۽ پير صبغت الله شاهه جي سوانحي واقعات کان علاوه سنڌ جا ٻيا بہ ڪيترا اهم سياسي حالات ڏنا ويا آهن.

## 8. سادات متعلوي

مٿياروي ساداتن جي سلسلي ۾هيٺيان ڪتاب معروف آهن، جن منجهان بيان العارفين ۽ هڪ اڌ ٻئي ڪتاب کان سواءِ باقي ڪتاب راقم جي نظر منجهان ڪونہ گذريا آهن.

46. **بيان العارفين:**[1] هيءُ ڪتاب فارسيءَ ۾ محمد رضا بن عبدالواسع عرف مير دريائي بن داروغہ ڪيهر رجب 1038ھ /29-1628ع ۾ لکيو. فارسيءَ جي متن جو هڪ نسخو مرحوم ڊاڪٽر دائود پوٽي سنہ 1935ع ۾ دڙي

(1) بيان العارفين وتنبيه الغافلين: (ملفوظات شاهه ڪريم) هيءُ ڪتاب فارسي متن سميت، سنڌي ترجمي ۽ تحقيق سان شايع ٿيو آهي. تحقيق و ترجمو: ڊاڪٽر عبدالغفارسومرو 1422ھ /2000ع بہ اهتمام "اوقاف" حڪومت سنڌ حيدرآباد.

جي حڪيم سعيد احمد شاھ وٽ ڏٺو. جيڪو خبر نہ آهي تہ هن وقت ڪٿي آهي. ڪتاب ۾ هڪ مقدمو ست باب ۽ هڪ خاتمو آهي. ست باب، يارهن فصلن ۾ ورهايل آهن: جن ۾ شاھ ڪريم جي سوانح، ملفوظات، اوراد ۽ وقت جي مشائخن جا تذڪرا اچي وڃن ٿا. شاھ ڪريم جا سنڌي بيت ۽ قاضي قاضن جا ست بيت، جن کي سنڌي شاعريءَ جو اساس سمجهيو وڃي ٿو، هن ئي ڪتاب مان مليا آهن. ڪتاب ۾ هيٺين سنڌي بزرگن جو ذڪر ٿيل آهي: سيد ابراهيم پير پرڏيهي. سيد ابراهيم بن سيد يوسف بکري، شيخ ابراهيم رکن پوري، ملا ابوبڪر بن با يزيد سونڊوي، مخدوم آجب لانگاھ بن صدو لانگاھ نصرپوري، مخدوم احمد هوٿي لاڪو، شيخ احمد رونجهو، مخدوم آچر ٺٽوي، مخدوم آدم سميجو، مخدوم اسماعيل سومرو اگهم ڪوٽي، مخدوم بادو ناهيائي، مخدوم بلال، بهاء الدين گودڙيو ٺٽوي، شيخ پرڪيو ڪاتيار، درويش پلي سميجو، پنيو ساھڙ، مخدوم بوبڪائي، جوٽو فقير ٻنورائي، درويش چرڪس ونگائي، مخدوم حسن دائرائي، قاضي حسن هٽڙائي، شيخ حسين ڳاهوٽي، درويش حسين سهاڙوي، سيد حيدر سنائي، درويش داؤد ٺٽوي، درويش راڄو دل، رڪن الدين ولد رتو، حاجي سورو دڙائي، مخدوم ساھڙ انڙ پوري، درويش سليمان اگهم ڪوٽي، صابو سومرو هٽڙائي، صالح ڪڪرالوي، صدو لانگاھ، مخدوم صدرالدين راوتي چانيهائي، مخدوم ضياءالدين، شيخ طلحہ ٺٽوي، سيد عبدالحليم ٺٽوي، مخدوم عبدالرشيد بصير، مخدوم عبدالعزيز ڏاڏائي، مخدوم عثمان، مخدوم عربي هالائي، سيد علي ثاني ٺٽوي، عمر بودلو اگهم ڪوٽي، شيخ عيسيٰ، عيسيٰ لنگوٽيو ٺٽوي، قاضي قاضن، قاسم ڪوري هالائي، درويش قطب ، لٽو پهار، پير لاڪو بڪارائي، شيخ محمد بن هوٿي لاڪو، شيخ ممون ڏندي جو ويٺل، مهراڻ نهريو، ميرڻ ڪاتيار، شيخ موسو جوڻ، سيد مراد شيرازي ٺٽوي، مخدوم نجم، مخدوم سرور نوح ؒ هالائي، هوٿي اگهمي، هوٿي لاڪو، مخدوم يعقوب پليجو ناري ڳوٺ وارو، سيد يوسف بکري.[1]

بيان العارفين جو هڪ منظوم سنڌي ترجمو پڻ موجود آهي، جيڪو 8x5 سائيز جي 277 صفحن تي مشتمل آهي. خطي نسخو خميس ڏينهن

[1] هيءَ فهرست ڊاڪٽر دائود پوٽي مرحوم جي ڇپايل ايڊيشن (1937ع) تان ورتي وئي آهي. (فارسي ايڊيٽر: سيد حسام الدين راشدي)

4 - ربيع الاول 1244هه /29-1828ع جو سيد غلام شاهه ولد سيد احمد شاهه (ڪتابت) لکي پورو ڪيو. ڪتاب جي ابتدا ۾ هي بيت آهن:

هـو مصنـف هـن رسـالي جـو موحـدن منجـا
صـاحب فـاضل فضـل جـو، ڪـامل ڪمـالا
جهہ جنهن جوڙيو رسالو فارسي، سنڌو سلوڪا،
نـالو محمـد تنهن جو پـٽ واسـع لڪـن تـاءِ
عـرف ميـر دريـائي، پوٽـو داروغـو ڪهريـاءِ
سـاڪن شـهر ٺٽـي ۾، ڪـري گذارنـا
تـه رسـالو فارسـي ڪئـو تصنيفـا

---

جـڏهن هـيءُ رسـالو هـو ٺيـو تمـا مـاءُ
تـڏهن بيـان العـارفين رکيـائين تنهن جو نـاءُ
هڪڙو مقدمـو ۽ خـاتمو ۽ سـت بـاب هـوا
فصـل چوڏنهـن تنهـن ۾ جوڙايـا هـوا جمعـا
سـي سـڀ وائـي فارسـيءَ ۾ هـوا موجـوداءِ
تـا هـو رسـالو ڪيتـر ئـي مـدت مديـداءِ
جا سي هڪڙو هزار ٻـ سا ڏهہ اکرؤن ورهہ گذريا
هجـرت ڪـي حبيـب جـي نبـي نـور هـدي
تهان پوءِ هيءُ رسالو فارسي هٿ آيو هو فقير کا
جـو رهـي ٻيـج جـي شـهر ۾ سـاڪن سـڪونتا

---

تـان جڏهہ هيءُ رسالو ٺيو سندي، فارسـيءَ تـا
تـن ٻـارنهن سـا ڏهـہ ورهـہ هـوا گذريـا
هجـرت حبيـب جـي محمـد مقتـداءِ
سـو هـوءِ مهينـو ربيـع الاول جـو پهريـن تاريخـا
ڏينهـن اگـاري سـو هـو، ليڪـي شمـارا
ٺيـو شـهر ٻيـج ۾ توڙئـون تصنيفـا

عبدالرحمان بن محمد ملوڪ[1] ڪئو سنڌي جو سعيا
سورنهن باب تنهن ۾ ڪيائين جوڙيندي ويرا
نالو ’بيان العارفين‘ سندس اصلي مثالا
ست اُپ ست پون ۽ عرش ڪرس سورهه سپ ٿيا
مون پڻ ’باب تيلاهه ۾ سورهن سي ڪيا [2]

اهي سورنهن باب مختلف عنوانن ۾ آهن، جن جو تفصيل ڪتاب ۾ متين شعرن ڪان پوءِ ڏنو ويو آهي. پهرين جلد ۾، جيڪو جمعه 20 – ربيع الاول 1213هه/1798ع جو ختم ٿيو، يارنهن باب آهن. باقي پنج باب ٻي جلد ۾ آهن، جيڪو 278 صفحي ڪان 400 صفحي تائين آهي. مترجم پنهنجو نالو هيٺئين شعر ۾ پڻ آندو آهي:

الاهي عبدالرحمان ڪي مرهي تون مولا
سا سيني مومنن، جي امتي احمد جا.

**47- مناقب غوثيه:** مشتاق متعلوي.

**48- مناقب السادات:** قاضي هدايت الله بن ميان محمود بن ميان سعيد متعلوي. (تاليف: 1315هه/1897ع)

**49- ڪواڪب السعادات:** مشتاق متعلوي.

**40- لطائف لطيفي:** (مير عبدالحسين سانگي، تاليف: 1305هه/1887ع)

خانداني پس منظر ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي هيءَ پهرين سوانح آهي، جنهن کي مير صاحب فارسيءَ ۾ مرتب ڪيو. ابتدا ۾ ديباچو، حمد، نسب نامو، متعلوي سادات جو سنڌ ۾ اچڻ ۽ سلسله پيري مريدي تي 21 فلاسڪيپ صفحا لکيا ويا آهن. جنهن بعد شاهه لطيف جي سوانح، آغاز داستان جي عنوان سان شروع ٿئي ٿي، جنهن ۾ 36 حڪايتن جي ذريعي شاهه صاحب جي احوال کي روشن ڪندي هيٺيان مطلب بيان ڪيا ويا آهن:

---

(1) ذات جو ڪاٺ ٻانيڻ هو.

(2) 1293هه/77-1876ع ۾ مخدوم الصمد بن حاجي مقيم نورنگ پوٽي سنڌي نثر ۾ ان جو اختصار ڪري مطبع مرغوب هردئار ۾ ڇپايو. جنهن تان مرزا قليچ بيگ سن 1904ع ۾ ’رساله ڪريمي‘ مرتب ڪيو. سن 1937ع ۾ علامه دائود پوٽي مرحوم فارسي متن کي سامهون رکي شاهه ڪريم جي بيتن جي جديد طرز تي تصحيح ڪري، شاهه ڪريم (20 - شعبان 944/1537ع آچر رات 7 - ذي القعد 1032هه/1622ع) جي سوانح سميت شايع ڪيو. (فارسي ايڊيٽر: سيد حسام الدين راشدي)

1. روضي جي تعمير، ميان نور محمد جي مخالفت، زهر ڏيڻ جو واقعو، زهريلو معجون درياء ۾ وجهي پاڻي پيئڻ، سجاده نشينن جي معزولي ۽ سيد محمد صلاح جي اولاد کي سجادهٔ ڪريميءَ تي مقرر ڪرڻ.
2. احوال آبادي مڪان پٽ شريف، مخدوم پنج پڳئي جو اتاهون لانگهائو ٿيڻ ۽ نٺول ڪرڻ، شاهه صاحب جو انهيءَ مان نيڪ فال وٺڻ.
3. هڪ مسافر پارس پٿر ڏنو، جنهن کي قبول نہ ڪيو ويو.
4. سيد حبيب شاهه جي وفات ۽ پٽ جو احوال.
5. مخدوم پنج پڳئي جي بدسلوڪي، شاهه لطيف جي فقيرن سان جهيڙو ۽ نتيجو.
6. مُلن جا سوال ۽ شاهه جا جواب.
7. معاش ۽ انهيءَ متعلق شاه جا فرمودا، نانيءَ ۽ سخي سپڙ ڏانهن سفر.
8. شادي ۽ ميرزا مغل بيگ جو دَل قوم قبيلي هٿان خاتمو.
9. ميان نور محمد جي دعوت، آدم خور گهوڙي موڪلڻ.
10. شهمير شاهه جو هڪ هندوءَ کي زوريءَ مسلمان ڪرڻ ۽ شاهه جو ڪيس ڇڏائڻ، رضا رغبت سان هندوءَ جو وري مسلمان ٿيڻ.
11. حضرت شاهه صاحب جن جا عجيب و غريب يارنهن نُڪتا.
12. ميان نور محمد جو گُلان سان نڪاح ۽ غلام شاهه جو پيدا ٿيڻ.
13. متفرقات، مٽيارين جو آباد ٿيڻ، احوال مخدوم عربي، شاهه جا متفرق حالات، مثالي نُڪتا.
14. مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو ساز سرود کان منع ڪرڻ، ڪي بي مثال نڪتا.
15. دهليءَ جي راڳيندڙن جو شاهه جي خدمت ۾ حاضر ٿيڻ، رسالي جي سرن جي ترتيب، ڪي واقعا ۽ ڪرامتون.
16. متعلوي ساداتن جا حالات، منتشر ٿيڻ، شاهه ڪريم جو بلڙي وڃڻ، مٽياري ساداتن مان سيد لطف علي شاهه ثاني جي شادي، بي بي لعل جو احوال، پٽ تي اچڻ وڃڻ، پائن جي مخالفت، مخدوم پنج پڳئي جي چرچ.
17. محبوب حقيقي جي وصال ۾ شادي رنڊڪ آهي، وصال حقيقيءَ کان اڳ شاديءَ جي منع، شاهه ڪريم جو احوال.
18. ڪربلا معليٰ ڏانهن لاڙو ۽ سُر ڪيڏاري جي تصنيف (؟)، فقيرن کي ماتم (؟) ڪرڻ جو حڪم.

19. حضرت شاھ جي پوشاڪ ۽ ٻيون نشانيون، جيڪي موئلف پاڻ ڏٺيون، جن ۾ لباس جتي ۽ ڪشتي وغيره کان علاوه حمائل شريف، مثنوي مولانا روم ۽ هڪ رسالو پنهنجي ڏاڏي شاھ ڪريم جي احوال ۾، جنهن تي سيد محمد صلاح جي دستخط ۾ لکيل هو، حرره الفقير محمد صلاح بارشاد حضرت قطب الوقت مرشدي مير صاحب حضرت عبداللطيف جيو سلمه الله تعاليٰ، ڪن بيتن جي ماهيت شان نزول، راڳيندڙن جو دهليءَ مان اچڻ، بزمان ميان نور محمد عباسي ۽ انهن جي سچي حقيقت، حاضري جي خدمتگار جي وفات.

20. ٻه روايتون هالن واري ڪتاب مان ورتل جيڪو ڪنهن هالائي سجاده نشين جو تاليف ٿيل هو، جنهن ۾ لکيل هو تہ شاھ لطيف ڪي مرشدي جو درجو مليل نہ هو. سنڌ ۾ سواءِ مخدوم سرور نوحؒ جي ٻيو ڪوبہ انهيءَ درجي تي فائز نہ هو.

21. جيسلمير جي سياحت، اُنهن جون عورتون.

22. يارنهن نڪتا، انهن جو تفصيل ۽ شرح.

23. جت فقير جي ڳالھ، شاھ جو بيت ٻڌي ترڪ اختيار ڪري جابلو غار ۾ ويهي رهڻ.

24. وڏيري قلندر شوري جي روايت پٽ جي ابتدائي صورت حال متعلق.

25. حاجي علي عرف تمر فقير جو احوال.

26. ڇھ نقل آخوند احمد هالائيءَ کان ٻڌل، مخدوم پنج پڳئي جي چوڻ تي مخدوم عبدالروئف ڀٽيءَ زهر مان رتل هڪ عبا شاھ صاحب ڏانهن موڪلي وغيره وغيره.

27. شاھ صاحب جي گھوڙيءَ جو قصو، روضي مبارڪ جي تهرائڻ ۽ خرچ ڪرڻ لاءِ ميان غلام شاھ جو ارادو، ساداتن جو وقت جي حاڪمن وٽ قدر ۽ عزت، ٽالپرن جو خرچ، روضي ۽ درگاھ جي مسئلن ۽ عمارتن مٿان.

28. شاھ جو ٺٽر ڏانهن سفر ڪرڻ، مخدوم صابر ولهاريءَ جو وٽن اچڻ، تحفة الڪرام مان شاھ ۽ پٽ جو احوال، ڪي ٻيا نقل ۽ ڪن بيتن جو شان نزول.

29. شاھ جي (29) فقيرن جا نالا ۽ انهن جو حال: ميان نور محمد وائي والا، ياٽس ميان محمد، ميان احمد، ميان محمد عالم ڏياٽو

(شاهہ صاحب جو ماسات) ميان عبدالواسع سالارو، سگھڙ فقير ڏيرو، اسماعيل فقير سمو پٿيپوري، سيد نهال شاهہ، اسماعيل فقير ڏيرو، اجن فقير، ڪمال فقير سنريو، ورو فقير عرف وڳند (جنهن لاءِ سر بلاول جي آخري داستان ۾ چند بيت خوش طبعيءَ خاطر فرمايا اٿئون)، نور محمد ابڙو ساڪن ڪانڙي مڪان، سيد سائين ڏنو، احمد فقير سمو (سندن چَگل گهوڙيءَ جو سائيس)، محمد رحيم فقير (منشي خاص)، عمر فقير سهتو، عنايت وساڻ (سندن ڪجائي جو واڳ جهلو)، عبدالجميل انڙ (جنهن وٽ مصلو ۽ تسبيح رهندي هئي. گويا مغلن جي محاوري ۾ داروغہ جا نماز) وهيو فقير ڪُتائي (وٽس شاهہ صاحب جا ٻہ ڪتا رهندا هئا، جن مان هڪ جو نالو موتي ۽ ٻئي جو ڪينهو هو)، رحمو فقير بورچي، قاسم فقير (حجامت ڪندو هو)، ٻچو فقير ڪوٺري جهلو، سومر فقير خانپوري (شاهہ صاحب وٽ بيعت لاءِ جيڪو آيو ٿي، ان کي سومر فقير جي حوالي ڪندا هئا)، عارف فقير ٽيهو (ٽنڊي الهيار جي پاسي جي ماڻهن کي نماز سيکارڻ تي متعين هو)، سائين ڏنو شاهہ مٽياروي (شاهہ صاحب جو بسترو سندس حوالي هو)، عرس فقير ساند (ڳائڻ جو داروغو، جنهن کي سڄو رسالو ياد هو)، سيد نقي فقير سرودي (پنهنجي سر ۽ سٽي آواز ڪري مشهور هو)، ميان هاشم علوي ريحان پوٽو (جنهن کي هزار داستان چيو ٿو وڃي)، اٿل فقير دهلوي، چنچل فقير دهلوي (هي ٻئي ڳائڻا هندستان کان آيل هئا)، ولي محمد ولد نور محمد (جنهن شاهہ صاحب جي ميت کي تڙ ڏنو)، عيدن رازو بکري (جنهن مسجد ثاهي ۽ پوءِ شاهہ جو روضو جوڙيائون).

30. غلام محمد شاهہ گدا جي روايت شاهہ صاحب جي ٻن ڀينرن متعلق، هڪ جو نڪاح مٽيارين جي موسائي سيد سان ٿيل هو، جنهن مان ڪيترين نينگرين ۽ هڪ پٽ ميان فقير الله شاهہ پيدا ٿيو. پٽ جوانيءَ ۾ فوت ٿيو. ٻي ڀيڻ مٽيارين جي سماٻائي پاڙي جي سيد سان پرڻيل هئي، جنهن لاءِ يقين نہ آهي، تہ شاهہ صاحب جي سڳي ڀيڻ هئي يا شاهہ جي ماٽيلي ياءُ سيد جمال شاهہ جي ڀيڻ هئي.

31. پلي جي تقسيم جو داستان.

32. واحد ڏني فقير جي روايت ميان حسين جي زباني، جنهن شاهه صاحب کي ٿنڌي قيصر خان نظاماڻيءَ ۾ ڏٺو.

33. بي بي لعل ۽ بي بي حسنا جي روايت، جيڪي سيد اسدالله شاهه مٽياروي جون ڏيٽر هيون ۽ شاهه صاحب جي همشيره بي بي بتول جي ٻن پٽن جون گهر واريون هيون. مرزا مغل بيگ ۽ سندس نياڻيءَ جو قصو جيڪا شاهه صاحب جي نڪاح ۾ آئي، هن باب ۾ شاهه صاحب جي عادتن ۽ روزمره جي زندگيءَ متعلق ڪيئي قصا درج آهن.

34. شاهه جي وفات، قاسم فقير جو ونگ ولاسي پهچي سيد جمال شاهه کي آڻڻ، باهمي اختلاق.

35. سنياسن سان گڏجي نانيءَ وڃڻ، ست نقل جن ۾ شاهه جا مختلف واقعا بيان ڪيا ويا آهن.

36. تماچي فقير ڪچيءَ جو احوال، ٻيا چار نقل جن ۾ شاهه جي سوانح متعلق چند واقعا بيان ٿيل آهن.

ڪتاب جي آخر ۾ ڪجهه تاريخون ۽ هڪ خاتمو آهي. ڪتاب فل اسڪيپ سائيز جي ٻن سَوَن صفحن ۾ آهي. هر باب جي آخر ۾ مؤلف پنهنجو فارسي نظم ڏنو آهي، سنڌ جي تاريخ متعلق ڪو مستند احوال آيل ڪونہ آهي. شاهه لاءِ جيڪي روايتون آهن، اهي مير صاحب پيرسن ماڻهن کان ٻڌي قلمبند ڪيون آهن. مير عبدالحسين ڀڙيون سنڌيءَ ۾ انهن نقلن تي مشتمل، سوانح تيار ڪئي هئي. ميرزا قليچ بيگ شاهه جي حياتيءَ تي جيڪو سنڌي ۽ انگريزي ڪتاب لکيو، انهن جو مواد مير عبدالحسين کان ورتل هو. ليڪن انهن ٻنهي ڪتابن ۾ سيئي حڪايتون ۽ روايتون اچي نہ سگهيون، جنهن ڪري مير عبدالحسين کي 'لطائف لطيفي' [1] جي نالي سان موجوده ڪتاب تيار ڪرڻو پيو، جنهن ۾ هن سموري معلومات، جيڪا وٽس هئي، آڻي ڇڏي. [2]

---

(1) مولوي دين محمد وفائي مرحوم 'لطف اللطيف' هن ڪتاب جي مدد سان تاليف ڪيو آهي.

(2) لطائف لطيفي" جو فارسي متن ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ايڊٽ ڪري 1967ع ۾ شايع ڪيو ۽ ان جو سنڌي ترجمو عبدالرسول قادري مترجم 1986ع ۾ ڪيو. ٻئي فارسي ۽ سنڌي ڇاپا ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز ڀٽ شاهه طرفان شايع ڪيا ويا. (ڊاڪٽر عبدالرسول قادري)

مٿان سيئي ڪتاب متعلوي ساداتن جي حالات ۾ آهن، جن منجهان ڪي (46 تا 48) راقم جي نظر مان نہ گذريا آهن. گمان آهي تہ اهي سنڌيءَ ۾ آهن ۽ سيئي چوڏهين صديءَ ۾ تصنيف ٿيا آهن.

## 9. بڪيرائي بزرگن تي مواد

هيٺيان ہے ڪتاب بڪيرن جي مشائخن تي آهن: راقم جي نظر مان پيئي نہ گذريا آهن:

**51- انوار قلندري:** هيءُ ڪتاب سنہ 1283هہ /1866ع کان پوءِ جي تاليف آهي. موءلف جو نالو معلوم نہ آهي.

**52- اذڪار قلندري:** هن ڪتاب جي صورت حال جي پڻ ڄاڻ ڪانہ اٿئون.

## 10. سرهندي بزرگن تي ڪتاب

هيٺيان ڪتاب سنڌ جي سرهندي مجددي مشائخن متعلق آهن، جن مان ڪيترا ڇپيل آهن:

**53- عمدت المقامات:** از فضل الله سرهندي المتوفي 1238هہ /1822ع مطبوعه لاهور. شاه فضل الله (متوفي: 1156/ 1743ع) کان شروع ٿي قيوم زمان تائين جي احوال تي مشتمل آهي.

**54- زبدت المقامات:**

**55- انيس المريدين:** (از خواجه حسن جان سرهندي مرحوم).

**56- انساب الانجاب:** (از خواجه حسن جان سرهندي مرحوم).

**57- مونس المخلصين:** (جناب خواجه شاه آغا صاحب).

اهي سيئي ڪتاب ڇپيل آهن ۽ عام دستياب ٿين ٿا. منجهن تيرهين ۽ چوڏهين صدي هجريءَ جي ڪيترن اهڙن غير مجددي مشائخن ۽ مشاهيرن جو احوال ملي ٿو، جيڪو انهن ڪتابن کان سواءِ ٻئي ڪنهن ڪتاب ۾ موجود نہ آهي.

## 11- سادات بڪري رضوي

سيد محمد مڪي بڪري (متوفي: 644هہ /1246ع) ستين صديءَ هجري جي شروعات ۾ بکر اچي مقيم ٿيو. سندس خاندان بکر روهڙي ۽ ننڍي وغيره کان علاوه هندستان جي ڪيترن شهرن ۾ پڻ آباد ٿيو. انهيءَ سلسلي جي هر

شاخ جتي لڳي ۽ منجهانئس جيڪو سلو سائو ٿيو، سو نور اعليٰ نور هو. سوين صاحب دل اهل طريقت شاعر ۽ ڪيترا تصنيفن ۽ تاليفن جا مالڪ ٿيا.

انهيءَ گهراڻي جي احوال ۽ نسب تي ڪيئي ڪتاب سنڌ خواهه هند ۾ لکيا ويا آهن، جن مان انهن چند ڪتابن جو ذڪر هيٺ ڪجي ٿو، جيڪي راقم جي مطالعي ۾ آيا آهن.

**58- تذڪرة السادات:** علامه شيخ احمد بن محمود اڪبر آبادي (هند) 1175هه /1761ع. ڪتاب مختصر آهي (11x8 ورق 34 سٽون 15) ابتدا ۾ حضرات امامين ۽ سندن اولاد جو مذڪور ۽ آخر ۾ سيد محمد مڪي جي اولاد جو احوال آهي. زياده ترڪ ڪڙه ۽ ماڻڪپور (هند) جي شاخن جو ذڪر آهي.[1] ڪتاب تاريخ 19 محرم 1311هه مطابق 2 آگسٽ 1893ع جو سيد مظفر حسين (ساڪن ڪوره سادات ضلع فتحپور نلوه) پنهنجي مامي شاهه محمد اسماعيل سجاده نشين خانقاه ماڻڪپور جي نسخي تان نقل ڪيو.

**59- منبع الانساب:** مير معين الحق جهونسوي. شاهه محمد مڪي بڪري جي احوال ۽ سندس اولاد جي سلسلي ۾ هي مفصل ڪتاب سيد معين الحق جهونسوي بن سيد سلطان شهاب الحق بن سيد حضرت بندگي شاه محمد ابو جعفر بن حضرت قطب الاقطاب مخدوم شاه تقي الدين بن حضرت شعبان الملت سيد مرتضيٰ بن سيد بدر عالم بن سيد صدر الدين بڪري بن سيد محمد مڪي بڪري (متوفي 644هه /1246ع) وڏيءَ تحقيق ۽ محنت سان تاليف ڪيو. پاڻ جهونسي مان هلي اچي ملتان، اُچ، بکر ۽ روهڙي ۾ ڪيترو وقت ٽڪي، وقت جي سجادن ڪان، جيڪي سندس پڻ مائٽ لڳندا هئا، تحقيق ڪري سيني شاخن جا نسب ناما گڏ ڪيا ۽ احوال هٿ ڪيا.

---

(1) هيءُ ڪتاب 1948ع ۾ ڪلڪتي جي سيد محمد ابو يوسف ڏنو، جيڪو صاحب پير مرد هو ۽ ڪيترو وقت جناب شيخ عبدالمجيد صاحب سنڌيءَ وٽ اچي رهيو. خلافت جي زماني کان سندس واقف هو. پاڻ حڪيم هو، سندس خيال هو تہ پاڪستان جي سرڪار ڪيس ڪارخانو ڪڍي ڏئي، جنهن ۾ هو صاحب جڙي ٻوٽين جي تحقيقات ڪري. اميد تي هو سال سوا سنڌ ۾ رهي واپس موٽي ويو ۽ وڃڻ سان ڪلڪتي ۾ فوت ٿيو. سندس دعويٰ هئي تہ هو ڪلڪتي جي مسلمانن جو پيش امام هو ۽ حضرت مولانا ابوالڪلام کان ناراض ٿي مسلمانن ڪيس پيش امام بڻايو هو. ڪتاب تي مرحوم جو سن 1315هه / 1897ع جو دستخط ڪيل آهي (فارسي ايڊيٽر: سيد حسام الدين راشدي)

سيد محمد مڪيءَ ڪي چار پٽ شيخ شهاب الدين سهرورديءَ (539-632هه / 45-1144ع- 1234ع)[1] جي نياڻي منجهان ۽ ٻه پٽ (سيد شمس ۽ سيد ماه) ٻئي گهر مان هئا. پهرين ڇئن مان سيد صدر الدين ۽ سيد بدر الدين بکر ۾ چاوا.

سيد بدر الدين جي نياڻي سيد جلال سرخ جي گهر ۾ آئي، جنهن مان اولاد ٿيو ۽ وڌيو. اُچ جا بخاري سادات انهيءَ بيبيءَ جو نسل آهن.

سيد صدر الدين جو نالو سيد امام الدين ڪنيت سيد علاءُ الدين ۽ صدر الدين سندس لقب هو. 10 - رجب 600هه / 1203ع ۾ ڄائو. سٺ سال نو مهينا زندگي ڪري 21 - محرم 669هه /1270ع جو فوت ٿيو.

سيد صدر الدين ڪي چار پٽ ٿيا، جن مان ڪيس ڪثير اولاد ٿيو. سکر، روهڙي، ٺٽي ۽ هندستان جون مختلف شاخون سيد موصوف جي نسل مان هليون آهن.

سيد صدر الدين جي پٽ سيد بدر عالم جو پٽ شعبان الملت سيد مرتضيٰ هو، جيڪو جهونسي ۾ وڃي مقيم ٿيو. منبع الانساب جو مؤلف انهيءَ بزرگ جي اولاد مان آهي. راقم وٽ برٽش ميوزيم جي نسخي (OR226) جو فوٽو (268 ورق) آهي. ڪتاب بيحد مفيد ۽ مستند آهي.

60. **شجره سادات:** سيد قنبر علي رضوي بکري، تاليف: 1261هه / 1845ع (8X5 ورق 112) هيءُ ڪتاب پڻ ساڳي سيد محمد مڪي بکري ۽ ان جي اولاد جي نسب نامن تي آهي. بکر جي سيد قنبر علي ابن غفران پناه سيد امان علي شاه رضوي البکري تاليف ڪري 11 - ربيع الاول 1261هه / 1845ع جو پورو ڪيو. ترقيمه ۾ مؤلف لکي ٿو تہ: ٻين ڪتابن کان علاوه هُن ٻن رسالن تان- جيڪي سيد نور محمد ولد سيد حافظ غلام حسين ۽ سيد بسم الله شاه جي دستخطن ۾ هئا، (غالباً تاليف بہ سندن هئا) مواد حاصل ڪيو.

ڪتاب ڇئن حصن تي مشتمل آهي، جن ۾ جمله 54 عنوان آهن. آخر ۾ سيد جلال سرخ، مخدوم لعل شهباز ۽ سيد علي لڪعلوي (جد اعليٰ راقم الحروف) جا شجرا ڏنل آهن. ڪتاب جي حاشين تي پوءِ جي اولاد جا اضافا آهن.

هن ڪتاب ۾ خاص طرح انهن شاخن جا نسب موجود آهن، جيڪي سنڌ اندر پکڙيون. ڪتاب جو هڪ نسخو مرحوم سيد•مير الهورائي شاه روهڙي واري وٽ

---

[1] صاحب عوارف المعارف، مدفون بغداد.

هو. جنهن تان سيد محمد مڪي ۽ سندس پٽن تائين جو احوال منهنجي برادر بزرگوار پير علي محمد راشدي 1934ع ۾ نقل ڪري ورتو هو ۽ هن وقت راقم وٽ موجود آهي. هڪ نسخو نئين ۾ آهي، جنهن جي آخر ۾ عبارت آهي: بتاريخ بيستم شوال 1298هه /81-1880ع (از: مير حقير غلام مرتضيٰ مرتضائي.)

هيءُ ڪتاب هر لحاظ کان مستند ۽ قيمتي آهي. منجهانئس ڪيترن تاريخي حقيقتن سان گڏ اهو پڻ ظاهر ٿئي ٿو تہ: راقم الحروف جي جد اعليٰ سيد علي لڪعلوي، سيد صدر الدين جي عقد ۾ پنهنجي نياڻي ڏني هئي ۽ سيد صدر الدين انهيءَ رشتي سبب، سيوهڻ جي قلعي جي قريب رسول پور نالي ڳوٺ ٻڌو، جيڪو پوءِ موضع رفيعان جي نالي سان مشهور ٿيو ۽ سيوهڻ جي پرڳڻي خطي ۾ هو. غالباً اِهو اُهوئي ڳوٺ آهي، جتي سيد مراد شيرازيءَ جو ڏاڏو سيد محمد 786هه /1384ع ۾ اچي مقيم ٿيو هو. سيد صدر الدين محمد خطيب پنهنجي والد جي حڪم تي موٽي بکر جي ويجهو عالي واهڻ جو ڳوٺ ٻڌائي ان ۾ مقيم ٿيو

سيد صدر الدين کي سيد علي لڪعلوي جي نياڻيءَ مان چار پٽ ۽ ٻہ نياڻيون ٿيون:

(1) سيد خواجه مخدوم تاج الدين محمد (اول)

(2) سيد قطب الدين

(3) سيد ڪمال الدين

(4) سيد جمال الدين

(5) بي بي تاج خاتون

(6) بي بي حاج خاتون.

خاندان جي ابتدائي احوال ۾ هيٺيون حقيقتون نهايت دلچسپ آهن. مثلاً:

1- ڪتاب جي ابتدائي ورق تي هڪ رباعي لکيل آهي، جيڪا سيد نبي بخش جي روايت مطابق سيد محمد مڪيءَ جي آهي:

ياد ست مرا اين سخن. از صاحبِ دردي
مردي نشوي! تانہ ڪني خدمتِ مردي
هرگز نہ ڪني خدمت ڪس ڪہ. نڪرد است
در عهد جواني، ادبِ صاحب دردي

(هيءُ ڳالهہ /قول، صاحب درد (عاشق) جو مون کي ياد آهي تہ، مرد نہ ٿيندين جيستائين، مرد جي خدمت نہ ڪندين. انهيءَ جي هرگز خدمت نہ ڪندين، جنهن جوانيءَ جي زماني ۾ صاحبِ درد (عاشق) جو ادب نہ ڪيو آهي.)

2- سيد محمد مڪي جي گهر واري جيڪا شهاب الدين سهرورديءَ جي نياڻي ٿئي، ان جو نالو بي بي فاطمہ هو. بي بي صاحبہ جو مقبرو مڙس جي مقبري جي اولاهينءَ ديوار سان لڳ ٻاهران آهي.

3- بي بي زينب خاتون سيد احمد بخاريءَ (؟) جي نياڻي، سيد صدر الدين جي گهر ۾ هئي. يعني پهرين سيد علي لڪعلوي جي نياڻي ۽ ٻي هيءَ بيبي. هن بي بي صاحبہ جو مدفن سيد محمد جي تربت سان گڏ اولهہ ڪان آهي. [1]

4- سيد جي مدفن گاه واري زمين کي 'سران پني' (؟) سڏيو ٿي ويو.

5- سيد صدر الدين بکر جي ٻيٽ ۾ جاءِ ٺهرائي، جنهن ڪان پوءِ قلعو ٻڌو ويو. (؟)

6- سکر جو شهر بہ صدر الدين ٻڌو. (؟)

7- نصرت خان (برادر سلطان علاءُ الدين خلجي؟) پنهنجي نياڻي سيد بدر الدين کي ڏني.

8- سيد صدر الدين کي ٻن گهرن مان جملي ڏهہ پٽ ۽ ٻہ نياڻيون ٿيون.

9- سيد بدرٌ الدين سيد محمد مڪي جو وڏو پٽ هو، جنهن هيٺيون سنڌي بيت پڙهيو:

ڪنئين تان هارئين، مرين تہ وڃين واءِ،
ٻنهي منجهئون هڪڙي، چڱي نہ ٿئي ڪاءِ.

10- سيد بدر الدين پنهنجي نياڻي سيده زهرا خاتون سيد جلال الدين سرخ بخاريءَ کي ڏني. [2] جنهن مان سيد محمد غوث ڄائو ۽ بي بي صاحبہ ويم ڪندي فوت ٿي وئي. سيد بدر الدين ڪيس بي بي فاطمہ نالي ٻي نياڻي ڏني.

---

(1) افسوس آهي جو سيد محمد جي مزار کان سواءِ باقي سڀ نشان مٽجي ويا آهن. راقم الحروف پنهنجي برادر بزرگوار سان گڏ اهو قبرستان پهريون دفعو 1929ع ۾ ڏٺو. ان وقت ڪيترين قبرن شڪستہ حالت ۾ موجود هيون، جيڪي اڄ نابود ٿي چڪيون آهن. ان وقت سيد جي قبر جي لوڙهہ واري قديم پٿر جي چٽن ڪنارن تي پراڻي خط ۾ نسب نامو اڪريل هو، جيڪو پڻ بعد ۾ چوني گچ جي پلاستر سبب ختم ٿي ويو. تازو مزار ۽ ان جي متعلقات جي مرمت ڪرائي قدامت جي قيمتي آثارن کي مٽائي تاريخ جو سخت نقصان ڪيو ويو آهي. محڪمہ آثار قديمہ وارن کي گهرجي تہ انهيءَ مزار کي صاف ڪرائي قديم لوڙهہ جي اصل صورت ظاهر ڪرائين. (فارسي ايڊيٽر: سيد حسام الدين راشدي)

(2) اخبار الاخيار ۾ پڻ مذڪور آهي. ص59 (فارسي ايڊيٽر)

11- سيد بدر الدين جي ٻن پٽن (نصرت خان جي ڏهٽن) سيد مرتضيٰ ۽ سيد سعد الدين ملتان جي لانگاهہ سلطانن مان سگ ورتا. سيد مرتضيٰ کي هڪ پٽ ۽ ٻہ نياٽيون انهيءَ لانگاهہ ٻي يءَ سان ٿيا. سيد مرتضيٰ جي هڪ نياٽي سيد احمد ڪبير بن جلال سرخ بخاريءَ کي ڏني وئي، جنهن مان سيد جلال جهانيان جهان گشت (707هہ/1307ع) ۽ راجو قتال ڄاوا. اها بي بي صاحبہ روهڙيءَ ۾ مدفون آهي.

12- سيد علي لڪعلوي جي نياٽيءَ مان سيد صدر الدين کي جيڪي ٻہ نياٽيون (بي بي حاج ۽ بي بي تاج) ٿيون، سي ننڍپڻ ۾ فوت ٿي ويون. پٽن مان سيد جمال الدين ۽ سيد ڪمال الدين لاولد فوت ٿيا. سيد مخدوم خواجہ بن تاج الدين اول (سيد مرتضيٰ ولد سيد بدر الدين جي نياٽي) کي ٻہ پٽ ٿيا. سيد ميران ۽ سيد تاج الدين ثاني.

سيد ميران کي چار پٽ ٿيا: سيد سعد الدين، سيد صدر الدين، سيد بهاؤالدين، سيد بهرام. انهن جو اولاد بکر ۾ رهيو.

سيد تاج الدين کي ٽي پٽ ٿيا: سيد ناصر الدين، سيد نجم الدين ۽ سيد ابوالغيث. انهن جي اولاد مان ڪيترا صاحب طريقت ۽ اهل دل پيدا ٿيا. مثلاً: شاهہ نظام الدين ناصرائي، حضرت شيخ سوائي، حضرت شاهہ عنايت رضوي، حضرت شاهہ عيسيٰ قتال، حضرت حيدر حقاني (دفن روهڙي) ۽ حضرت شاهہ عيسيٰ نوبهار.

سيد ابوالغيث بکر جي قلعي ۾ دفن آهي، سندس مقبرو موجود آهي. (احوال ڏسو - تحفة الڪرام ج3 ص126)

سيد صدر الدين جي ٻئي پٽ سيد قطب الدين کي هڪ پٽ سيد صفير الدين هو، جنهن جي نسل مان کي ٿورا سادات ٿيا، جيڪي بکر ۾ رهيا.

مٿين قسم جي قيمتي مواد کان علاوه ڪتاب ۾ دلچسپ جغرافيائي معلومات پڻ موجود آهي. مثلاً:

13- ڪنديارو (پرڳڻو دربيلو) بکر کان ست ميلن جي فاصلي تي هو.

14- قلعي بکر لاءِ هيٺين حقيقت لکي وئي آهي: 92 طنابون مدور- 15 گز ارتفاع ٻاڙ کان ڪنگري تائين- عرض ۾ ديوار ڪٿي ڇهہ گز ۽ ڪٿي گهٽ وڌ- دروازا چار:

(1) دروازو ڪُن: مابين جنوب و مشرق

(2) دروازو ڪڪري: جانب جنوب

(3) دروازو ڪرڙي: جانب شمال

(4) دروازو ناڪ: مابين شرق و شمال

برج 61- ڪنگرا 735 - طول دروازي ڪُن کان دروازي ڪرڙي تائين 25 طناب - عرض دروازي ناڪ کان ڪڪريءَ تائين 21 طناب - جنهن وقت همايون بکر جي سامهون آيو، ان وقت سلطان محمود وڏي قلعي جي سامهون ٻيو قلعو شير حاجي(؟) جي نالي سان برپا ڪيو. جيڪو 125 طنابون مدور، تري کان ڪنگرن تائين ساڍا ٻارنهن گز اپو ۽ ديوار جو عرض 4 گز. وڏي قلعي جي مقابل هن قلعي جو دروازو هو. قلعي ۾ 72 برج هئا. منجهس ٻه باغ جوڙايائين، جن مان هڪ ستن بيگن ۾ نظر گاهه جي نالي سان ۽ ٻيو پنجن بيگن ۾ گذر گاهه جي نالي سان سڏيو ويو.

15- بکر جي قلعي مان ميرگيسوءَ جي اچڻ بعد سادات نڪتا،[1] جيڪي روهڙيءَ ۾ وڃي 700 سو گهر آباد ڪري وينا.

16- روهڙيءَ جو شهر سيد سعد الدين ٻڌو. لُهري نالي ٽڪر تي هو جنهن ڪري لُهري (روهڙي) سڏيو ويو ۽ مشهور ٿيو.[2]

16- سيد محمد مڪي جو شجرو ڪتاب ۾ هن ريت ڏنل آهي: سيد محمد بن سيد محمد شجاع بن سيد ابراهيم بن سيد قاسم بن سيد زيد بن جعفر اصغر بن حمزه بن امير هارون بن عقيل بن اسماعيل بن امام جعفر ثاني بن امام علي نقي بن امام محمد تقي بن امام علي موسيٰ رضا بن امام موسيٰ ڪاظم بن امام جعفر صادق بن امام محمد باقر بن امام زين العابدين بن امام حسن بن حضرت علي ڪرم الله وجهه[3]

---

[1] تاريخ معصومي ۾ لکيل آهي ته ساداتن کي شاهه بيگ ارغون قلعي مان ڪڍي روهڙي ۾ آباد ڪيو. (فارسي ايڊيٽر)

[2] روهه سنڌيءَ ۾ ٽڪر کي چئبو آهي. ٽي سگهي ٿو ته روهه- ڙي مان روهه واري آبادي مراد هجي.

[3] مولانا دين محمد وفائي مرحوم سن 1935ع کان اڳ قبر جي لوڙهه وارو شجرو پڙهي نقل ڪيو هو. پاڻ لکي ٿو ته: لوڙهه سنگ سرخ جو آهي. ڪتبي جا ڪي اکر مٽجي ويا آهن. پاڻ شجرو هن ريت ڏنو اٿائين:

تعويذ قبر حضرت قطب الاقطاب، سلطان العارفين، امير المومنين، سيد محمد مڪي بن سيد شجاع نور الله مضجعه بن سيد ابراهيم بن سيد قاسم بن سيد زيد بن سيد حمزه بن سيد هارون بن سيد عقيل بن سيد اسماعيل بن امير المؤمنين سيدنا جعفر ثاني بن امام علي نقي (هلندڙ)

## 12- خاندان راشديہ

سنڌ جو معروف روحاني گهراڻو سيد علي لڪعلويءَ جي اولاد مان حضرت پير محمد راشد رحمه الله عليه جو آهي، جيڪو سندن نالي پٺيان راشدي سڏجي ٿو. انهيءَ خاندان سنڌ اندر اڻ وسرندڙ ديني ۽ علمي خدمتون ڪيون آهن. هيٺيان ڪتاب انهيءَ سلسلي متعلق آهن:

61- **جامع الفيوضات:** (از- خليفو محمود ڪڙئي وارو "1248") حضرت پير سائين محمد راشد روضي ڌڻي (1233ھ/1817ع) جي ملفوظات آهي، جنهن ۾ هڪ مقدمو هڪ خاتمو ۽ 23 باب آهن. هيءُ ڪتاب معلومات جو وڏو ذخيرو آهي. تيرهين صدي هجريءَ جي سنڌ جو معاشرو منجهانئس چٽيءَ ريت معلوم ٿئي ٿو. مدرسا ۽ تعليم، سياسي ۽ سماجي ا- ل، خدا وارن جا قصا، اصحاب ڪمال جو بيان، حڪيمن ۽ حاڪمن جون ڳالهيون، مطلب ته ڪتاب سراسر هڪ خزانو آهي. ڪتاب جا سنڌ ۾ ڪيئي نسخا موجود آهن. منهنجي برادر بزرگ جناب پير علي محمد راشدي صاحب، نهايت اعليٰ درجي جو سنڌي ترجمو ڪيو آهي، جيڪو راقم الحروف وٽ موجود آهي. بين سنڌي ترجمن کان زياده مستند ۽ فصيح آهي. انهيءَ ملفوظات تان پير سائين جن جي مفصل سوانح پڻ پير صاحب تيار ڪئي هئي، جيڪا بدقسمتيءَ سبب گم ٿي وئي. انهن کان بهتر شايد وري ڪڏهن تيار ٿي نه سگهي.

62- **المحبوبية المحموديہ:** از- خليفو محمود ڪڙئي وارو: هيءُ ڪتاب پير سائين روضي واري جي تعليمات ۽ افڪار متعلق آهي. ڪتاب ۾ تصوف جا ڪيئي نڪتا واضح ڪيا ويا آهن.

---

بن امام محمد تقي بن امام شاه علي موسيٰ رضا بن امام موسيٰ ڪاظم بن امام جعفر صادق بن امام محمد باقي بن امام علي زين العابدين بن حضرت امام حسين بن حضرت امير المؤمنين امام المشارق والمغارب اسدالله الغالب بن ابي طالب رضي الله تعاليٰ عنهم.

مولانا لکيو آهي ته ڪتبي مان ظاهر ٿئي ٿو ته سيد محمد مڪي شيخ شهاب الدين سهرورديءَ جو سڌو سنئون ڏهٽو هو. (الوحيد آزاد نمبر ص61) معلوم ٿئي ٿو ته مولانا ڪتبو هوبهو نقل نه ڪيو آهي ورنه ڊنل اکرن جي جاءِ تي نقطا ڏئي ها ۽ شيخ شهاب الدين واري عبارت متن ۾ ساڳي طرح لکڻ ڪپندي هئس. بهرحال جيڪڏهن اهو ڪتبو دوباره صاف ڪيو وڃي ته هوند معلوم ڪري سگهبو ته ڪتبو ڪيئن آهي ۽ ڪهڙي زماني جو آهي. (فارسي ايڊيٽر)

**63- سراج العاشقين:** خليفو محمد ملوڪ چانڊيو (تاليف: 1244هه/29-1828ع): هيءُ خليفي محمود جي ملفوظات سندس مٿين مريد گڏ ڪئي آهي. چوٿائي فل اسڪيپ جي 121 ورقن ۾ آهي ۽ هر صفحي ۾ 13 سٽون آهن.

**64- ملفوظات:** خليفو محمد حسين مهيسر ناڙيوال: پير صاحب روضي ڌڻيءَ جي ملفوظات آهي، جيڪا سندن مريد خليفي محمد حسين مرحوم تاليف ڪئي. هيءَ ملفوظات پڻ معلومات سبب بيحد قيمتي آهي.

**65- صحبت نامو:** خليفو محمد حسين: پير صاحب روضي ڌڻيءَ جي سوانح تي هيءُ رسالو 1248هه/ 33-1832ع ۾ لکيو ويو. جنهن کي خليفي محمود ڪڙيه واري 'المحبوبية المحموديه" ۾ شامل ڪيو آهي.[1]

**66- مڪتوبات**[2]: هي مڪتوبات پير سائين محمد راشد روضي واري جا آهن، جيڪي پنهنجي مختلف مريدن ۽ دوستن ڏانهن لکيا اٿئون ۽ منجهن تصوف ۽ مذهب جا ڪي ئي مسئلا ۽ نڪتا بيان ڪيا ويا آهن. ڪتاب جا ڪيئي نسخا سنڌ جي مختلف ڪتب خانن ۾ موجود آهن. ڪتاب ۾ هيٺين ماڻهن ڏانهن خط آهن:[3]

(1) در جواب خليفه محمد حسين

(2) در جواب سد مرتضيٰ علي شاهه

(3) در جواب محمد صالح طالب العلم

(4) در جواب مير مبارڪ خان ولد مير سهراب خان ٽالپر

(5) در جواب مخدوم ميان احمد نصرپوري

---

(1) هن ڪتاب جو "صُحبت سُپرين جي" نالي سان سنڌيءَ ۾ ترجمو، مفتي عبدالرحيم سڪندري شاهه پور چاڪر واري ڪيو آهي. (مترجم: ڊاڪٽر عبدالرسول قادري))

(2) هي مڪتوبات ڊاڪٽر نظر حسين سڪندري جي Ph.D جي ٿيسز تي آهي، جيڪا شايع بہ ٿي آهي.

(3) **مڪتوبات روضي ڌڻي:** مڪتوبات شريف ۾ حضرت سيد محمد راشد روضي ڌڻي (1171هه - 1234هه) جا فارسيءَ ۾ 46 خط آهن. اهي خط قلمي صورت ۾ هئا. اهي خط ڊاڪٽر نذر حسين شر سڪندري ايڊٽ ڪري سنڌ يونيورسٽي مان "مڪتوبات ۽ سوانح حيات سيد محمد راشد روضي ڌڻي" جي عنوان سان پي ايڇ. ڊي ڪئي آهي. سال 1996ع ۾ هي تحقيقي مقالو مدرسہ دارالهديٰ شاهپور چاڪر ضلعي سانگهڙ مان شايع ٿيو آهي. هن تحقيقي مقالي ۾ حضرت روضي ڌڻيءَ جا اصل 46 فارسي. خط انهن خطن جو سنڌي ترجمو ۽ حضرت روضي ڌڻي جي مڪمل سوانح حيات بہ شامل آهي ۽ راشدي خاندان جي مختصر تاريخ بہ سمايل آهي. ڇپيل مڪتوبات ۽ سوانح حيات جو مواد 663 صفحن تي پکڙيل آهي. (مترجم: عبدالرسول قادري)

(6) در جواب ميان غلام محمد ساڪن لڪڙي

(7) در جواب غلام علي فقير ڪنّياڻ

(8) در جواب ميان احمد نصرپوري

(9) در جواب غلام علي فقير ڪنّياڻ

(10) در جواب ميان عبدالمجيد ساڪن ديهہ ڪوڪر

(11) در جواب غلام علي فقير ڪنّياڻ

(12) در جواب غلام علي فقير ڪنّياڻ

(13) در جواب در شرح معاني بيت مولانا. بشنواز...... الخ

(14) در جواب خليفہ محمد حسين ساڪن ڳوٺ ناڙي

(15) در جواب ميان محمد حسين ڳوٺ ناڙي

(16) در جواب محمد حسين ساڪن ڳوٺ ناڙي

(17) در جواب خليفہ محمد حسين سڪنہ ناڙي

(18) در جواب سيد ميان غلام مرتضيٰ شاهہ

(19) در جواب مخدوم پير محمد ساڪن ڏيپارجا

67. **حالات مخدوم محمد اسماعيل پريان لوئي:** (مؤلف - نامعلوم).
هيءُ ڪتاب 106 صفحن تي آهي. منجهس پير سائين محمد راشد جي مرشد حضرت مخدوم محمد اسماعيل پريان لوئي جا حالات ملفوظات ۽ اقوال جمع ڪيا ويا آهن. ڪتاب ۾ ڪيترن معاصر بزرگن مخدوم صاحب جي دوستن ۽ خليفن جو مذڪور آهي.

68. **خزانة المعرفت:** از - پير سائين علي گوهر شاهہ متوفي: 1263هہ / 1847ع: پير سائين محمد صبغت الله شاهہ (متوفي: 1246هہ /1830ع) بن پير سائين محمد راشد (متوفي: 1233هہ / 1817ع) بن محمد بقا شهيد (متوفي: 1198هہ / 1783ع) جي ملفوظات آهي. جنهن ڪي سندن فرزند پير علي گوهر 1255هہ /1839ع ۾ تاليف ڪيو.

ڪتاب ۾ هڪ مقدمو ۽ 17 باب آهن. هر باب ۾ متعدد فصل ۽ آخر ۾ خاتمو آهي. فصل جملہ 78 آهن.

حسب دستور ڪتاب ۾ جا بجا تاريخي، سياسي ۽ سماجي واقعا موجود آهن. پير صبغت الله شاهه ۽ ٻين ڪيترن شاعرن جا بيت مثال طور آيل آهن.[1]

69. **خزانة الاسرار:** پير سائين صبغت الله شاهه جي يارهن خطن جو مجموعو آهي، جنهن کي پير سائين علي گوهر شاهه مرتب ڪيو آهي. هيٺين ماڻهن جي نالي تي خط آهن:

1- مير مرزا ٽالپر
2- مير ولي محمد ٽالپر
3- خليفو ميان محمد نبي بخش ۽ خليفو ميان بخش علي
4- مير ولي محمد ٽالپر
5- مير پورو ٽالپر
6- در حل معاني ابيات محرم راز عارف شيرازي[2]
7- ميان الهداد ۽ محمد شفيع
8- خليفو ميان سلطان
9- خليفو محمد اسماعيل (در انڪشاف معني بيت)
10- سيد مير نور علي شاهه لڪوي (در حل بيت مثنوي)
11- خليفو ميان اميد علي

70. **ملفوظات:** پير محمد ياسين جهنڊي وارو (پير سائين جاين وارو): هيءُ ملفوظات سنڌس پٽ پير هدايت الله مرتب ڪئي آهي.[3]

71. **تحفة المحبين:** (قاضي فتح محمد نظاماڻي ٽنڊو قيصر. 1322هه / 05-1904ع) پير رشيد الدين (بيعت ذٽي) جهنڊي واري جي ملفوظات، فل اسڪيپ سائيز جي 356 صفحن ۾ آهي. پير جهنڊي وارن جي ڪتب خاني ۾ جيڪو نسخو آهي، ان جو ڪاتب محمد حسين جمالي آهي، جنهن 22- رمضان 1322هه تي لکي پوري ڪئي.

72. **تنوير القلوب في صراط المطلوب:** از پير ضياء الدين شاهه (صاحب العلم خامس) هيءُ ملفوظات پير رشد الله شاهه (خلافت ڏٽي) جي آهي، جنهن

---

(1) هيءُ ڪتاب بہ جامعه راشديه طرفان شايع ٿيو آهي. (مترجم)
(2) يعني خواجه حافظ شيرازي
(3) هيءُ ملفوظات بہ شايع ٿيل آهي. (مترجم)

كي سنڌيءَ ۾ سندن فرزند پير ضياء الدين شاهه مرحوم فل اسڪيپ سائيز جي 189 صفحن تي تاليف ڪيو.[1]

**73- ملفوظات:** (حافظ محمد صديق مرحوم پرچونڊي): پير سائين روضي واري جي مريد حافظ محمد صديق پرچونڊيءَ واري جي ملفوظات آهي.

**74. سلسلہ قادريہ:** (1326ھ از - پير علي اصغر شاهه بن پير حزب الله شاهه بن پير علي گوهر شاهه بن پير صبغت الله شاه اول): هيءُ منظوم فارسي ڪتاب ٻن حصن ۾ آهي. پهريون حصو حضور سرور ڪائنات کان وٺي امام علي موسيٰ رضا جي احوال تائين آهي، جنهن جي آخر ۾ (183-204) پير سائين محمد راشد جي ابن ڏاڏن جو نسب ڏنو ويو آهي.

ٻيو حصو (210-267) بزرگن جي سرسري ۽ روايتي حالات تي آهي، اهو حصو نامڪمل آهي. ڪتاب مصنف جي هٿ اکرين آهي.

## 13- متفرق

هن هيٺ اهي متفرق ڪتاب ڏيکاريا وڃن ٿا، جيڪي مختلف بزرگن ۽ مشائخن جي انفرادي احوال ۾ لکيا ويا آهن.

**75- عمدة الاثار في تذڪار اخيار الڪتبار:** هيءُ ڪتاب مولانا مرحوم حافظ مفتي محمد قاسم ڳڙهي ياسين واري ڪٻار عالمن جي حالات تي لکيو آهي. 1963ھ ۾ ڇاپيو ويو.

**76- تحفة ڪريميہ:** مولانا قاضي محمد ابراهيم ڪارڙوي. هيءُ ڪتاب علامه عبدالڪريم ڪورائيءَ جي احوال ۾ سنہ 1945ع تي شايع ٿيو.[2]

---

(1) **"تنوير القلوب في صراط المطلوب":** جو ليکڪ سيد پير رشد الله (1277ھ - 1340ھ)، درگاهه پير جهنڊو وايا نيو سعيد آباد جو چوٿون نمبر گادي نشين هو. سندس لقب "خلافت ڏٺي" هو. هي بزرگ اهل علم ۽ فيض ۽ هدايت جو صاحب هو. سندس فيض ۽ برڪت، هدايت ۽ نصيحت وارن نڪتن ۽ گفتن کي سندس فرزند ضياء الدين شاهه (صاحب العلم الخامس) فارسيءَ مان ترجمو يا سنڌيءَ ۾ مرتب ڪيو.

هن ڪتاب جو اصل نالو تہ "تنوير القلوب" آهي، پر مريدن ۾ "ملفوظات خلافت ڏٺي" نالي مشهور آهي. موجوده وڃين ڪوٽ جي ڇهين گادي نشين پير وهب الله شاهه راشدي مرحوم هن ملفوظات کي "پرائم پرنٽرز حيدرآباد" مان پنج سو ڪاپين جي تعداد ۾ غالباً 2003ع يا 2004ع ۾ ڇپرايو آهي. ملفوظات جي ترتيب روايت نقل ڪندڙ راوين جي نالي الف- ب وار ترتيب سان لکيل آهي. هي ڇپيل ملفوظات وڏي سائيز ۾ 272 صفحن تي پکڙيل آهن. (مترجم)

(2) **تحفتہ الڪريميہ:** هن رسالي جو اصل نالو "تذڪره ڪريميہ" ۽ فارسيءَ ۾ 16 صفحن جو رسالو آهي. جنهن ۾ ليکڪ مولوي حڪيم محمد ابراهيم "خليل" ڪارڙائي نزد شهداد ڪوٽ واري پنهنجي استاد حضرت مولانا عبدالڪيم ڪورائي (1305ھ - 1363ھ) جي (هلندڙ)

77- **مڪتوبات:** شاه فقير الله علوي قنڌاري شڪارپوري. هن ڪتاب ۾ شاهه فقير الله جا سياسي ۽ ديني خط آهن، جيڪي مختلف معاصرن ڏانهن لکيا اٿئون. ڪتاب ڇپيل ۽ عام آهي.

78- **قطب الارشاد:** (شاهه فقير الله علوي). شاهه صاحب جي پنهنجي تصنيف آهي، جنهن ۾ تصوف ۽ دين جا مختلف مسائل بحث هيٺ آندا ويا آهن.

79- **مڪتوبات:** مخدوم عبدالله نرئي وارو. ڪنز العبرت جي مصنف هي خط مخدوم عبداللطيف ٺٽويءَ ڏانهن لکيا آهن. ڪتاب خطي آهي.

80- **سوانح شاهه عثمان فراشي:** هيءُ ڪتاب راقم ڪونه ڏٺو آهي. مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي وٽ نسخو موجود آهي.

81- **انتخاب لطائف سير:** (تصنيف قاضي جيوڻ) (انتخاب - از: فقير علي مردان اويسي قادري.) هن اختصار ۾ اُچ، ملتان، بهاولپور، اُيي ۽ اباوڙي جي مختلف مشائخن جو ذڪر آهي.

ڪتاب دراصل سلطان التارڪين (؟) جي حالات تي آهي ۽ ضمناً بين بزرگن جو احوال بہ اچي ويو آهي. واقعات ۾ 1230هه-1814ع-1235-1819ع-1261هه-1845ع سال ڏنا ويا آهن. تاليف انهيءَ ڪان پوءِ جي سمجهڻ گهرجي.

82- **تذڪرة الانساب:** هيءُ رسالو منهنجي برادر بزرگ پير علي محمد راشديءَ جي هٿ اکرين (12- آڪٽوبر 1932ع) نقل ٿيل آهي. مصنف جو پتو ڪونہ آهي. 59 صفحن جي هن مختصر رسالي ۾ ڪيترن مشائخن ۽ قبيلن جا شجرا ڏنل آهن. مثلاً:

(1) مخدوم فيروز قريشي ٺٽوي
(2) قاضيان ملاڪاتيار
(3) مخدوم سرور نوح هالا
(4) بهاؤالدين زڪريا ملتاني
(5) لاکيار، لاکا، لنجار، چنا، ساند، سما
(6) لعل شهباز قلندر

---

مختصر جامع سوانح عمري لکي آهي. ساڳئي وقت مولانا ڪورائي، مرحوم علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي جو بہ استاد آهي. ان ڪري علامہ قاسمي پنهنجي استاد جي ياد قائم رکڻ لاءِ هي فارسي رسالو سپٽمبر 1981ع ۾ حيدرآباد مان ڇپرايو هو. هي مختصر ۽ معلومات افزا رسالو آهي. (مترجم)

(7) مير معصوم بکري

(8) لکياري سادات

(9) مٽياري سادات

هي اهي فارسي[1] ڪتاب آهن، جن جي پاڻ کي ڄاڻ ملي سگهي آهي، انهن کان سواءِ سنڌ اندر اجا ڪيترو صوفياڻو لٽريچر موجود هوندو، اُن جي خبر خدا کي آهي.

## تاريخي اهميت

سنڌ جي انهيءَ صوفياڻي لٽريچر کي نہ فقط ديني سلسلي ۾ وڏي اهميت حاصل آهي، بلڪ سياسي، سماجي ۽ ادبي تاريخ ۾ پڻ اهو لٽريچر اهم ترين مواد جي حيثيت رکي ٿو. تذڪرن، ملفوظات ۽ مڪتوبات ۾ سنڌ جي ڪيترن معاصر سياسي واقعن جا اشارا بيان ٿيل آهن. ڪيترن ڳوٺن جي جاگرافي ڇاڻاڻي وئي آهي، سماجي صورت حال جا حوالا ملي وڃن ٿا ۽ سنڌ جي ادبي تاريخ جي سلسلي لاءِ بي شمار غير معروف شاعرن جا بيت پڻ آيل آهن، جيڪي ادبي ذخيري جي ڪيترن گمنام گوشن کي پڻ روشن ڪن ٿا. مثال لاءِ هن هيٺ مختلف ڪتابن مان اقتباس ڏجن ٿا، جن مان اندازو ٿيندو، تہ اسان جو اهو صوفياڻو ادب ڪيتريءَ اهميت جو حامل آهي.

**شاهہ شجاع ۽ سنڌ:** خليفي محمود 'المحبوبية المحموديه' ۾ شاهہ شجاع افغانيءَ متعلق جيڪي لکيو آهي، انهيءَ مان معلوم ڪري سگهجي ٿو تہ سنڌ اندر غنيم جي اچڻ ڪيتري قدر امن ۽ اطمينان ۾ زخنو وڌو هو.

"در همان ايام شاه شجاع الملک بر ملک سند بدهشت و مهابت لشکر کشيده، چنانکہ در مردمان تفرقہ عظيم بنظر مي آمد. عاقبت چونکہ خوانان تالپر حاکمان سند در مقابلۂ او لشکر کشي نمودند. بگرفتن اندک ماليات بہ بهانه خراج گيري کرده، باز رفتہ."[2]

[1] ڇاڻايل ڪتابن ۾ ٻہ-ٽي سنڌي ۽ هڪ اڌ عربي ڪتاب پڻ اچي ويو آهي. باقي سمورا فارسي آهن. (فارسي ايڊيٽر)

[2] ص432

**ترخانن جو اخلاق:** سياسي واقعات سان گڏ انهن ڪتابن ۾ ڪيترا اهڙا واقعا لکيا ويا آهن، جيڪي سنڌ جي ڪن اهم ماڻهن جي ذاتي اخلاق ۽ ڪردار تان پردو کڻن ٿا. اهڙا واقعا تاريخ جي ڪتابن ۾ ملڻ ناممڪن آهن. مثلاً: سنڌ جي ترخاني حاڪم ميرزا پائنده (متوفي 1001هه / 1593ع) متعلق 'دليل الذاڪرين' جو مؤلف لکي ٿو ته: هن مخدوم سرور نوحؒ جي روضي ۾ هڪ عورت کي هٿ وڌا هئا. ساڳيو مؤلف اهو به ٻڌائي ٿو ته: انهيءَ وقت جي صوفياڻي معاشري ۾ امرد پرستيءَ جو رواج، مجازي عشق جي سلسلي ۾، تمام ڪثرت سان هو. اهڙيءَ طرح ميرزا جانيءَ جي وفات ۽ ميرزا غازيءَ جي مسند نشينيءَ جو واقعو، ٺٽي جي مغل حاڪم شاد خان ۽ امير ابوالبقا جي سلسلي جا معاملا تاريخ لاءِ وڏي اهميت رکن ٿا. ٺٽي جي مغل حاڪم سيد بايزيد لاءِ لکي ٿو ته: هو حضرت متيءَ جو ڏاڍو معتقد هو.

**نادر شاه جي ڪاهه:** 'فردوس العارفين' جو صاحب خواجه ابوالمساڪين جي احوال ۾ لکي ٿو:

"حضرت ابوالمساکين..... عزم مکه کرده اند. بعضي خواص سبب تعجيل پرسيد. فرمودند که: نور محمد عباسي بما اخلاص دارد، بلائ بر او نازل شده. از آن، ملک را گذاشتن مشورت است کہ تقدير با گشت نخواهد شد. وبصورت بودنِ ما در سند، ملتجي ميشود و باز، سبب عدم حصولِ مرامش، بد عقيده ميگردد. واز بدئ عقيدت خوف سوئ خاتمه اش باشد. وآن بلا، کنايه از تفرقه نادريه است که واقع شده و حادثه قويه بوده."

**مدد خان جي گهل:** متعلق ساڳيو مؤلف لکي ٿو:

"گفت: در قحطي کہ بعد از تفرقه مدد خان افغان واقع شده بود و آن سخت ترين حوادث شمرده اند. چنانچہ مردم يکديگر را خورده اند. من مدتِ شش ماه بوده ام دران خانقاه بي طعام."

ساڳي مدد خان جي سلسلي ۾ "صبح السبطين" جي صاحب لکيو آهي:

"و همدرين سال مدد افغان خراساني بالشکر فراوان آواره شده در ملک سند افتاد. و ميران بريگستان گريخته رفتند و خراسانيان.

رعاياۓ سند را بانواع تاراج و تعدي عاجز و تنگدست نموده باز گشتند. واين واقعہ را- 'مدد جي پڳي'[1] — گويند."

**شجاع جي گهل:** جو ذڪر ڪندي "فردوس العارفين" جو مؤلف لکي ٿو:

"در سن1219هہ / شاهہ شجاع بہ سند فرود آمده، مردم اوطان و اماڪن گذاشتہ فراري شدند. حضرت ايشان (خواجہ محمد زمان ثاني) نيز برسر جهان، دو منزل از لنواري بيرون رفتہ اند، و در مڪان شريف هرچہ از اسباب باقي مانده بود، بتاراج رفتہ. و اشياۓ روضہ منوره، چون مرآت وقناديل، هم ضايع شده."

**انگريز ۽ سنڌ:** انهيءَ حادثي بعد مخدوم محمد زمان پڪن سرن جو ڪوٽ ٺئي ڪدايو، وقت جي سلطان، مير غلام علي خان کي شڪ جاڳيو تہ مخدوم انگريزن جي چرچ تي اهو ڪوٽ ڪدائي ٿو. مير غلام علي انهيءَ زماني ۾ پنهنجي پوٽي جي نسبت ڪڇ جي جاڙيجن مان ڪرائي هئي. ڪڇ ۾ انگريز موجود هئا، مير انهيءَ شڪ سببان پنهنجا ماڻهو موڪلي ڪوٽ ڍهرائي ڇڏيو. انهيءَ عمل تي مخدوم چيو:

"— در ما گمانيڪہ بستہ اند از سرڪار انگريز، تهمت محض بر درويشان داشت. ترس از خدا نمي دارند. ناگاه خود بخود از خانہ ايشان سرڪار انگريز سر ميڪشد."

انگريزن جي سلسلي ۾ "صبح السبطين" جو مؤلف لکي ٿو:

"— در سنہ1258هہ /ميران تالپر از هيبت انگريزان از خيرپور گريختند و با ميران حيدرآبادي پيوستہ با انگريزان محاربہ ڪردند و شڪست خوردند. پس انگريزان مير نصير خان وغيره حيدرآباديان و مير رستم خان وغيره خيرپوريان را گرفتار ڪرده بہ پونہ وستاره فرستادند. ازان روز ملڪ سند بقبضہ سرڪار انگريز آمد—"

ساڳيو مؤلف انهيءَ ضمن ۾ لکي ٿو:

"— از مولوي منثار مرحوم نقل است ڪہ: چون انگريزان از خراسان هزيمت يافتہ در سند وارد شدند، در آن حين حضرت صالح محمد (راڻي پوري) چنين بزبان راند ڪہ: خدا تعاليٰ مرا

[1] مدد جي گهل پڻ چيو وڃي ٿو. (فارسي ايڊيٽر)

حڪومت نصاريٰ نہ بيناد. و پس هما نطور واقعہ اش کہ انگريزان بہ تمامي ملڪ سند هنوز متسلط نشده بودند کہ آن حضرت وفات يافت."

**سيد احمد شهيد:** ساڳي ڪتاب ۾ سيد احمد شهيد جي سلسلي ۾ پڻ ڪي ئي واقعات بيان ٿيل آهن. مخدوم محمد عابد محدث سنڌيءَ سيد احمد متعلق مخدوم کان ڪي سوال پڇيا آهن. اهڙيءَ طرح ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي ڪشمڪش جا بہ ڪيئي واقعا درج آهن.

**شاهہ عبداللطيف:** مخدوم محمد زمان ۽ شاہ عبداللطيف جي پاڻ ۾ ملاقات ۽ هڪ ٻئي سان بيتن جي ڏي وٺ پڻ انهيءَ ڪتاب جي ذريعي پهريون دفعو معلوم ٿي آهي.

**احمد شاهہ ابدالي:** هيءُ حڪمران سنہ 1167هہ / 1753ع ۾ هندستان تي فوج ڪشي ڪندي ڪهڙن وٽ اچي منزل انداز ٿيو. ان وقت سنڌ اندر جيڪا حالت پيدا ٿي، ان جو تذڪرو 'مخاديم ڪهڙا' جي موءلف هن ريت ڇٽيو آهي:

"— تمامي سند از هيبتِ تابِ بادشاهي گريزان و فراري شده، ٿنڊ هائ بسة بودند. و اينَ موضع ڪهڙه هم ڪلان ٿنبه شده بود. مردمان از هيبت بسيار بحضور حضرت مخدوم صاحب آمدند-"

**نادر شاهي لشڪر جا ڪلور:** نادر شاهہ جي لشڪر سنڌ جو جيڪو حال ڪيو، ان لاءِ ساڳيو مٿيون موءلف لکي ٿو:

"- در وقت آمدن بادشاه نادر شاه، بسبب هجوم لشڪر سلطاني سواران متفرق شده، در هر قريہ جات زد و برد ميڪردند. بيرون شهر.... يڪ دو سوار از هجوم لشڪر.... مخدوم صاحب (پريان لوئي) را گفتند: اي فقير! اين بند گياه ما برداشة برو!.... در همان هنگامۂ عساڪر، شخصي افغان از ڪس با زوري دختر حسينه بطور غصب گريختا نيده برده و لشڪر عود نموده بولايت رفتند."

مخدوم پريان لوئي جي سوانح نگار پڻ افغاني مظالمن جو ذڪر ڪندي اهڙي هڪ واقعي جو حال بيان ڪيو آهي، لکي ٿو:

"- دران قريہ ظالمان افغانان غارتگران افتادند و شهر ڪلي بغارت آوردند، وازان ديهہ يڪخانہ نگذاشتند. پس زن آن شخص

ڪہ بغايت حسين و خوب و مرغوب القلوب بود، آن هم ڪسي
ظالم سيہ و تيره دل برداشة بطرف ملڪ خود برده."

**تيمور شاھ افغان:** تيمور شاھ جي لشڪر ڪشي (1203ھ/89-1788ع) جو ذڪر ڪندي 'تذڪرۂ مخاديم ڪهڙا" جي مؤلف لکيو آهي:

"— لشڪر بادشاه تيمور شاه بر پنجاب يورش نمود، اهل سند تمام در بدر ميگشتند وقحط سالي تمام روئ نمود."

ساڳئي ڪتاب ۾ احمد شاھ، تيمور شاھ، زمان شاھ، شاھ محمود (1218ھ/1803ع) ۽ شاھ شجاع (1219ھ/05-1804ع) جا ڪيترا فرمان ۽ پروانا درج آهن، جن جو تعلق ڪهڙن جي مخدومن سان آهي ۽ انهيءَ دور جي انتظام تي روشني وجهن ٿا. ساڳئي ڪتاب ۾ حيدرآباد ۽ خيرپور جي ٽالپر حڪمرانن جو جستہ جستہ احوال ملي ٿو. افغان بادشاهن ۽ سنڌ جي تعلق متعلق پڻ ڪتاب ۾ ڪافي معلومات آهي. هن ئي ڪتاب مان اهو پتو پوي ٿو تہ افغاني دؤر ۾ سنڌ اندر ڪهڙا ڪاردار هئا.

**ڪرڙيءَ واري جنگ:** 'صبح السبطين" جو مؤلف پناڻن ۽ ٽالپرن جي وچ ۾ ٿيل ڪرڙيءَ واريءَ جنگ جو ذڪر ڪندي لکي ٿو:

"— در 1249ھ/1833ع جنگ ڪرڙي واقع شد ڪہ ميران ٽالپر و سمندر خان افغان وزير شجاع الملڪ بادشاه در سڪر باهم بجنگ آمدند. آخر لشڪر ميران شڪست خورده گريختند. بعضي از آنها در دريائ ڪرڙي غرق شدند و بعضي از دريا عبور نموده در لوهري رسيدند"

**گهوٽڪيءَ واري جنگ:** "صبح السبطين" جو صاحب مير محمد علي خان ۽ مير علي مراد جي جنگ جو ذڪر هن طرح ڪري ٿو:

"— در آغاز خلافت آنجناب (سيد محمد مبارڪ ثاني گهوٽڪي) در شهر صفر 1259ھ جنگ روهيلہ در شهر گهوٽڪي واقع شد، ڪہ مير محمد علي خان ولد مير مبارڪ خان مع بلوچان مسو واهي. بالشڪر مير عليمراد خان- ڪہ افغانان روهيلہ بودند. جنگ ڪرد و فتح يافت. درين محاربہ اڪثر روهيلہ بقتل رسيدند وبعضي مجروح شدند، تني چند امان يافتہ بطرف خيرپور رجوع ڪردند. چون مير

عليمراد خان را خبر شد، بشرط شنيدن معه لشكر جرار و توپجات از خيرپور حمله كرد. در اثنائ راه وقتيكه در پنه عاقل رسيد فير توپجات كنانيد. بمجرد شنيدن آواز توپجات مير محمد علي خان از ماتيله- كه درينجا فروكش بود- بگريخت و از راه ميرپور به تنده نجابت خان رسيد و ازينجا دريا عبور كرده به روجهان روانه شد."

**مولراج واري جنگ:** ساڳيو مؤلف لکي ٿو:

"نيز در 1265ھ /49-1848ع جنگ ملتان واقع شد كه انگريزان با مولراج نواب ملتان- كه سر كشي كرده بود - مجادله نمودند. و درين محاربه يک لک نفر از لشكريان انگريزان مقتول گشت. آخر بسازش ملتانيان، مولراج بدست انگريزان مقيد شد. اورا بطرف كلكته بردند."

## سماجي واقعا

انهن ڪتابن ۾ ڪيترا سماجي ۽ معاشرتي واقعا پڻ اچي ويا آهن، جن مان انهيءَ دور جي سنڌي معاشري ۽ سماج جي صورتحال معلوم ٿئي ٿي. مثلاً: "گلشن اولياء" وارو هڪ جاءِ تي لکي ٿو ته: گروهڙي بزرگ هميشه ڏکو هٿ ۾ ڪٽندو هو. وڏا ماڻهو ۽ عالم ڪٽن تي ويهندا هئا، باقي ٻي مخلوق سندن سامهون پٽ تي ويهندي هئي. ڪلهوڙا ٻين محصولن سان گڏ زمين تان مٽڪي وٺندا هئا. هڪ دفعي ڪنهن مذهبي مسئلي متعلق مناظرو ٿيو، مخدوم محمد هاشم جي پٽ مخدوم عبداللطيف پيءُ جي ڪنهن قول جو حوالو ڏنو. مخدوم عبدالرحيم جوش ۾ اچي ٺڪر جو ڪوئرو عبداللطيف جي نراڙ تي هڻي ڪڍيو، جنهن ڪري مخدوم عبداللطيف رتو رت ٿي پيو. هڪ دفعي مخدوم عبدالرحيم گروهڙي نماز جي تڪبير هن طرح چئي:

مارئي نه ڇائي! ته مارو پون نه ماري!

الله اڪبر!

## جاگرافيائي معلومات

مٿي بيان ڪيل ڪتابن ۾ ڪيتري قيمتي جاگرافيائي معلومات آهي. جيڪڏهن سيني ڪتابن مان انهيءَ قسم جا اطلاع ڪٺا ڪيا وڃن ته سنڌ جا

ڪيترا گمنام ۽ لاپته تاريخي ڳوٺ نروار ــ پون. جن تاريخي ڳوٺن جي جاءِ وقوع جو پاڻ کي پتو نٿو پوي، انهن جو تعين ٿي وڃي ۽ سنڌ جي تاريخ ۽ جاگرافي گهٽي حد تائين سالم ٿي پوي. سنڌ جي تاريخ ۾ پاڻ کي وڏي ۾ وڏي دقت انهيءَ وقت در پيش اچي ٿي، جنهن وقت ڪنهن ڳوٺ يا مقام جو نالو اچي ٿو ۽ خبر نٿي پوي ته اهو ڪٿي ۽ ڪهڙي جاءِ تي هو.

مٿين ڪتابن اندر انهيءَ سلسلي ۾ نهايت مفيد ۽ قيمتي معلومات آهي، مثلاً: "جامع الفيوظات" ۾ هيٺين قسم جا اطلاع ملن ٿا:

(1) مکان جانري دهي از دهات خط. بطرف ديهه سو کهه پور ڪه از دهات لاکهات بر کنار مبارک واه.

(2) ڪيبر ڪه دهيست از دهات هاله ڪندي.

(3) تنده قيصر فقير نظاماني ديهه بهيڏيه از دهات پر گنه چاڪر هاله.

(4) ديهه جڪيجي دهيست از امام واه در پر گنه دڪه.

(5) ديهه عليپور دهيست برڪنار ڪوني از دهات پر گنه چاچڪان.

(6) ديهه ٺري ڪه در پر گنه روپاه هست.

رساله "گلشن اولياء" ۾ هيٺين جاگرافيائي معلومات آهي:

(7) ديهه ڪيبرائي چاڪر هالي پرڳڻي ۾ هئي.

(8) پراڻ ڪان وٺي ڪوچي تائين رستو واَرياسو هو. عليپور ۾ مسجد چاڪر هئي، جتي اولياء اچي رهندا هئا.

(9) بلڙي در پر گنه بهرام پور.

(10) فتح پور دهيست در پرگنه ڊڪ.

(11) ديهه هنگوره از دهات پر گنه چاڪر هاله.

(12) ڪاتيار ديهه در پر گنه چاڪر هاله.

(13) بهوپه (ٻوقو) دهسيت در پرگنه بدين و به مسافت يک ميل جانب مشرق شهر بدين.

(14) تلهار دهسيت در پر گنه چاچڪان.

(15) مقبره خسرو محموداني عليه رحمة - ڪولاب اڪڙي.

(16) راهو در پر گنه ڏڪ.

(17) ڪيبرائي در پرگنه چاڪر هاله.

# ادبي معلومات

انهن ڪتابن ۾ متئين قسم جي تاريخي مواد کان علاوه ادبي معلومات جا بہ خزانا موجود آهن، جيڪي اسان جي ادبي تاريخ کي مالا مال ڪريو ڇڏين ٿا. ادبي تاريخ لکڻي هجي يا پنهنجي ڪلاسيڪي شاعرن جو ڪلام مرتب ڪرڻو هجي، صوفياڻو لٽريچر هر حالت ۾ اهم ترين ماخذ جو ڪم ڏئي سگهي ٿو. ڪيترن نون شاعرن جا بيت ملن ٿا ۽ مشهور شاعرن جا ڪيترا اهڙا بيت آهن، جيڪي سندن مطبوعہ يا متداول ديوانن ۾ موجود ڪونہ آهن. اهڙيءَ ريت ٻيا ڪيترا اهڃاڻ منجهن معلوم ڪري سگهجن ٿا. هن هيٺ مثال طور ڪي بيت ڏيون ٿا، جن مان اهميت جو بخوبي اندازو ٿي سگهندو.

**قديم سنڌي شعر:** هن وقت تائين ڏهين صدي کان پهرين جو ڪوبہ سنڌي شعر پاڻ کي ڪونہ ملي سگهيو آهي. سيد محمد مڪي بکري جي فرزند سيد بدرالدين جو هيٺيون شعر 'شجرۀ سادات'[1] ۾ آيو آهي، في الحال اهو قديم ترين شعر چئي سگهجي ٿو:

ڪٿين تان هارئين، مرين تہ وجين واءِ!
ٻنهي منجهون هڪڙي، چگين نہ ٿئي ڪاءِ!

**هندي فقرو:** مخدوم پريان لوئي جي سوانح ۾ ڪيترا هندي فقرا آيا آهن، جن مان ظاهر آهي تہ 12 صدي هجري ۾ سنڌ اندر اها ٻولي سمجهي ويندي هئي. مثلاً: هيءُ فقرو: هندو کي پاس مت جاوي اس کي نيت اس کي مراد.

**غير معروف بيت:** هن هيٺ غير معروف شاعرن جا بيت ۽ ڪن معروف شاعرن جا غير معروف بيت نموناً ڏجن ٿا. انهيءَ قسم جي ادبي مواد ڪٺي ڪرڻ لاءِ تصوف ۽ سوانحي ڪتابن جو مفصل مطالعو نهايت ضروري آهي.

**مخدوم پريان لوئي:**

ڪُهنو اتم ڪپڙو، سَنئينءُ ڪين سهي،
نظر ڪريو مهر جي، تنهن تان مَرُ لهي،
اجاريوس اهوي، پراڻو پرتو اٿئي.

---

[1] ڏسو مقدمہ صفحہ 38.

پوڪيم سرنهہ، تي پيو چانيو،
اهو اولانيو، مون کي آيو نيهہ جو.[1]

## سالڪ مجذوبہ والده حاجي ابراهيم:

وَسين تا وس، عالم لڳو ئي آسري،
هاڻي ڪيمَ ترس، جو مُدون موٽي آئيون.

'المحبوبية المحموديه' منجهان هيٺيان بيت مختلف بزرگن جي نالي منسوب ملن ٿا:

## پير محمد راشد:

جيءُ جانيءَ کي ڏي، نہ تہ موت بہ نيندئي جيءُ کي،
اهو تاڪر انصاف، هو چڱون ڪرهي!
تُڙ وني تانهر ڪر، ناحق ڏارَ مَ ڏار،
لڳي ترهہ لامن جي، پورا مَن مَ پور،
سوئي صاحبُ سورِ، جنهن ڏي عالم آسرو.

## خير الدين شاهہ پراڻي سڪر وارو

نہ ڪعبو، نہ تون قبلو، نہ رهيو سجود،
جنهن وڃايو وجود، تهلاءِ سائر ڪڏ ٿي.

---

ڪوهہ ڪريندا قبلو، جن سڄاتو سبحان،
پرين اسين پاڻ، سجدا ڪريون ڪنهن کي![2]

---

## مراد فقير زنگيجو:

نين سوداگر، سودا دلبر — عشق دلال ڪيتوسي
سر سرواهہ سيو وڃ سودي — تن من نال ڏتوسي
مليا دوست مَتي دلگيري — سودا ساب پيوسي
پر رب سبب مراد ڪيتا — ڪڪ دا لڪ ڳتوسي

---

[1] تذڪرو مخدوم صاحب.
[2] جامع الفيوضات ص376

## ماموئي جو بيت:

لڳندين لاڙان، سونچو ٿيو سري ۾.[1]

ڪيترا بيت اهڙا اچن ٿا، جن جي مصنف جو نالو ڇاٽايل ڪونه آهي. مثلاً هيٺيان بيت:

جنهن ڪي جيائين، پرين پاڻ پسائين
تنهن ڪي تيائين، ليا پائڻ آئيا[2]

---

پلي ڪئي پورن، جي واس ونڻ آيا
تنين ڪي ڪورَن، ڏنا هند هانءَ ۾[3]

---

گهورون تا گهورن، پر پلوَ جهليندڙ ڪانهي[4]

---

پڙهيو سڀ وسار، وسريو الف ياد ڪر[5]

---

جان جان جو نه پسن، جنهين لئي جوڳي ٿيا
تان تان ڪاپڙين، وَرِهَ وهامي راتڙي[6]

---

صلوات سا پڙهان، جا در ماندن ڪي دارون[7]

---

ٻانهي ويني جنڊ تي، سائين سڏ ڪيوس
اٿو جنڊ پيوس، چـَـرَه چلندي آئي[8]

---

[1] جامع الفيوضات ص321
[2] جامع الفيوضات 143
[3] جامع الفيوضات 159
[4] جامع الفيوضات 172
[5] جامع الفيوضات 171
[6] جامع الفيوضات ص173
[7] جامع الفيوضات 197
[8] جامع الفيوضات 322

عشق اُڪارِس جيڏيون، پنڌ تي پياس
اهڙي تا نہ هياس، پر سَتر سُڪ وڃائيو[1]

---

صائم سڪي جينءَ، اَذن جي آواز کي،
مُن تن آَهي تينءَ، سڪايو کي سڄڻين.[2]

---

ڏاهيون بيٺو ڏاهہ، متان ڏاهہ وسارئين
ڳچي ڏئي باهہ، پرين نينڌئي پاڻ سين[3]

---

خبرون ڏيندئي کهڙيون، لس ليون لاٽا[4]

---

آگم ڪيو اچن، سڄڻ سانوڻ مينهہ جا
پاسي تن وسن، جي سپ ڇماندر سڪيا[5]

انهن ڪتابن ۾ شاهہ ڪريم، شاهہ عنايت رضوي، شاهہ لطيف ۽ عبدالرحيم گروهڙي جا ڪيئي بيت ملن ٿا، جن منجهان ممڪن آهي ڪي نوان يا مختلف هجن ۽ سندن ڪلام جي تصحيح ۽ اضافي ۾ ڪتب اچن.

غرض تہ، اهڙيءَ ريت سنڌ جو اهو صوفياڻو ۽ مذهبي لٽريچر، اصلي مقصد کان علاوه ڪيترن ٻين مسئلن لاءِ بہ قيمتي معلومات جو حامل آهي ۽ مختلف علمي مسئلن لاءِ اهم ماخذ ٿي سگهي ٿو.

## حديقة الاولياء

هن تذڪري جو حوالو مقدمہ جي شروع ۾ آيل آهي ۽ ايندڙ صفحن ۾ متن اچي رهيو آهي. هيٺين سٽن ۾ تذڪري ۽ ان جي مؤلف جو تعارف ڪرايو وڃي ٿو.

---

(1) جامع الفيوضات 324
(2) جامع الفيوضات 328
(3) جامع الفيوضات 341
(4) جامع الفيوضات 348
(5) جامع الفيوضات 400

## مؤلف ۽ سندس خاندان

مؤلف سيد عبدالقادر جي سلسلي ۾ معلومات نهايت محدود آهي. پاڻ ڪجهه ڪونہ لکيو اٿس، فقط مير علي شير قانع جي ٻن ڪتابن ۾ سندس متعلق چند سٽون پاڻ کي ملن ٿيون. تحفه الڪرام ۾ ٺٽي جي متفرق ساداتن جي عنوان هيٺ لکي ٿو:

**سيد محمد الحسيني:** بر اصل موطنِ اين بزرگ اطلاعي دست ندانده و جزاسامي مذکور از مخلفاتش اطلاعي و قوفي نہ، همانا نامي وقت خود است.

**پسرش سيد محمد هاشم** معاصر عهد **ميرزا جاني بيگ ترخان** است. در مدح ميرزا مذکور قصائد غرا دارد. و از مؤلفاتش نسخه '**سير السلاطين**' کہ بغايت خوب گفته و بنام **ميرزا جاني** کرده، يادگار. **سيد عبدالقادر** ولد سيد محمد هاشم مذکور نامدار وقت خود بوده 'رساله حديقة الاولياء' ذکر بزرگان سند از و مخلف." [1]

مقالات الشعراء ۾ **محمد هاشم** جي متعلق ساڳي عبارت درج ٿيل آهي، جنهن بعد ميرزا جانيءَ لاءِ سندس چيل قصيدي جا هيٺيان شعر نمونتاً ڏنا ويا آهن:

اي بـر درِ رفيعـت کيـوان کمينـه دربـان
وي حـارسِ حريمـت باشـد سـپهر گـردان
از طبـع فيـضِ بخشـت دريـا خجـل بصـد رو
وز دسـت دُر فشـانت شـرمنده ابـر نيسـان
گلبـانگِ همـتِ تـو، بـگرفت ربـع مسـکون
صيـتِ سـخائ جـودت، گشـة محيـط کيهـان
معجزنمـا ست اُمحت، همچـون عصـائ موسـيٰ
کشـور کشاسـت تيغـت، چـون تيـغ شـاهمردان
بـر قتـل دشمـنِ ديـن، تيغـت دليـل قـاطع
بـر کسـرِ اهـلِ بدعـت، رمـح توهسـت برهـان[2]

---

(1) تحفة الڪرام خطي 183 ب
(2) مقالات ص843.

**عبدالقادر** جي لاءِ پڻ تحفة الڪرام ۾ مٿي ڄاڻايل عبارت لکي سندس اهي بيت نمونتاً ڏنا اٿائين، جيڪي هن **خسرو چرڪس** لاءِ حديقي جي ديباچي ۾ ڏنا آهن. انهن ڄاڻايل عبارتن منجهان فقط هيترو ظاهر ٿئي ٿو تہ سيد محمد جي اصل نسل ۽ وطن جي خبر مير قانع کي بہ ڪانہ پئجي سگهي. سندس پٽ **محمد هاشم** ميرزا جاني بيگ جي دور (993-1008هہ/1585ع-1599ع يا 1600ع) جو شاعر ۽ مصنف هو. قصيدي چوڻ ۾ برک هو ۽ "**سير السلاطين**" ڪتاب، جيڪو هن جاني بيگ جي نالي معنون ڪيو هو، سو پڻ 'بغايت خوب' هو. مير قانع اهو ڪتاب ڏٺو هو، ليڪن پوءِ ان جو نسخو زماني جي اٿل پٿل ۾ اهڙيءَ ريت غائب ٿي ويو، جو هن وقت ڪٿي ان جو موجود هئڻ معلوم نہ آهي. نالي منجهان پاڻنجي ائين پيو تہ ڪتاب جو مضمون نظام الملڪ جي "سياست نامہ" جهڙو هجڻ گهرجي.

**سيد عبدالقادر** نثر نويس ۽ شاعر هو. نثر ۾ سندس ڪتاب "**حديقتہ الاوليٰا ء**" پاڻ وٽ موجود آهي ۽ نظم جا فقط اهي نمونا باقي بچيا، جيڪي هن مذڪوره ڪتاب جي ديباچي ۾ مثال طور آندا آهن. مثلاً:

(1) جمال صورت معني، ڪمال دين و دول
نهالِ دولت و جاه و گلِ حديقه جان

---

(2) از فيض نشاء ڪرمِ او، جهانيان
با مايۂ نشاط و طرب، همدم و نديم

يا اهي اشعار، جيڪي هن قلندر لعل شهباز، پير پٺي، شيخ جيئي، پير مراد ۽ سيد علي شيرازي جي شرح حال ۾ درج ڪيا آهن. يا شاهہ جميل گرناريءَ جي مدح ۾ چيا اٿائين.[1]

حديقة الاولياء ۾ ڪٿي بہ پنهنجي ذاتي يا خانداني احوال جو اشارو ڪونہ ڪيو اٿائين. ڪتاب مان فقط ايترو ظاهر ٿئي ٿو تہ سيد موصوف جو طبعي لاڙو، پنهنجي ممدوح خسرو چرڪس جيئن مشائخن بزرگن ۽ صوفين ڏانهن تمام گهڻو هو ۽ وقت بوقت بزرگن جي صحبت ۾ ويندو رهندو هو. ڪتاب ۾ هيئين بزرگن سان پنهنجي ملاقات جو مذڪور ڪيو اٿائين:

---

[1] متن اندر بين ڪن سوانحن ۾ پڻ متفرق بيت آيل آهن.

(1) **درويش رڪن الدين** جي هر صحبتن سان سندس ملاقاتون ٿينديون هيون، جن ڪان ڪتاب ۾ روايتون نقل ڪيون اٿس.[1]

(2) **شيخ پرئي ويرداس** جي خدمت ۾ موءلف پاڻ وجي حاضر ٿيو:

"— موءلف اين ڪتاب، نيز بشرف ملازمت ايشان مشرف گشتہ بود. در آن اثنا بيتي سندي متصوفانہ بالحان ميخواند. در دل فقير گذشت ڪہ: آيا اين بيت از اوست يا از ديگر؟ بمجرد قطور اين معنيٰ، رو بجانب فقير آورده گفت: اين بيت از اسحاق آهنگر است! و چند چيز ديگر در ضميرم گذرانيدم، هر ڪدام را جواب شافي داد."[2]

(3) مخدوم سرور نوح هالائي سان سندس صحبتون هيون، ۽ ڪانئس سڌيون روايتون درج ڪيون اٿس. مثلاً لکي ٿو:

"فقير شنيد از مخدوم نوح سرور رح ڪہ: مردم ديارِ ما گفتند ڪہ: فلان از مهتر خضر عليہ السلام تعليم يافتہ! فاما بفضلِ خدائ تعاليٰ بارها مراگفتہ است: تو امام شو تا نماز پسِ تو بگذارم! فقير گفت: ترا نبي نيز گويند تو پيش شو![3]

مخدوم سرور نوحؒ جو پنهنجي مختلف احبابن جي ڪري، نئي اچڻ وڃڻ گهڻو ٿيندو هو، پائنجي ٿو تہ مخدوم صاحب ۽ ان جي مريدن سان سندس گهڻي قدر ڄاڻ سڃاڻ هئي. جڏهن مخدوم جو انتقال ٿيو تہ پاڻ تاريخ چيائين:

شيخي بنوح بود — 998ھ

## تاليفات:

حديقة الاولياء ۾ نظم جي چند نمونن ڪان علاوه، موءلف شاھ جميل گرناريؒ جي سوانح ۾ پڻ چند ورقن جو هڪ رسالو لکيو آهي، جيڪو حديقي جي آخر ۾ ڇاپي رهيا آهيون ۽ جنهن جو تعارف جدا سرخيءَ تحت اڳي رهيو آهي.

**حديقة الاولياء:** هن وقت تائين جي اطلاع مطابق، پهريون تذڪرو ڏهين صديءَ جي آخري چوٿائيءَ ۾ علامہ قاضي محمود نئويءَ مرتب ڪيو،

---

(1) متن ص157.
(2) متن ص232.
(3) متن ص137.

جيڪو هن وقت تائين هٿ اچي ڪونہ سگهيو آهي ۽ شايد هميشہ لاءِ گم ٿي
چڪو آهي. ان کان پوءِ ٻيو تذڪرو آهي "حديقة الاولياء" جيڪو يارهين صديءَ
جي ٻئي ڏهاڪي ۾ تاليف ٿيو. جيسين علامه محمود وارو تذڪرو گم آهي يا
ٻئي ڪنهن قديم تذڪري جو حوالو ڪونہ مليو آهي، تيسين "حديقة الاولياء"
گويا سنڌي بزرگن ۽ مشائخن جي سوانح تي پهريون ۽ قديم تذڪرو شمار
ڪيو وڃي ٿو.

**تاليف جو سال:** مؤلف جو بيان آهي تہ هن سچن راوين ۽ قابل اعتماد
معاصرن کان مشائخن ۽ بزرگن متعلق روايتون پڇي گڏ ڪري پنهنجي تحقيق
۽ ڇاڻ سان مطابقت بعد هڪ سال صرف ڪري سن 1016هه / 1607ع ۾ تذڪرو
لکي ختم ڪيو.

"در مدت يک سال کامل، از ثقات اين ديار و روات صداقت
شعار، نقل چند از مشائخ ارجمند کہ متحقق گشتہ و بصحت
پيوستہ، درين مجموعه مندرج ساخة"[1]

ڪتاب جي آخر ۾ تاليف جو سال هيٺين شعر ۾ ڏنو ويو آهي:

رسيد اين نامه در حد تناهي
ز هجرت بود الف و شانزده سال

**انتساب ۽ خسرو چرڪس:** سيد عبدالقادر ڪتاب کي، پنهنجي زماني ۽
ترخاني دور جي امير ڪبير، **امير خسرو** جي نالي معنون ڪيو آهي ۽ منتسب
ڪندي سندس مدح ۽ خاصيتن جي تعريف ۾ طويل عبارت لکي اٿس.

امير خسرو ميرزا جاني بيگ جي دور کان سلطنتي ڪمن ۾ نمايان حصو
وٺڻ لڳو. مغلن واريءَ جنگ ۾ جوانمرديءَ سان وڙهيو. جڏهن ميرزا جاني بيگ
هندستان ويو تہ امير عبدالرحيم خان خانان ڪيس بہ ساڻ ورتيون هليو. دربار ۾ سنڌ
جو مسئلو جڏهن طئي ٿيو، ان وقت خسرواڪبر بادشاهه کان انعام اڪرام حاصل
ڪري، ميرزا غازي جو سنياليندڙ ۽ ملڪي ڪاروبار جو مهندار مقرر ٿي پٺتي
موٽيو. ميرزا غازي بيگ پيءُ جي وفات (1009هه) بعد جڏهن 1013هه ۾ شاهي
دربار ۾ حاضري ڏيڻ لاءِ هندستان هليو، ان وقت ملڪ جو سڄو ڪاروبار خسرو تي

---

[1] مقدمه ڪتاب ص11

سپرد ڪري ويو. جنهن سال "حديقة الاولياء" تاليف (1016هه) ٿيو. ميرزا غازي بيگ ترخان قنڌار تي لشڪرڪشي ڪري ويو هو ۽ پٺيان سنڌ، ڪاملاً خسرو چرڪس جي حوالي هئي. پنهنجي انهيءَ ايالت جي دور ڪي، جيڪو ميرزا غازيءَ جي وفات (1021هه) تائين هليو، هُن ايتري حد تائين خودمختاراڻو رنگ ڏئي ڇڏيو جو ميرزا غازي بيگ کي قنڌار مان ويٺي ڪاٺس قبضي ڇڏائڻ لاءِ سوين جتن ڪرڻا پيا. سنڌس اها خود مختارانه حيثيت ۽ قبضو ميرزا غازيءَ جي وفات کان پوءِ بہ اوستائين برابر قائم رهيو، جيسين هندستان مان جهانگير بادشاهه جي ڪارندن پهچي کيس گرفتار ڪري هندستان (1022هه) اماڻيو.[1]

امير موصوف حڪومتي ۽ ملڪي ڪاروبار ۾ نهايت هوشيار ۽ اعليٰ پايہ جو منتظم ۽ حاڪم هو. ديني لحاظ سان پڻ متدين متقي ۽ خدا پرست هو. مشائخن سان عقيدت، الله وارن ڏانهن رغبت ۽ خير خيرات طرف ڏاڍو لاڙو هيس. مسجدون ۽ مسافر خانا ٺهرائڻ، تلاءَ ۽ کوهه کوٽائڻ، پليون ۽ رستا جوڙائڻ سندس رات ڏينهن جو مشغلو هو. اهي ۽ انهيءَ قسم جا ٻيا ڪيترا رفاهي ڪم ڪيائين جن جو تعداد بقول مير علي شير قانع جي، ٽي سوءِ سٺ تائين وڃي پهتو هو. حڪمرانيءَ جي انداز، رفاهي ڪمن جي ڪثرت ۽ ٻين خير خيراتن سبب هو سنڌ اندر نهايت مقبول هو. شيخ فريد بکري جو قول آهي تہ:

"— او موصوف بصفات حسنه بود. اولا زاهد عابد متدين فقير دوست و سخي بيدريغ بود. سوال هيچ کس را اصلاً رد نہ نموده."

ساڳيو مصنف لکي ٿو تہ: جيڪڏهن حاڪم ٿيڻ چاهي ها تہ ماڻهو سنڌس سرداريءَ کي اکين تي رکي قبول ڪن ها:

"حسن سلوڪ بمرتبه داشت ڪہ اگر دعويٰ سرداري ميڪرد، مردم بطوع و رغبت سردارئ اورا قبول ميڪردند و ميرزا غازي را از ميان بر ميد اشتند."[2]

مير قانع لکيو آهي تہ: سنڌ اندر جهڙس صاحبِ خير ٻيو ڪونہ ٿيو:

"صاحبِ خير و توفيق مثلش ڪسي درين زمين برنخاسة. آثاري ڪہ ازو در سند ماندند، احدي از ملوڪ و امرا بر عشرش موفق نشده."

(1) ڏسو راقم جو ڪتاب "ميرزا غازي اور اس کي بزم ادب"
(2) ذخيرة الخوانين ص163

امير خسرو جي مزاج ۾ مشائخ پرستيءَ واري لاڙي جو اندازو انهيءَ منجهان بہ ڪري سگهجي ٿو، جو هن پنهنجي هڪ نياڻي شيخ بهاؤالدين زڪريا ملتانيءَ جي ڏهٽاڻ شيخ ڪالي قريشيءَ جي نڪاح ۾ ڏني.

ديني رحجان، مذهبي لاڙو، مشائخن ۽ بزرگن سان عقيدت، اهي سڀ اُهي اسباب هئا، جن سيد عبدالقادر ڪان سنڌي اوليائن جو زير بحث تذڪرو معنون ڪرايو. نہ فقط اهو بلڪ تذڪري جي ابتدا بہ هن شيخ بهاؤالدين ملتانيءَ جي احوال سان ڪئي آهي، نہ فقط هن ڪري تہ:

"— سلسلہ ارادت و فرقہ جميع مشائخ سند و اڪثر هند بہ حضرت غوث العالم انتظام مي يابد-"

بلڪ هن ڪري بہ جو خسرو چرڪس جي مائٽي شيخ ڪالي قريشيءَ سان هئي ۽ انهيءَ رشتي سبب خسرو جي رغبت شيخ بهاؤالدين زڪريا طرف گهڻي هئي.

بهرحال جنهن وقت مؤلف (1016هہ / 1607ع) خسرو جي نالي پنهنجو ڪتاب معنون ڪيو، ان وقت هر لحاظ سان بلڪ دنياداريءَ جي نظر ڪان بہ سنڌ اندر فقط خسرو چرڪس ئي انهيءَ اعزاز جو مستحق ۽ انهيءَ انتساب لاءِ موزون هو. سنڌ جو والي ميرزا غازي وطن ڪان ڏور هو، سندس خاندان ترخان ڪم و بيش سنڌ مان ختم ٿي چڪو هو، ترخاني امير سيئي خسرو جي زير اثر ۽ سڌيءَ طرح سندس ماتحت هئا. انهيءَ وقت سنڌ اندر خسرو چرڪس جي تنها ذات هئي، جيڪا دنيوي لحاظ سان پنهنجي پوري عروج تي هئي. سيد عبدالقادر پنهنجو قلمي پورهيو سندس نالي معنون ڪندي خسرو جي سلسلي ۾ جيڪا عبارت آرائي ڪئي آهي، اها پڻ انهيءَ ڳالهہ جي شاهد آهي تہ مؤلف مذهبي لاڙي ڪان وڌيڪ خسرو جي دنيوي اقتدار ڪان متاثر هو. [1]

**ماخذ:** جيئن سيد عبدالقادر پاڻ لکيو آهي، تذڪري جي سموري مواد جو انحصار هُن معاصرن جي تحقيق شده روايتن ۽ پروسي جهڙن راوين جي قول ۽ پنهنجي اکين ڏٺي واقعن تي رکيو آهي. جيئن تہ سنڌ اندر علامہ محمود جي تذڪري ڪان سواءِ اوليائن جي احوال ۾ ٻيو ڪوبہ ڪتاب لکيل ڪونہ هو. تنهن

---

(1) خسرو جي مفصيل سوانح ڏسو مڪلي نامہ (ص195 ڪان ص232)

ڪري هن ڪي انهيءَ ڪان سواءِ ٻيو ڪو چارو ڪونہ هو. ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ شايد انهيءَ سلسلي ۾ پاڻ علامہ محمود جي تذڪري ڪان بہ ڪم ورتي نہ سگهيو آهي، جيتوڻيڪ علامہ موصوف سندس ابتدائي دور جو نويسندو هو.

حديقة الاولياء ۾ چند ڪتابن جا نالا ملن ٿا. جن مان مؤلف مدد ورتي آهي. هڪ مولانا جاميءَ جو نفحات الانس، جنهن مان شيخ بهاؤالدين ملتاني لاءِ هڪ مختصر روايت ورتل آهي ۽ ٻيو شيخ صدر الدين قتال (عارف 684هہ) جي سلسلي ۾ امير سادات حسيني[1] جو 'ڪنز الرموز' پيش نظر رکيو ويو آهي.

ٽيون ڪتاب آهي 'تاريخ همايون' يا تاريخ 'همايوني' جنهن مان سلطان محمد تغلق متعلق احوال ورتل آهي. اها تاريخ همايون يا تاريخ همايوني جيڪڏهن اها عمومي تاريخ ابراهيمي (يا تاريخ همايوني) نہ آهي، جيڪا (56-957هہ /50-1549ع) ۾ لکي وئي ۽ جنهن جو ذڪر اسٽوريءَ (ص113 ۽ 123) ڪيو آهي تہ پوءِ سمجهڻ گهرجي تہ برنيءَ واري "تاريخ فيروز شاهيءَ" کي حديقة الاولياء جي مؤلف، تاريخ همايوني سڏيو آهي.

اهڙيءَ طرح مخدوم سرور نوح رح هالائي جي احوال ۾ فقير بهاؤالدين گودڙئي جي نوشتي مان پڻ استفادو ڪيو ويو آهي.

**سنڌي ادب ۽ حديقة الاولياء:** هيءُ ڪتاب سنڌي ادب جي تاريخ لاءِ پڻ بنيادي ۽ قديمي ماخذ جي حيثيت رکي ٿو. قديم شاعرن ۽ سندن سنڌي شعر متعلق پاڻوٽ حوالا ۽ ماخذ ڪونہ آهن. جستہ جستہ جن قديم ڪتابن ۽ تذڪرن ۾ مذڪور ۽ ڏس پتا ملن ٿا، انهن مان هڪ "حديقة الاولياء" بہ شمار ٿئي ٿو. منجهس سنڌي شعر متعلق ڪي اهڃاڻ ۽ حوالا آيل آهن، جن اسان جي تاريخ جون چند ڪٽل ڪڙيون ملائي ڇڏيون آهن. مثلاً:

---

[1] حسين بن عالم بن ابي الحسين ڪزيوي هراتي (متوفي 16 شوال 718هہ) پنهنجي دور جو صوفي ۽ صالح بزرگ هو. شيخ بهاؤالدين زڪريا ملتانيءَ جو مريد هو. ڪنز الرموز ۾ هن شيخ زڪريا ۽ پٽس صدر الدين عارف جا حالات منظوم ڪيا آهن. سندس ٻيون تصنيفون آهن: نزهت الارواح، صراط مستقيم، طرب المجالس، زاد المسافرين، سوالات و گلشن راز، ديوان، الارواح. سندس احوال نفحات الانس تذڪره دولت شاه ۽ تاريخ فرشتة وغيره ۾ ملي ٿو.
بزم صوفياء ۾ سندس حالات موجود آهن (171-179) ۽ ڏسو مقالہ 'مير حسيني سادات هراتي و هفت گنج' از دڪتر فروغ حڪمت مطبوعہ مجله راهنمايءُ ڪتاب تهران پائيز 1343 شمسي. (فارسي ايڊيٽر)

(1) شيخ حماد جمالي، ڄام تماچيءَ جي سلسلي ۾ هي سنڌي بيت فرمايو:

جوڻـو، مـت اوٺـو، ڄـام تمـاچي آءُ،
سڄاڄهي ٻاجهہ پيئي، توسين ننئو راءُ.[1]

(2) درويش نوح کيبرائي ڄام صلاح الدين ۽ ڄام تماچيءَ جي لانگهائو ٿيڻ وقت هيٺيون بيت چيو:

جوڻـــو وڃيـــن جهـــوري مـــاريو،
ڄـــام تمـــاچي شـــهرين ڇـــاڙهيو[2]

(3) پرئي ويرداس جي زبانيءَ ڪتاب جي مؤلف اسحاق آهنگر جا شعر ٻڌا[3]

(4) راڄي سيد دل جي احوال ۾ آهي تہ: درويش کي جڏهن ڪو معاملو درپيش ايندو هو تہ بيهي موقعي جي لحاظ سان آواز ۽ الحان ۾ سنڌي بيت ڳائي انهيءَ مسئلي متعلق حل ٻڌائيندو هو.[4]

اهي سيئي اهڃاڻ قاضي قاضن (قادن) جي دور ۽ ان کان اڳ نائين صديءَ هجريءَ جا آهن.

**واقعاتي انداز:** سيد عبدالقادر جيتوڻيڪ دعويٰ ڪئي آهي تہ: هن واقعات سچن راوين ۽ سنجيده معاصرين کان تحقيق ڪرڻ بعد، پنهنجي تذڪري ۾ درج ڪيا آهن. ليڪن ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ هُن، تذڪرن جو عام ۽ پراڻو روايتي انداز اختيار ڪيو آهي. زندگيءَ سان تعلق رکندڙ حقيقتون، جن جي ذريعي بزرگن جي شخصيت ۽ ڪردار ظاهر ٿئي، گهٽ بلڪ مفقود. ان جي بجاءِ ڪاني ڪرامت جي دور از قياس قصن ۽ داستانن تي زياده زور ڏنو آهي. تقريباً هر بزرگ جي احوال ۾ ڪرامتون اعجاز ۽ عجائبات بيان ڪيا ويا آهن. شخصيت جي اهميت ۽ ولايت جو سڄو دارومدار اهڙن ڪمزور ڪهاڻين ۽ جادوگرانہ ڳالهين تي رکيو ويو آهي. بعض ڪرامتون انهيءَ حد تائين مضحڪ خيز آهن، جن کي پڙهڻ سان خود انهيءَ بزرگ جي شخصيت تي حرف اچي ٿو. مثلاً:

درويش ابراهيم جي سوانح ۾ لکيو ويو آهي تہ: بزرگ طعام نہ کائيندو هو، سندس خدمتگارن خيال ڪيو تہ اهڙيءَ حالت ۾ قضا حاجت لاءِ

---

(1) متن ص53
(2) متن ص56
(3) متن ص232
(4) متن ص166

وجڻ جي کھڙي ضرورت اٿس. هڪ ڏينهن ڪاڪوس ۾ وڃي ڏٺائون تہ ٻہ سفيد آنا پيا آهن، جن ۾ مشڪ ۽ ڪافور ڪان وڌ ڪٿوري آهي. خدمتگارن ٻئي آنا تبرڪ لاءِ ڪٽي پنهنجي پڳ ۾ رکي ڇڏيا. [1]

اهڙيءَ طرح قاضي صدو جي سوانح ۾ آهي تہ: هن سميجن مان سڱ ورتو، سميجن ۾ رواج آهي تہ شاديءَ جي موقعي تي ڇاتي سان چرچا پوڳ ڪندا آهن. دستور مطابق سميجاڻين شاديءَ رات درويش سان چرچا ۽ مسخريون ڪرڻ شروع ڪيا. درويش تنگ ٿي فرمايو: هي تہ ڪي گڏهيون آهن! درويش جي ايتري چوڻ تي عورتن جي صورت مسخ ٿي وئي ۽ گڏهين جيان هينگان ڪرڻ شروع ڪري ڏنائون. صورتحال جڏهن خراب ٿي ويو، تڏهن عورتن جي مڙسن ميڙيون منٿون ڪري دوريش کي پرچايو ۽ مسين مسين راضي ٿي درويش عورتن جي صورت کي پنهنجي ٻئي گفتي سان بدلايو. [2]

انهيءَ قسم جون بي معنيٰ ڪرامتون ۽ اهڙيءَ ريت عقل ۽ دانش ۾ نہ ايندڙ داستان ۽ هيبتناڪ افسانا، ڪتاب ۾ عام جام موجود آهن، جن جو حقيقت ۾ بزرگن سان ڪو تعلق ڪونہ آهي، بلڪ ڳالهہ کي ڳالهوڙو بنائڻ لاءِ عوام ويهي انهن قصن کي گهڙيو آهي.

وليءَ سڳورا ۽ خدا جا اهي برگزيدا ٻانها، عام مخلوق جي سڌاري، واڌاري ۽ انهن کي الله سان لئون لڳارائڻ لاءِ هوندا آهن. حسن عمل، حسن ڪردار، مٺ محبت، ڀاجهہ ۽ سڀاجهائي جو مظهر ٿيندا آهن. غلط رستي تي هلندڙ امت کي، هو پنهنجي روحانيت جي رحماني اثر سان، سنئين راهہ تي لائيندا آهن. نوڙت، نهٺائي، حسن سلوڪ، مٺو ڳالهائڻ، سٺو هلڻ، زندگيءَ جي رهت سهت ۾ سنوت ۽ سڌائي، صبر خواهہ تحمل، سندن طريقہ تبليغ جا عام ۽ بنيادي اصول آهن.

انهيءَ جي مخالف "حديقة الاولياء" جي مؤلف پنهنجي تقريباً هر ڪردار کي غير معمولي بلڪ زياده تر خوفناڪ نوعيت جي ڪرامتن ذريعي زوردار ۽ ماوراءِ بشريت ثابت ڪري ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو آهي جو اڳوڪي دور جو انسان وڏيءَ ذهني ڪشمڪش ۾ مبتلا ٿي، دور دراز ڳالهين سوچڻ تي مجبور ٿيو پوي ٿو.

---

[1] متن ص204

[2] متن 215

**زبان ۽ بيان:** جيئن مٿي ڏيکاريو ويو آهي، "حديقة الاولياء" 1016هه / 1607ع ۾ لکيو ويو آهي. انهيءَ يارهين صديءَ جي پهرين چوٿائيءَ اندر سنڌ اندر فارسيءَ ۾ ٻيا هيٺيان ڪتاب تاليف ٿيا:

(1) تاريخ معصومي — 1009هه / 01-1600ع
(2) مثنوي چنيسر نامه — 1010هه / 1601ع
(3) بيگلار نامه — 1017هه / 09-1608ع
(4) تاريخ طاهري — 1030هه / 21-1620ع

مٿين ڪتابن جو انداز بيان سلجهيل ۽ انهن جي زبان صاف ۽ سادي آهي. انهن جي مقابلي ۾ "حديقة الاولياء" جي صورتحال بالڪل ابتڙ آهي. بيان جو طريقو الجهيل ۽ زبان تمام ڳري. يعني عربي لفظن جي ڪثرت ۽ غير معروف ۽ غريب لفظن جي گهڻائيءَ سبب منجهيل آهي. مؤلف ڪوشش ڪئي آهي ته گهڻي ۾ گهڻا ڏکيا لفظ وجهي غالباً پنهنجي زبانداني ۽ علم جو مظاهرو ڪري، ليڪن نتيجي طور پڙهندڙ کي مطالعو ڪندي گهڻو ڪجهه پوڄڻو پوي ٿو. مثلاً هيٺين نموني جا لفظ شروع کان آخر تائين عام جام ملن ٿا:

مطرز، حقد، آن و آليق، مطيه، استنامتي، صحاري، طريق براري (ص26) محط، اتساع عرصه مملڪت، بلب تجبيل تقبيل، وثاق، تنفير، مجبول. تمساح، اقتناس، اصياد، حجرات (ص27)

اهي ٻن صفحن ۾ آيل الفاظ آهن. انهيءَ مان زبان جي انداز ۽ بيان جي طرز جو اندازو ڪري سگهجي ٿو.

**متن جي تياري:** ڪتاب جي موجوده متن تيار ڪرڻ ۾ هيٺين خطي نسخن مان ڪم ورتو ويو آهي:

## 1- نسخہ دانشگاه سند

'حديقة الاولياء، جو هيءُ نسخو هٿ آيل نسخن ۾ سڀ کان قديم آهي. هن جي ڪتابت 29 - ربيع الاول 1178هه جو ٺٽي ۾ ڪئي وئي آهي. [1]

---

(1) برٽش ميوزيم ۾ تاريخ هند جي مؤلف: ايليٽ صاحب جا فائيل موجود آهن. جن ۾ ٺٽي جي ڪتب خانن جي فهرست به آهي. (نمبر O.R.2073) انهيءَ فهرست ۾ حديقة الاولياء جي هڪ نسخي جو ذڪر موجود آهي، جنهن جا جملي 78 ورق هئا ۽ منجهس 2890 بيت (؟) ڏيکاريل آهن. ترقيمه ۾ تاريخ هن ريت ڄاڻايل آهي:
"تمت تمام شد هذا الرساله ڪه مسمي به حديقة الاولياء ست في تاريخ 21 شهر ذيعقده سنه 1068هه"
نسخو مڪمل هو ۽ منجهس انهن سڀني بزرگن جو احوال، جن جو مٿين يونيورسٽي واري نسخي ۾ آهي— موجود هو. (فارسي ايڊيٽر)

اهو نسخو اصل ۾ مرحوم مولوي ولي محمد صاحب ڏاهري (متوفي: 1926ع)[1] جي ملڪيت هو. جتان (53-2-2) جو يونيورسٽيءَ جي ذخيري ۾ نمبر 13569 تي داخل ٿيو.

ڪتاب جي سائيز ساڍا 4 X ساڍا 7 آهي. هر صفحي ۾ 13 سٽون ۽ جملي 258 صفحا آهن. عنوان ڳاڙهي مس ۾ ۽ خط پختو نستعليق.

انهيءَ نسخي ڪي اساس بڻائي هيٺين نسخن سان متن جي پيٽا ڪري حاشين ۾ اختلافن ڪي نروار ڪيو ويو آهي.

## 2- (ب) ڊاڪٽر نبي بخش (بلوچ) جو نسخو

هيءُ نسخو ٽنڊي قيصر واري قاضي فتح رسول ولد قاضي فتح محمد نظاماڻي جي ملڪيت هو. خاتمي ۾ قاضي صاحب جي نوٽ مان معلوم ٿئي ٿو تہ اهو نسخو غلام حسين ۽ غلام علي ولدان خدا بخش بن غلام علي فقير بن قيصر فقير نظاماڻي جي ڪتب خاني ۾ هو. غلام حسين سنہ 1259هہ ۾ مياڻيءَ واري جنگ ۾ شهيد ٿيو. جنهن بعد ڪتاب قاضي فتح رسول وٽ پهتو.

ترقيمہ ۾ ڪاتب لکيو آهي:

"زيب اتمام گرفت و زينت اختتام پذيرفت. ڪتاب مستطاب متبرڪ مشرفہ موسوم بحديقة الاولياء ڪرام عظام خطہ سند از دست احقر العباد راجي اليٰ رحمة الله تعاليٰ فقير حقير پر تقصير قاضي محمد احسان ساڪن هالہ ڪندي ڪهنہ عفي عنہ. بتاريخ بيست يڪم شهر جمادي الثاني 1247هہ (1831ع)"

هيءُ نسخو مٿين ذڪر ڪيل اساسي نسخي جو هوبهو نقل آهي. ايستائين جو جن ڏکين لفظن جي معنيٰ مٿين نسخي ۾ ڏني وئي آهي، ساڳين انهن ئي لفظ جي ساڳي معنيٰ هن نسخي ۾ بہ ڏنل آهي.

---

(1) حافظ محمد صاحب ناظر ڪتبخانہ دانشگاهہ. مولوي صاحب مرحوم جو احوال راقم ڏانهن لکي موڪليو. جنهن مان معلوم ٿو ٿئي تہ: مولوي صاحب جي شاگرد حافظ حاجي محمد عمر ڪيرئي کان حافظ صاحب کي معلوم ٿيو تہ: مولوي صاحب جو انتقال 1926ع ۾ ٿيو. سندس نسب هن ريت آهي: مولوي ولي محمد بن مير محمد بن محسن (يا حسن) بن پيرو بن ڏين. پاڻ سڪئي ڏاهري (تعلقي حيدرآباد) جي ڳوٺ جو ويٺل هو. سندس استاد مولوي عبدالله ڪڏهري (نواب شاهہ) هو. سڄي حياتي درس تدريس ۾ گذاريائين. ڪيترا شاگرد ڇڏيائين. پاڻ حڪيم بہ هو. (فارسي ايڊيٽر)

هن نسخي ۾ بہ ڪي اضافا آهن، جيڪي ٻئي ڪنهن نسخي ۾ موجود ڪونہ آهن. جيئن تہ ڪن بزرگن جون تاريخون ڏنيون ويون آهن ۽ ڪن سنڌي بيتن جو اضافو ٿيل آهي. مثلاً:

(1) بهاؤالدين زڪريا جي ڄم جو سال 576هہ درج ٿيل آهي. حاشئي تي ڪنهن ٻئي صاحب وصال جي تاريخ 7 - ماه صفر 670هہ /1271ع لکي آهي. (ورق 8) [1]

(2) شيخ پٺي جي تاريخ وفات حاشئي ۾ 14 - ماه رمضان 680هہ /1281ع درج آهي. (ورق 17)

(3) مخدوم ساهڙ لنجار جي وفات جو سال اساسي نسخي ۾ سنہ 980هہ / 1573ع درج آهي، هن نسخي ۾ 14 - ماه رجب جو اضافو آهي. اها تاريخ بين السطور ۾ پوءِ لکي وئي آهي. (ورق 73)

(4) مخدوم محمد اسماعيل سومري جي حالات ۾ حاشئي تي هيٺين ٻن بزرگن جي وفات جون تاريخون درج آهن:

الف: تاريخ وفات ملا لٹر 18 ماه صفر 955هہ /1549ع

ب: تاريخ وفات درس پلي 3 ماه صفر 967هہ /1559ع

شيخ جماليءَ، ڄام تماچيءَ جي سلسلي ۾ جيڪو دعائيہ سنڌي بيت ڇيو هو، انهيءَ جو حوالو ملي ٿو، ليڪن بيت ڪٿي آيل ڪونہ آهي. هن نسخي ۾ جتي حوالو آهي، اتهن ڪنهن صاحب حاشئي ۾ اهو بيت لکي ڇڏيو آهي. بيت واقعي شيخ حماد جماليءَ جو آهي يا ڪنهن ٻئي شاعر جو، ان جي تصديق ۽ تحقيق جي ڪا صورت ڪونہ آهي. بيت جي لکت هيءَ آهي:

جون مت اون، جام تماچيءَ آءِ
سباجي باج پيئي، توسين ٺهٺهو راءِ [2]

(19 باب)

---

[1] سفينة الاولياء ۾ ڄم جو سال 565هہ /1169ع آهي ۽ وفات جا سال مختلف ڇپيا وجن ٿا. راحت القلوب ۾ سن 656هہ / 1258ع اخبار الاخيار ۾ سن 661هہ /1262ع سفينہ ۽ فرشتہ سن 666هہ / 1267ع ۽ مراة الاسرار ۾ سن 665هہ /1266ع. (فارسي ايڊيٽر)

[2] تازو رسالي مهراڻ (نمبر 1-2-1966ع) ۾ دانشگاهہ سنڌ جي استاد محرم خان صاحب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جي حوالي سان شيخ حماد جو هڪ ٻيو بيت بہ ڏنو آهي.
صلاح الدين تماچي ايندا سيگهہ سري
جوٹو جهڙ جپيو، پيس ڪوٹ ڪري (فارسي ايڊيٽر)

صورتخطيءَ مان ظاهر آهي تہ اهو بيت 19 صدي عيسويءَ کان اڳ جو لکيل آهي، جنهن وقت خالص سنڌي آوازن لاءِ لفظ اجا ڪونہ جڙيا هئا.

اهڙيءَ طرح نوح ڪيبرائيءَ جو سنڌي بيت بہ حاشئي ۾ ڏنو ويو آهي:

گويند ڪہ همانوقت اين بيت درويش نوح فرمود:

جـــون ونجيـــن جهـــري مـــاريو

جـــام تمـــاجي شـــهري چـــايو

(ورق 21)

نسخي جي سائيز 9X6 آهي، صفحي ۾ 15 سٽون آهن. عبارت جي چوڌاري ڳاڙهي جدول آهي. عنوان ڳاڙهي مس سان لکيل آهن. جملي 82 ورق ۽ خط شڪستو نستعلق. متن جي حاشئي ۾ هن نسخي کي (ب) جي نشان سان نروار ڪيو ويو آهي.

## 3- (هہ) هالن جو نسخو

هيءُ نسخو جناب پروفيسر محبوب علي چني صاحب جي معرفت مليو. اصل ۾ هالن جي ڪنهن بزرگ جي ملڪيت آهي. اهوئي نسخو آهي، جنهن کي ڊاڪٽر هرومل سدارنگاڻي صاحب پنهنجي ڪتاب 'سنڌ ۾ فارسي ادب جي تاريخ' ۾ ڪتب آندو آهي.

ڪتاب اڳيان ۽ پويان ناقص آهي. اڳيان ديباچو ۽ شيخ بهاؤالدين زڪريا ۽ شيخ صدر الدين قتال جو احوال ضايع ٿي ويل آهي. صدر الدين جي احوال جون فقط 16 سٽون موجود آهن، جنهن بعد شيخ رڪن الدين جو احوال شروع ٿئي ٿو. آخر ۾ درويش علاءُ الدين جي شرح حال جي 18 سٽن تي ڪتاب ختم ٿئي ٿو. گويا پڇاڙيءَ ۾ قاضي صدهو، درويش يحيٰ، قاضي خير الدين، يعقوب پليجي، شيخ مغل چاچڪ، پريو ويرداس، درويش عمر بودلو، درويش آلو ۽ خاتمہ جا صفحا ڪونہ اٿس. اهڙيءَ طرح وچ مان هيٺين بزرگن جي احوال جا ورق غائب آهن:

مخدوم حسام الدين، مخدوم بلال، قاضي ڏتو سيوستاني، مخدوم راهو، درويش حسن مقري، مخدوم ساهڙ لنجار، مخدوم سرور نوحؒ هالائي، درويش وهيو، درويش راڄو ستيہ دل، شيخ موسيٰ آهيداني، درويش صدر ۽ درويش سعتہ. ڪتاب جي ابتدا ۾ فقير احمد عليءَ جو نوٽ آهي:

"— ازين رساله چند اوراق از اول و آخر بباعث تداول زمان فنا شده اند. اميد ڪہ ڪدامي ڪتب خانہ قديم دستياب شود (؟). فقير احمد—"

انهيءَ نوٽ هيٺان لکي ٿو:

"— درين باره مرحوم مرزا قليچ بيگ صاحب را نوشته ام ميرزا صاحب در جواب تحرير فرموده که: کتاب موصوف در کتب خانه فقير موجود است کسي را بفريسند که نقل کرده برود.

افسوس که تا اين وقت اين کار از فقير سر انجام نه شده درين وقت معلوم ميشود که اين کتاب حديقة الاولياءُ کامل نزد فرزند ميرزا صاحب موجود است—"

مرزا صاحب جو انتقال سنه 1929ع ۾ ٿيو. پهريون نوٽ اڳ جو آهي ۽ پويون مرزا صاحب جي وفات کان پوءِ لکيو ويو آهي.

ڪتاب جي سائيز 8x4 ۽ هر صفحي ۾ 13 سٽون آهن، ڪن ۾ 14-15 پڻ آهن. خط نستعليق عنوان ڳاڙهي مس ۾، بين السطور جاءِ بجاءِ ڏکين لفظن جي معنيٰ ڏنل آهي. جمله 68 ورق.

هن نسخي جا اختلاف متن جي حاشين ۾ (هه) جي نشان سان نروار ٿيل آهن.

## 4- (ح) حسام الدين جو نسخو

هيءُ نسخو هنڌان هنڌان ڪُٽل آهي، بلڪ منتشر ورق آهن، جيڪي راقم الحروف کي مولانا دين محمد وفائي مرحوم جن کان مليا هئا. پاڻ اهي ورق پير جهنڊي جي ڪتب خاني مان خطي ڪتابن جي منتشر ورقن سان پريل هڪ ڳوڻ مان ڳولي ڪڍيا هئائون.

خط ۽ ڪاغذ جي صورتحال مان معلوم ٿو ٿئي ته پيش نظر نسخن ۾ هيءُ سڀ کان قديم آهي. خط خوبصورت نستعليق. سائيز 8X5، هر صفحي ۾ 15 سٽون، جملي ورق 50. هن جا اختلاف متن جي حاشين ۾ (ح) جي نشان سان ڏنا ويا آهن.

هن نسخي مان هيٺين بزرگن جي حياتيءَ جا ورق ضايع ٿيل آهن:

مقدمه، شيخ بهاؤالدين زڪريا، شيخ رڪن الدين، شيخ جيو، پير شاهه مراد، سيد علي، سيد نظام بکري، مخدوم بلال، شيخ هوتي لاڪو، درويش حسن مقري، مخدوم عربي ڏيانه، درويش صدر ۽ درويش مٺي ناريجي کان وٺي درويش الو تائين ٻارهن بزرگن جو احوال ڏنل آهي.

# سوانح شاهہ جميل گرناري

جيئن مٿي ڄاڻائي آيا آهيون، تہ **سيد عبدالقادر** هڪ مختصر رسالو **شاهہ جميل** جي سوانح ۾ لکيو آهي، جنهن کي ڪتاب جي آخر ۾ ضميمي طور شايع ڪيو ويو هو.

رسالي جي ابتدائي عبارت ساڳي حديقه جي ديباچي واري آهي. اختتام ۾ ٻہ ترقيمه آهن. پهريون سال 1100هہ جو ۽ ٻيو سال 1945ع جو. پهرين مان معلوم ٿئي ٿو تہ اهو رسالو ڪنهن ماڻهوءَ سنہ 1100هہ /1689ع ۾ نقل ڪيو آهي ۽ آخري ترقيمه مان ظاهر آهي تہ سنہ 1945ع ۾ هڪ چوپڙيءَ تان نقل ڪيو ويو جيڪا سيد محمود ميان بخشو بن ميان خليفي بهادر جي ملڪيت هئي.

رسالي جي آخر ۾ نقل ڪندڙ **شاهہ جميل** جو احوال ٻين فارسي تذڪرن مان پڻ نقل ڪيو آهي. جهڙوڪ: معيار سالڪان طريقت ۽ تحفة الڪرام.

آخر ۾ نقل ڪندڙ ڄاڻايو آهي تہ: سنڌ ۾ **شاهہ جميل** جا چار خليفا هئا: **شاهہ وجيہ الدين، شيخ زڪريا، شيخ ميمون ۽ ڪريم قتال**، جن جو احوال **حديقہ** ۾ ڄاڻايل آهي. معلوم نہ آهي ناقل ڪهڙي آڌار تي اهو لکيو آهي، ڇاڪاڻ تہ "**حديقة الاولياء**" منجهان پير پٺي[1] کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي سوانح ڏنل ڪانہ آهي.

انهيءَ رسالي جو ٽائيپ شده نقل راقم کي جناب قاضي احمد ميان اختر جوناڳڙهي مرحوم ڏنو هو، جيڪو سخت غلط ۽ جنهن جي عبارت سمجهڻ ڏاڍي مشڪل هئي. وس آهر صحت جي ڪوشش ڪئي وئي آهي، تاهم ڪيترن جاين تي اشتباه رهجي ويا آهن.

---

(1) ديوليءَ نالي ڳوٺ جوناڳڙهہ جي قلعہ کان پندرهن ڪوهن جي فاصلي تي آهي. صاحب مراة سڪندري سلطان بهادر گجراتي جي سفر جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ:

"— از استماع اين خبر، سلطان بهادر از کنبايت بکوچ متواتر روانہ الکۂ سورتهہ شد.... واز آنجا بقصبه ديولي. ديولي قصبہ ايست بر پانزده کروهي قلع جوناگرهہ."

پير پٺو سنڌ ۾ ديوليءَ جي نسبت سان مشهور آهي، ديوليءَ مان سنڌ اندر مراد ديول بندر (ديبل) ورتي ويندي آهي ۽ کيس ديبل جو باشندو سمجهيو وڃي ٿو. ٿي سگهي ٿو تہ پير پٺو ديول جو نہ هجي بلڪ گجرات واري ديولي ڳوٺ جو هجي، جتان لڏي سنڌ ۾ اچي مقيم ٿيو. جميل گرناري پڻ گجراتي هو، جيڪو ترڪ وطن بعد سندس پر پر دفن ٿيو. (مڪلي نامه حواشي ص695) (فارسي ايڊيٽر)

# آخري ٻه اکر

حديقة الاولياء جو متن راقم الحروف 1964ع جي آخر ۾ ڇپي ڇڏيو هو، سن 1966ع تائين جو عرصو تصوف جي ڪتابن گڏ ڪرڻ، ڏسڻ ۽ انهن جي مطالعي ۾ لڳي ويو. هي آخري چند مهينا مقدمي لکڻ ۾ صرف ٿيا. در حقيقت ڪتاب گهڻو اڳ شايع ٿي وڃي ها، ليڪن وچ ۾ مهينن جا مهينا ٻين مصروفيتن سبب ڪم ڇڏڻو پيو. بهرحال باري تعالیٰ جا لکين احسان جو ڪتاب مڪمل ڪري ناظرين وٽ پهچائڻ تائين زندگيءَ بقاءَ ڪيو.

حديقة الاولياء ڪيئي سال اڳ منهنجي مرحوم دوست آغا بدر الدين خان درانيءَ (مصحح تحفة الطاهرين) مرتب ڪرڻ چاهيو ٿي، ابتدائي مرحلا پڻ هـُـن مرحوم پورا ڪيا هئا، ليڪن پوءِ صحت جي خساري ۽ خرابيءَ سبب خيال لاهي ڪم منهنجي سپرد ڪرڻو پيس. ڪيس خيال هو ته آءٌ سندس جيئري ڪم ختم ڪري سندس اها آس پوري ڪيان، ليڪن حياتيءَ ساڻس ٻه وفا ڪانه ڪئي ۽ مون ڪي ٻه اڪيچار مصروفيتن ڪان مهلت ملي ڪانه سگهي. اڄ جهان ڇڏئي ڪيس سال ٿي ويا— آءٌ پنهنجو فرض ۽ پاڻ تي سندس حق ٿو سمجهان ته هي ڪتاب ڏانهس منسوب ڪريان.

آءٌ اهو ٻه پنهنجو فرض سمجهان ٿو ته انهن سيني دوستن جو شڪريو ادا ڪيان، جن هن ڪتاب جي سلسلي ۾ مون سان مدد ڪئي آهي. سڀ کان پهريون آءٌ جناب حافظ محمد صاحب محافظ ڪتاب خانه دانشگاهه حيدرآباد جو ٿورائتو آهيان، جنهن حديقة الاولياء جو خطي نسخو، جنهن ڪي اساس بڻايو ويو آهي. سالن جا سال مون وٽ رهڻ ڏنو ۽ هميشه خنده روئي ۽ ڪشاده پيشانيءَ سان ڪنايتاً ذڪر ڪرڻ تي اڪتفا ڪندو رهيو. دوست عزيز جناب پروفيسر محبوب علي چني صاحب جو ٿورائتو آهيان، جنهن هالن وارو نسخو مون ڪي مهيا ڪري ڏنو. اهڙيءَ ريت پنهنجي فاضل دوست ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو احسانمند آهيان، هن صاحب پريس ۾ متن موڪلڻ کان ٿورو وقت پوءِ مون ڪي پنهنجو قيمتي نسخو عنايت ڪيو، جنهن جي ذريعي ڪيترا ضروري اضافا ڪري، متن ڪي وڌيڪ مفيد بنائي سگهيس.

آءٌ پنهنجي عزيز دوست ۽ سنڌ جي فاضل صاحب علم و عمل جناب مولانا غلام مصطفيٰ قاسميءَ جو پڻ ٿورائتو آهيان- ڪيس خدا خوش رکي- مقدمه لکڻ وقت هن مون تي سوين پلايون ڪيون! قيمتي ڪتاب ڏنائين.

معلومات مهيا ڪئي اٿن ۽ جتان ڪٿان جو ڪجهہ ڪيس مليو يا معلوم ٿيو، سو مون تائين پهچائي مون کي هن قابل بڻايائين جو آءُ مقدمي ۾ تصوف جي ڪتابن وارو جائزو پيش ڪري سگهيس.

سنڌي ادبي بورڊ جي اعزازي سيڪريٽري جناب محمد ابراهيم جوئي صاحب جا ٿورا بہ لاهڻ کان وڌ آهن، هن صاحب جو سهڪار ۽ وفائي پريس جي ميان عبدالرحيم شيخ جي محنت شامل حال نہ ٿئي ها، تہ ڪتاب جي ڇپڻ ۽ شايع ڪرڻ ۾ جيڪي آسانيون ٿيون، سي هوند مهيا ٿي نہ سگهن ٿا.

آءُ دست بدعا آهيان شال رب العزت منهنجي انهن سڀني دوستن کي هميشہ هميشہ پنهنجي حفظ و امان ۾ رکي ۽ ذات باري تعاليٰ هن ناچيز کي پڻ پاڻ سڳورن ﷺ جن جي مهابي ۽ پنهنجن انهن سيني نيڪ ٻانهن جي صدقي— جن جو مذڪور هن ڪتاب جي زينت آهي، صحت ۽ سڪون عطا فرمائي، عزت ۽ آبرو سان انجام بخير ڪري ۽ ايمان جي سلامتيءَ تي پڄاڻي اچي! (آمين)

جمشيد روڊ، ڪراچي
١٢- شوال المڪرم ١٣٨٦ھ
25- جنوري 1967ع

- سيد حسام الدين راشدي

ازان کذاری نیاورد بیت توهم کردن از حکم داور
مپیچ . که گردن نه پیچد ز حکم تو هیچ . که من اطاع
الله اطاعه کل شیی در سنه ۹۸۱ آن بلبل گلستان وحدت
روح از قفس قالب باز پرد خت و گلشن علوی
فردوس اعلا را نشیمن ساخت مدفن شریفش
قریه از پور تا قیامت پر نور باد ذکر مخدوم عربی دیانه
قدس سره ان صدر نشین محفل روحانی عارف معارف
سبحانی صاحب خصائل قدسیه متصف بخصائص فرزانه
اُسیرم
یکانه یعنی مخدوم عربی دیانه از جمله بزرگواران نامدار و اولیا
کبار بوده و در قریه هاله کندی سکونت داشته همواره
در از زوایای خلوات به عبادات مشغول می بود و دوام
به تلاوت قرآن و اذکار ملک سبحانی شغلی فراوان
داشته میگویند که در یک مکان صد و چهل ختم قرآن

۱ – نسخه دانشگاه سند

مطرز ساز دانشش را باوصاف  بحلم و علم و صدق و عدل و انصاف

در این عالم بعلم آباد گردان  ورا هم بخشش شاد کن زان

در بلده [illegible] تاریخ ۲۹ شهر ربیع الاول سنه ۱۱۲۸ مجرم محمد شفیع تحریر [illegible]

۱ - نسخهٔ دانشگاه سند (خاتمه)

ملکی سیرت در آن مزرع رسید هرگاه بوقت معهود جمعی گراز مردود بر
کنار آن کشت زار گذار کردند آن شخص پیشتر رفت و بادای آن پیام
قیام نمود آن جمعی وحش بی تنفیر و وحشت پیش وی باستادند و
پیغام را اصغا نمودند تا هر همه سر فرود آورده سر و دم خسپانیده
ایمای اطاعت کرده واپس گشتند میگویند که ازان باز مادامی که آن
قطعه بود هیچ گرازی ازان گذاری نیاورده بسته توهم کردن از حکم
داور مسیح «که گردن نه پیچد ز حکم تو هیچ» که من اطاع الله اطاعه کل
شیء در شنبه ۹ ماه رجب ۱۱۱۰ آن بلبل گلستان وحدت روح از قفس قالب باز رجعت
و گلشن علوی فردوس اعلا را نشیمن ساخت مدفن شریفش قریه
انزبور تا قیامت پر نور باد ذکر مخدوم عربی دیانه قدس سره
آن صدرنشین محفل روحانی عارف معارف سبحانی صاحب خصایل قدسیه
متصف بخصایص انسیه فرزانه یگانه یعنی مخدوم عربی دیانه
قدس سره از جمله بزرگواران نامدار و اولیاء کبار بوده و در قریه مالر
گنذی سکونت داشته همواره در انزوای خلوات بعبادات
مشغول می بود و دایم بتلاوت قرآن و اذکار ملک سبحانی شغلی

۲ - نسخه ( ب )

بدیار سند رسیدند که بموضع کبهران که آمدند درویش نوح کبهر که از جمله بزر

گواران آن بقعه بود دیدند که گله گوسفند را میچرانید در اثنای آن درویش

بشخصی که در گوسفندان وی در آمد گفت که بحکم جام تماچی که در گوسفندان

من زیبای ایشان را از اصغای این کلام تعجبی تمام روی داد پیش درویش

رفتند و از حقیقت این مقوله باز پرسیدند که عجب که خلیفه جام جونه است

و تماچی در دار الخلافت دهلی محبوس و مایوس در بند و زندان است و

تو حکم را با او منسوب می سازی درویش گفت که حقیقت حال او را

نمیدانم اما دو سه روز است که از زبان وحش و طیر و گیاه و نبات این

کلمات می شنوم که حکم جام تماچی است ایشان را از استماع این بشارت

بهجت و مسرت افزود امید وار گشتند پیش درویش عقیدت حال

خویش اظهار نمودند و بوصول این مامول و حصول این مسئول نذری

بر خود قرار دادند و از آنجا روان گشتند بعد از دو سه روز از راه انبال

آمده می دیدی بلده سامویی آن طرف دریا نشستند و چشم بر مقصد مراد دوختند

و دیدند که هنوز کوکب سلطنت جام جونه در اوج است و دریای حکومتش

در موج جام صلاح الدین جام تماچی را همانجا گذاشت و خود در کشتی در آمد

[illegible]

٢ – نسخه ( ب )

تو هم گردن از حکم داور مپیچ که گردن نه پیچد ز حکم تو هیچ کهٔ

اطاع الله اطاع له کل شیئ در سنه ۹۸۱ ان بلبل گلستان وحدت

قفس قالب باز پرداخت دگلشن علوی فردوس اعلا آشیمن ساخت

موقف نیر شرقیه از نور تا قیامت پر نور باد و کرمه و هم عربا دریانه

قدس سره آن صدر نشین محفل روحانی عارف معارف سبحانی

صاحب خصال قدسیه فرزانه یگانه مخدوم عربی دیانه رحمة الله علیه

از جمله بزرگواران نام دار و اولیای کبار بوده و در قریهٔ نکندگر

سکونت داشته همواره در انزوای خلوات بعبادات مشغول می‌بود

و دایم الاوقات بتلاوت قرآن و اذکار ملک سبحان مشغول میداشته

میگویند که در یک مکان صد چهل ختم قرآن از و بوجود آمده بود و مثل

آن سلیمان ملک درویشی به حنجرهٔ داودی قرآن میخواند یا

و به طیب الحانی مخارج قرآنی ادا میفرمودی مرغ از طیران و آب از

جریان باز ماندی و در مقام نزکیه و تجرید رتبه عالیه داشته که بنظر

کیمیا اثر وی طلای مهرهای با خرمهره و ارزیر با خالص نقره برابر بود

نقلست اختصار افتاد و اکنون مدفن شریفش در دروهری است
نور الله مضجعه ذکر شیخ الشیوخ شیخ نوح بکری قدس سره آن بزرگوار
نامدار سر دفتر مشایخ کبار صاحب توفیق فارس مضمار تحقیق شیخ
نوح بکری قدس سره از جمله اولیای کرام و مشایخ عظام خضند بود
و از فرقه مقبولان درگاه دربار یافتگان خلوت لی مع الله است
دست ارادت از شهاب الحق والدین برهان الصدق والیقین
شیخ شهاب الدین سهروردی قدس الله سره العزیز گرفته مرید گشته
و در روزسنه که بکر قدم است سکوت داشته همواره به خلوت و جلوت
باذکار و عبادات مشغول بوده و همیشه از زر و اختیار رد داشت
نقلست که هرگاه غوث العالم شیخ بهاء الدین ذکریا علیه الرحمة
در بغداد رسید و بزیارت سرمایه تجارت ولایت ارشاد و دستگاه
شیخ شهاب الدین رحمه الله مشرف گردید و دست ارادت بکر
و بمراجعت وطن مرخص گشت شیخ فرمود که مریدی است رشید از مریدان
ما در روزسنه او را البته خواهی دریافت که وی از غایت قابلیت
و نهایت صفای طویت جمیع اسباب هدایت و ارشاد و استعداد آراه

بسم الله الرحمـٰن الرحيمo

# مقدمہ

بيحد تعريف ساراھ ۽ شڪر خاص الله تعاليٰ جي ذات پاڪ ڪي سونهين ٿو. جنهن هدايت ۽ معرفت جو ڏيئو گهنگهور گهٽائن، اونداهين راتين ۽ دلين ۾ روشن ڪيو. اوليائن ۽ دوستن جي دلين جا آئينا- الله جي آسري ڪان سواءِ دنيا وارن جي سهاري ۽ لالچ، نفس و حرمت ۽ دنيا جي سَڏن جي ميراڻ ۽ ڪاراڻ ڪان- الله تعاليٰ پنهنجي ذڪر و فڪر، محبت ۽ عبادت جي رندي سان پاڪ صاف ڪيا ۽ الله وارن جون دليون وحدت جي نور سان رڱجي ۽ ريٽجي هڪ ٿي ويون.

الله قدوس اهو پاڪ وجود آهي، جنهن معرفت جي هٻڪار پرين باغن مان اوليائن جو روح ۽ دماغ خوشبودار ڪيو ۽ قدرتي جلال جي نور مان اوليائن جو وجود پنهنجي نور سان ڀرپور ۽ روشن ڪيو.

الله اهو پاڪ پروردگار آهي، جنهن ذرن مان هر ذري کي، نباتات مان هر پن کي پنهنجي معرفت جي سج سان چمڪايو ۽ پنهنجي رحمت جي فيض سان انهن کي ترتيب ڏني، يعني اوليائن جي دلين کي سيراب ڪيو.

برگ درختان سبز در، نظر هوشيار،
هر ورقي دفتريست معرفت كردگار

(ترجمو: عقلمند ۽ ڏاهي ماڻهو جي نظر ۾ ساون وڻن جا پن ايئن آهن، جو هر هڪ پن خدا جي معرفت جو دفتر آهي.)

الله تعاليٰ اهو ڪار ساز حڪمت وارو آهي، جو پنهنجي قدرت ۽ حڪمت جي قلم سان آسمان کي تصوير ۽ تحرير جي اوزارن ڪان سواءِ عجيب و غريب نقش و نگارن، برجن سيارن ۽ ستارن سان "ري ٽنبين، ري ٽوٽيين، ٽون ڇپرتون ڇان" وانگر مٿي سنواري سينگاري بيهاريو آهي. زمين کي بہ ڪنوار وانگر گلن ڦلن، غنچن ٻوٽن ۽ وڻن ٽڻن جي نئين لباس سان سينگاري آسمان جهڙو سهڻو بنايو.

آن نقش نگاري كہ چوشد مبدعِ اشيا
آراست بحكمت زثريٰ تا بہ ثريا

چون داد بهار کرمش مژدهٔ احیا
صد نقشِ بَدیع از کفِ خاک آمده پیدا

هر قطره که افشاند بدین صفحهٔ خضرا
گل تکمهٔ زر دوخته برجبههٔ والا

در گلشن حمدش متحیر شده چو ما
انواعِ ریاحین بهمه پاک ضمیریٰ

(مطلب تہ اهو الله اهڙو نقش نگار چٽيندڙ حڪمت وارو آهي، جڏهن هيءَ دنيا پيدا ڪيائين، تہ حڪمت سان تحت الثريٰ کان آسمان تائين دنيا کي عجيب غريب شين سان سينگاريو).

جڏهن ان جي ڪرم ۽ رحم واري بهار، شين کي زندهہ ڪرڻ جي مبارڪ خوشخبري ڏني، تہ زمين جي سيني مان ڪيترن قسمن جون جنسون پيدا ٿي پيون.

جيڪو بہ قدرتي رحمت جي پاڻيءَ جو ڦڙو ڌرتيءَ تي پيو، تہ ان سان هيءَ زمين گلن ۽ ٻوٽن سان سرسبز ٿي پئي. زمين جي ڪاٽين مان چاندي ۽ سون ظاهر ٿيا.

(ان جي حمد واري باغ بستان ۾ قسمين قسمين گلن ٻوٽن جي هيڪار سان، اسان وانگر سيئي پاڪ دلين وارا (اولياء) بہ حيران آهن).

الله تعاليٰ جون ايتريون اڻ ڳڻ صفتون آهن، جو گلشن صفت ثنا ۾ مٺڙي ٻولي ٻوليندڙ، سهڻي زبان سان چهڪندڙ ۽ لاتيون لنوندڙ بلبل بہ، ان جي صفت ساراهہ ٻولڻ کان قاصر آهي.

الله تعاليٰ اهڙو خالق ۽ هر شيءِ ۽ ڪائنات پيدا ڪندڙ مالڪ آهي، جو سندس ڪائنات جو، ڪارخانو حيران ڪندڙ، بي عيب ۽ سيرت صورت ۾ خوبصورت ۽ وڻندڙ آهي.

اعجو بہ نماي عالم آرا
بيناي نهان و آشکارا

(مطلب تہ اهو الله عجيب انوکيون شيون پيدا ڪندڙ ۽ جهان سينگاريندڙ آهي. هو هر ڳجهہ ۽ ظاهر ڏسندڙ آهي).

اهو الله تمام وڏي علم وارو آهي، جو ٻنهي جهانن ۾ ظاهر باطن ۽ ننڍيون وڏيون سڀ شيون ڏسي پسي ٿو. سندس علم سيني شين تي حاوي ۽ گهيرو ڪندڙ آهي.

آ گــاهي او ز تلــخ تــا شـــور
آ گاهــ ز هــر چــہ در دلِ مـــور

(مطلب تہ اهو الله تعاليٰ هر مٺي ڪان ڪڙي تائين ڄاڻندڙ آهي، ايتري قدر جو ماڪوڙيءَ جي دل ۾ جو ڪجهہ آهي، اهو بہ ڄاڻي ٿو).

اهو الله تعاليٰ سڀ شيون پيدا ڪندڙ ڪارساز آهي، جو سندس قدرت ۽ حڪمت سان ڪائنات ۾ جيڪي بہ عجيب و غريب شيون پيدا ڪيل آهن، انهن شين جي تخليق ۽ حقيقت سمجهڻ ۽ پروڙڻ ۾ عقلمند، مدبر، پيشگويون ڪندڙ فلسفي داناء ماڻهو بہ حيران ۽ اڻ ڄاڻ آهن:

ســبحان مــن تحيــرهٔـي ذاتہ ســواه
فهم و خرد بکنہ، کمالش نبرد راه

(مطلب تہ اها ذات پاڪ آهي، ان جي شان ۽ حقيقت ۾ ڪائنات حيران آهي، انساني عقل ۽ شعور سندس ڪمال حقيقت جي واٽ ڪي نہ سمجهي سگهيو آهي.)

ان جي عظيم بارگاهہ وڏي عظمت ۽ ڪمال وارى آهي. ان جي رحمت جا ڪکر بہ پرپور ۽ شان وارا آهن.

گهڻا سلام ۽ صلواتون ڪائنات جي ڪارڻي (محمد ﷺ) جي پاڪ روح تي هجن! جنهن لاءِ هيءَ ڪائنات پيدا ٿي آهي. جيڪو رسالت ۽ نبوت جو مالڪ، لولاڪ جو صاحب ۽ ملڪوت ۽ لاهوت جي خزانن جو نگهبان آهي.

قــصر جبــروت آســتانش، بــام ملکــوت شد مکــانش
ده عــقــل چــراغ مــنـظــراو، نـہ چــرخ طــراز مــنــبــراو

(جبروت جي محلات ان جو آستانو آهي، ملڪوت جي بلندي بہ سندس آشيانو آهي. عقل جي ميدان جو چراغ ان جو نظارو آهي، نوَ آسمان، (ست آسمان، عرش ۽ ڪرسي) بہ ان جي ويهڻ واري منبر جا نقش ونگار آهن.)

هن نبي ﷺ جن جون هي سهڻيون صفتون آهن: ستن جدولن يا دريائن جي دائري جو مرڪز، سهڻن نقش ونگارن جو نقطو، نبين ۽ رسولن جو سردار، هدايت جي راهه ڏيکاريندڙ هادين جو اڳواڻ. "اَو اَدنيٰ" يعني معراج ۾ الله تعاليٰ جو تمام ويجهي کان ديدار ۽ قرب حاصل ڪندڙ. "ماَاوحيٰ" يعني الله تعاليٰ وحي ذريعي نبي سڳوري کي راز ٻڌايا، انهن الاهي رازن ۽ رمزن جو ڄاڻو. "ماَرَاي" يعني الاهي اسرار سچ سمجهي انهن جي حقيقت ڄاڻيندڙ عرفان جي نور جو مظهر، رحمان جي اسرارن جي کاڻ، سيني ماڻهن ۽ امت واسطي رحمت. سندس سهڻيون خصلتون. الله تعاليٰ وٽ پسند ۽ قبول پيل آهن. اهي نبي محمد ﷺ جن آهن. الله تعاليٰ ان جي صدقي هيءَ زمين ۽ دنيا ڪائنات پيدا ڪئي.ست ئي آسمان بہ سندس برڪت سان ٿنڀ ٽوٽي بنا مٿان بيٺا آهن.

لاجله كُل من اَلكون قد خُلقوا
ولو اَرادَ لَـمَـاردوا الي العدمَ

(ان حبيب جي صدقي جهان جون سموريون شيون پيدا ڪيون ويون ۽ اها پاڪ ذات باري تعاليٰ (پنهنجي حبيب جي محبت ڪري) ان ڪائنات کي نيستي ڏانهن نہ موٽائيندو.)

خاتم اقبالِ اوست آن کہ بُـمهرِ قبول
خشکَ وترِ کائنات داشت بزيرِ نگين

(مطلب تہ ان ڀاڳ بخت واري مُـنديءَ جي مُـهر قبول پيل آهي، سڪل ۽ آلي يعني ڪل ڪائنات سندس منڊيءَ جي ٽڪ يا حڪم هيٺان آهي).

سندن پيارن آل ۽ هدايت وارن اصحابن، جيڪي هدايت جا ستارا رهنمائي جا قنديل آهن، انهن تي قيامت تائين الله تعاليٰ جون رحمتون هجن!

## اوليائن سڳورن جي تعريف ۽ سندن سُهڻين خصلتن جو بيان

الله تعاليٰ جي حمد ۽ سهڻي نبيءَ تي صلوات کان پوءِ حقير ٻانهو. گناهن سان ڀريل بندو. الله غني سگهاري جي ٻانهن مان ڪمزور ٻانهو (سيد) عبدالقادر پٽ هاشم پٽ محمد الحسيني (الله تعاليٰ مون سان گڏ منهنجي والدين جا بہ پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان گناهہ معاف ڪري!) چوي ٿو تہ.

پاڪ دل ۽ روشن ضمير صاحبن تي مخفي نہ رهي، تہ تحقيق جي درياء جا تارو، توفيق ۽ صدق وصفا جي راهہ جا پانڌيئڙا. دين ۽ هدايت جي واٽ جا رهنما. الله تعاليٰ جي معرفت ۽ حقيقت جا ڄاڻو اهل الله يعني اهي الله وارا اولياء اهڙي جماعت آهن — جن جي دل الاهي رازن جو خزانو آهي — انهن جون دليون جسماني خواهشن، نفساني وسون کان آزاد ۽ پاڪ آهن. پنهنجون گهرجون ۽ بشري ضرورتن جا ارادا ماڻهن کا ڇني ڇڏيا اٿن، الله کان سواءِ ماڻهن کان مطلب ۽ تعلقات ٽوڙي، نفس جي ڪدورت ۽ ڪاراڻ کان پاڪ صاف ٿي چڪا آهن ۽ پنهنجو حال ۽ قال سڀ الله ذوالجلال جي حوالي ڪري ڇڏيو اٿن، مطلب تہ: "سڀيئي سبحان جي، ڪر حوالي ڪم" تي عمل پيرا آهن.

اختيار ۽ ارادي جون واڳون، معرفت سبحاني جي ذريعي ٻنهي جهانن جون سعادتون ۽ هميشہ جون مرادون، پنهنجي پالڻهار ڪي سونپي ڇڏيون اٿن. ولايت جي ڪمال جو معراج ۽ بلند درجن کي بہ الله تعاليٰ جي حوالي ڪري ڇڏيو اٿن. ان ڪري اولياءُ سڀئورا جيڪر ڪنهن ماڻهو ۽ شيءِ تي پنهنجي فيض واري نظر وجهن، تہ ان ۾ ڪيميائي صفت سمائي ڇڏين ۽ مٽيءَ کي بہ سون بنايو ڇڏين.

آنهاکہ خاک را بنظر کيميا کنند
آيا بود کہ گوشۂ چشمي بما کنند

(اهي اولياء الله مٽيءَ تي فيض واري نظر ڪن، تہ ان کي بہ ڪيميا بنائي ڇڏين. ڇا؟ اهو بہ ٿي سگهي ٿو تہ ڪڏهن هڪ نگاهہ اسان ڏي ڪن!!)

ڄاڻڻ گهرجي تہ اوليائن سڀورن جا بہ حالتن ۽ رتبن ۾ الڳ الڳ درجا ۽ قسم آهن.

**1- سلوڪ ۽ شريعت جا صاحب:** اِهو اوليائن جو هڪ قسم آهي. تہ جيڪي وجد ۽ ذوق، محبت ۽ شوق جي جذبي تي غلبي جي باوجود، پنهنجي حال تي قابو ۽ ضابطو رکندا آهن. پنهنجي علم ۽ فضل، فيض ۽ ڪرامت جي خزاني واري گهر جي دروازي جو قلف بند ڪري، زبان تي خاموشيءَ جي مهر هڻي. پنهنجي حال ۽ قال جي نگهباني ڪندا آهن. غيب جي رازن مان ڪو بہ راز عام تي ظاهر نہ ڪندا آهن. جئين **شيخ نظامي** اولياء فرمايو آهي:

اي نظامي! تاتواني. سر خود پوشيده دار
گرسبو را رخنہ باشد. آب کي گيرد قرار

(اي نظامي! جيتري قدر تي سگهي تہ پنهنجو راز ڳجهو رک! جيڪڏهن پاڻيءَ جي دلي کي ڏارِ يا ٺنڊي هوندي تہ ان ۾ پاڻي ڪيئن بيهندو.)

هن قسم جي اوليائن کي سلوڪ جا صاحب يا شريعت جو پابند چوندا آهن.

2- **ڪامل مجذوب:** هيءُ ٻيو قسم اوليائن جو آهي تہ جيڪي محبت جو شراب وحدت جي شراب خاني مان پي، تجريد جو چوغو پائي، معرفت جي درياءَ مان ٽٻي هڻي، موتي ميڙي "گوهر مقصود" گم ڪري ڇڏيندا آهن ۽ نہ انهن کي پنهنجي وجود جي خبر رهندي آهي، نہ بشري صفتن جو بہ انهن تي ڪو اثر ٿيندو. اهي ڄڻ هڪ قڙو آهن، جيڪي درياءَ ۾ سمائجي هڪ ٿي وڃن ٿا ۽ غير جي قيد ۽ بند کان آزاد ٿي رهن ٿا.

اهي هڪ ذرو يا ڪِرڻو آهن، جيڪي ولايت جي سج جي روشنيءَ جي ڪرڻن سان ملي عين يا هڪ بنجي وڃن ٿا. جيتوڻيڪ انهن کي ظاهري مرتبو زيادھ نہ آهي، جو ڪجھ چون ٿا، اهو قال جي زبان سان نہ، پر حال جي زبان سان چون ٿا.

انهيءَ قسم جي اوليائن جو اڳواڻ، صدق صفا جي باغ جو ميوو، حقيقت ۽ معرفت جو ڄاڻو اولياء بشر حافي (وفات سن 227 هجري، جنهن "بسم الله الرحمن الرحيم" جي عزت ادب ڪرڻ ڪري ولايت جو رتبو جو ماڻيو هو.) آهي، جيڪو چوي ٿو:

"هڪ ڏينهن الله جي ٻانهن مان هڪ ٻانهو ڏٺم، جيڪو الله جي محبت ۾ ايترو تہ مست مجذوب ۽ عاشق هو، جو پٽ تي ٻيءَ خود پيو هو، الله جي [illegible]ادي ۽ قدرت سان ان لاهوت جي سالڪ جي جسم کي ڪيڙا ماڪوڙا چنبڙيا، کيس پٽي کائي رهيا هئا. ويجهو وڃي ان مجذوب کي کڻي، پنهجي جهوليءَ ۾ رکيم. اوچتو کيس افاقو ٿيو تہ مون کي ڏسي چيائين:

"هيءُ ڪهڙو فضول ماڻهو آهي، جيڪو منهنجي ۽ پرودگار جي وچ ۾ آڏو اچي پيو آهي؟ مون کي الله جو قسم آهي، جيڪڏهن منهنجو جسم تيرن تلوارن سان ٽڪرا ٽڪرا ڪيو وڃي، ان ڪري پاڻ منهنجي محبت ۾ واڌارو ٿيندو، اجا بہ وڌيڪ آزمائش ۽ تڪليف گهرڻ جو نعرو هڻندس!"

هن قسم جي اوليائن کي "ڪامل مجذوب" چوندا آهن.

3. **فنافي الله اولياء**: هيءَ اوليائن جو ٽيون قسم آهي ته، معرفت ۽ هدايت، محبت ۽ عشق جو نور پنهنجي دل ۾ ٻاريو ويٺا آهن. بشري تعلق جا ڪک پن، ڪنڊا ڪرڙا ساڙي ٻاري، پنهنجي دل جي آئيني ڪي اڇو اجرو رکي پنهنجي پاڻ ۾ مستغرق هوندا آهن.

ازلي حڪمت ۽ لاثاني قدرت جي مالڪ الله تعاليٰ اهڙي گروهه جي اوليائن، لاءِ فرمايو آهي:

"اوليائي تحت قبائي لايعرفهم غيري" ( حديث قدسي ) يعني منهنجا دوست اولياء منهنجي چوغي هيٺان آهن، مون کان سواءِ انهن کي ڪير نٿو سڃاڻي.

اهي اولياء، ماڻهن ۽ غير جي نظرن کان لڪل هوندا آهن، ان ڪري اهي بيگانگيءَ جو لباس پهري، گلاغيبت جي خاڪ کي پاڻ تي قائم رکندا آهن، ته جيئن ڪو به عام ماڻهو انهن جي اصلي حال کان واقف نه ٿي سگهي ۽ انهن جي پنيان نه ڊوڙي.

بسر وقت شان خلق ڪـــي ره برنـد
ڪـه چـون آبِ حيـوان بظلمـت درنـد

("جيئن آب حيات ظلمات جي صورت ۾ مخفي آهي، اهڙيءَ ريت اهڙي آب حيات وانگر لڪل الله وارن وٽ به عام خلق ڪيئن اچي فيضياب ٿي سگهندي. ")

مثنوي:

شـاهـ انـد، بڪسـوت گدايـان بيگانـه وشـنـد آشـنايان
برخـاڪ، شـگفته بوسـتانند درگـرد، نهفتـه آسمـانند
از خلـق، نـشسته برڪنـارنـد دردل، گسـتـه هـمـچـو تـارنـد

(اهي گداگرن جي لباس ۾ بادشاهه آهن. واقف ڪارن جي وچ ۾ به بيگانه آهن. مٽيءَ تي ٽڙيل باغ بوستان آهن، گرد غبار ۽ مٽيءَ ۾ ڇڻ ته مخفي آسمان آهن. خلق کان پاسي تي ڪنارو ڪيو ويٺا آهن، ڇڻ ته گودڙيءَ ۾ لڪل لعل آهن.)

الله تعاليٰ انهن مخفي صفتن وارن صالح ٻانهن کي پنهنجي خاص ڪرم ۽ فضل سان نوازي سندن زبان ۾ به اهڙو تاثير رکيو آهي، جو زبان مان جو به ڪجهه ڪڍن ٿا، ته الله تعاليٰ بروقت سندن قول پورو ڪري ٿو. جيئن نبي ﷺ جن جو معجزانه ڪلام ان تي شاهد آهي:

”رب اشعث اغبر مطرود الباب لو اقسم علي الله لابره“

(گهڻا وار ٽڙيل مٽي هاڻا پيوت ٿيل اهڙا ولي الله آهن، جو ماڻهو انهن جو اهو حال ڏسي، پنهنجي دروازي تي ويهڻ نہ ٿا ڏين حالانڪہ انهن اوليائن جو الله تعاليٰ وٽ قرب ۽ شان، مرتبو ۽ مان آهي، جيڪڏهن الله جو قسم کڻي ڪا ڳالهہ چون، تہ الله تعاليٰ اهو ڪم پورو ڪري، انهن جي قسم کي سچو ڪندو.)

هي اهي ٻانها آهن، جن تي الله تعاليٰ جون رحمتون ۽ برڪتون هجن. اهي ئي چوٽڪاري وارا ڪامياب آهن، الله تعاليٰ انهن جو روح ۽ وجود پاڪ ڪري!

اي منهنجا الله! انهن پاڪ روح درويشن ۽ انهن جي صدق ۽ محبت جي برڪت سان هن گنهگار جي دل بہ پنهنجي توفيق ۽ ايمان جي هيڪار سان ڀرپور فرماءِ ۽ منهنجي دل ۽ اکين جي نور کي انهن اوليائن جي هدايت ۽ معرفت واري نور سان روشن ڪر. گمراهي جي واديءَ مان هدايت جي واٽ ڏيکار ۽ تحقيق تون هرشيءَ تي قادر آهين!

- سيد عبدالقادر ٺٽوي

## ڪتاب "حديقة الاولياءِ "لکڻ جو سبب

جيئن حضور پر نور سيني ماڻهن کان پلاري نبي صلي الله عليہ وسلم جن جو ارشاد آهي:

"تنزل الرحمة عند ذکر الصالحين"

(الله تعليٰ جي نيڪ صالح ٻانهن جي ذڪر ڪرڻ وقت الله تعاليٰ جي رحمت وسي ٿي).

هنن ماڻڪ موتي لعل جهڙن اوليائن بابت سچي محبت ۽ خلوص دل سان، هنن چند ورقن جي گڏ ڪندڙ ليکڪ جي دل گهريو تہ "سنڌ" ملڪ ۾ رهندڙ ڪجهہ مشائخ بزرگ اوليائن جو احوال ۽ ڪرامتون گڏ ڪري لکي جامع ڪتاب جوڙيان. سندن وسيلي سان ئي رحمت جا ڪکر وسن ٿا. ان ڪري انهن اوليائن جي پاڪ روح کان مدد طلب ڪري، وڏي محنت ۽ جاکوڙ سان هن ملڪ جي سچن راوين ۽ قابل اعتماد همعصرن کان، مشائخ بزرگن اوليائن بابت حڪايتون روايتون پڇي گڏ ڪري، پنهنجي تحقيق ۽ ڇاڻ مطابق هڪ سال صرف ڪري 1016 هجري مطابق 1607ع ۾ هيءُ تذڪرو لکي پوروڪيو. تہ جيئن هيءُ پاڪ نفس پلارن اوليائن جو ڪتاب زماني ۾ يادگار رهي.

هن محتاج نيازمند، جيڪو هن اوليائن جي باغ جو مالهي آهي، ڪي دعا جي گلدستي سان ياد ڪن ۽ پنهنجي پيزار جي جتي ڪٽندڙن جي حلقي ۾ پنهنجو سمجهي ڳڻين!

لک البشاره فاخلع ما عليک فقد
ذکرت ثمة علي مافيک من عوج

(اي محبوب! توکي مبارڪ هجي جو تون پنهنجي اڳئين روش کان رجوع ڪري ، پرينءَ جي پيچري تي گامزن ٿيو آهين).

الله تعاليٰ جو حمد ۽ احسان آهي جو دل ۾ جيڪو (سنڌ جي) 'وليائن بابت ڪتاب لکڻ جو ارادو هو ،اهومختصر ۽ جامع ڪتاب(حديقة الاولياء) خير خوبيءَ سان پورو ٿيو. سهڻن اخلاق وارن پائرن ۽ وفادار دوستن ۾ اميد آهي، تہ هن ڪتاب پڙهڻ دوران مون حقير ۽ گهٽي ڏوهاريءَ ڪي خيرجي دعا سان ياد ڪن ۽ دعا کان وساري نہ ڇڏين!

## قطبن جو قطب ماڻهن ۽ جهان جو غوث
## شيخ بهاؤالدين زڪريا رح (ملتاني)

مرشد بهاؤالدين زڪريا - قدس سره. مشائخن ۽ اوليائن سڀني جو سرواڻ، بزرگن جي جماعت (گروه) جو اڳواڻ، وجود جي دائري جو مرڪز، شهود جي سمنڊ جو موتي، لاهوتي اسرار جو خزانو، ملڪوتي انوار جو سرچشمو، غيبي فيض جو ماڳ، لاريبي مڪاشفات جي ظاهر ٿيڻ جو هنڌ، سبحان جي معرفت جو چاٽو، روحاني حقيقتن جي ولايت ۽ آشياني جو شهباز ۽ ماڻهن ۽ جهان وارن جو فريادَ رس آهي.

ماڻڪ موتي لعل جهيڙن خبرن ۽ روايتون آڻيندڙ راوين ائين چيو آهي، تہ هن بزرگ بهاؤالدين زڪريا جي ولادت جمعي جي رات تاريخ 27- رمضان المبارڪ سنہ 566هجري /3 - جون 1171ع ۾ ٿي. رمضان المبارڪ جي باقي ٽن ڏينهن ۾ سندس ماءُ ٻار کي ٿڃ پيارڻ جي ڪوشش ڪئي. پر ٻار ٿڃ نہ پيتي، ۽ ائين جيئن پاڻ روزي ۾ هو.

جڏهن پاڻ ستن سالن جو ٿيو تہ قرآن مجيد جا ٽيهہ ئي سيپارا برزبان ياد ڪري ويو، ۽ ظاهري علم ۽ باطني صفائيءَ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. مطلب تہ ڪمال ڏاهپ ۽ طبيعت جي رواني سان پندرهن سالن گذرڻ بعد، درس و تدريس ڪرڻ ۽ عام ماڻهن کي علمي فائدو پهچائڻ لڳو.

حضرت مولوي علامہ مولانا عبدالرحمان "جامي" (817هہ-898 هہ) ڪتاب"نفحات" ( الانس- فارسي) ۾ لکيو آهي:

" روزانو تقريباً ستر عالم ۽ فاضل سندس
مدرسي ۾ هن صدق ۽ صفا جي صاحب وٽان
علمي فيض پرائيندا هئا"

ان کان پوءِ جڏهن ڪيس بيت الله جي زيارت ۽ حج ادا ڪرڻ جو شوق دامنگير ٿيو، تہ ان اعليٰ مقصد واسطي پڪو ارادو ڪيائين. پلي پار تان حرمين شريفين جہ زيارت ۽ حج ڪري، دلي مقصد ۽ مطلب پوروڪري واپسيءَ ۾ جڏهن بغداد شريف پهتو تہ، درگاهہ ولايت پناهہ هدايت آگاهہ

شيخ شهاب الدين سهرورديءَ (539هه /1145ع-633هه /1235ع) رحمة الله عليہ جي زيارت جو شرف حاصل ڪيائين. شيخ شهاب الدين، ولايت ۽ عزت واري آسمان جو قطب، معرفت ۽ هدايت جو مرڪز، ماڻهن جي قافلي جو اڳواڻ، الله جو ذاڪر ۽ عرفان صمدي جي کاڻ هو.

بهاؤالدين زڪريا، شيخ شهاب الدين سهروردي ءَ جي نظر فيض اثر جي سامهون آيو، تہ شيخ شهاب الدين فرمايو:

"مرحبا، ڀلي ڪري آيا! سعادت جو سرمايو تہ تو پاڻ آندو آهي. اڄ جو حضرت رسالت پناهہ (محمد) صلي الله عليہ وسلم اسان کي تنهنجي ٻارت ڪئي آهي. ايئن بہ فرمايو اٿن" معراج واري رات عرش جي هيٺان هڪ بغير جسم جي رڳو پهراڻ الله تعاليٰ جي ذڪر جي جوش کان رقص ۾ جهوسي رهيو هو. جبريل عليہ السلام کان انهيءَ رقص ڪندڙ قميص واري جي ڪيفيت بابت پڇيم، تہ جبرئيل سڳوري چيو: هيءُ خاص پهراڻ (لباس) تنهنجي امتين منجهان هڪ امتيءَ جو آهي. جنهن جو نالو شيخ بهاؤالدين هوندو، ان کان پوءِ يڪو لازمي طور تنهنجي نيڪ قدمن جي انتظار ۾ رهيو آهيان، (تہ جيئن توکي امانت پهچايان.)"

ان کان پوءِ پنهنجي ارادت جو هٿ بهاؤالدين زڪريا کي ڏنائين ۽ هو ان جو مريد ٿيو. سندس ولايت جو رتبو ۽ فيض ارشاد جو آواز آسمانن جي سطح کان بہ مٿي پهچي ويو. ان ڏينهن کان پوءِ راهہ جا طالب ۽ سالڪ، شوق ۽ عشق جا اجايل ڏورانهيون واديون ۽ ماڳ ۽ منزلون طئي ڪندا، انهي (مرشد) جي دربار فيض آثار ۾ اچڻ لڳا. ڪانئس ارادت جو هٿ ۽ خلافت جو خرقو وٺڻ لڳا. فڪر ۽ فيض سان ڀرپور ٿي، پنهنجي پنهنجي وطن ماڳن ۽ مڪانن ڏي موٽڻ لڳا. ايتري قدر جو سنڌ ۽ هند جي سيني مشائخن مان بہ گهڻن بزرگن جي ارادت جو سلسلو هن خاندان تائين پهچي ٿو ۽ هتان جا فيض يافتہ آهن[1].

[1] (بهاؤالدين زڪريا جي وفات تاريخ ستين صفر 661هه /21- ڊسمبر 1262ع ۾ ٿي. قديم قلعي ملتان ۾ دفن ٿيل آهي. مترجم)

## مشائخن جو رهبر شيخ صدر الدين قتال رح (عارف)

ذات واحد سان تعلق رکندڙ منتظمين (صاحب بصيرت) هن ريت بيان ڪيو آهي تہ، جنهن وقت سندن پاڪ روح جو پکي (طائوس) انساني پردي مان ظاهر ٿي جسماني وجود ۾ رونما ٿيو، تہ هيءُ شرف ۽ ڪرامت واري سِپ جو گوهر، جلال ۽ جمال جي ڪرم جي برج جو ستارو، عرفان جي باغ جو نئون ميوو ۽ گلدستو ۽ يقين جي گلستان جو بلبل آهي.

جناب امير سادات حسيني ( حسين بن عالم بن ابي الحسين ڪزيوي هراتي وفات: 718هہ / 1319ع) پنهنجي ڪتاب "ڪنز الرموز" ۾ سندس سهڻي ساراهہ هن ريت فرمائي آهي:

"اهو وڏو ناميارو عالم پناهہ، زماني جو فخر ۽
مهندار، دين ۽ دنيا جو سردار، حق جو مقبول ٻانهو ۽
نو آسمان، هن جي دسترخوان جو ڍڪ (پوش) آهن."

هيءُ محققن جو اڳواڻ، الله جي پهتل ٻانهن جو سرواڻ، ملت ۽ دين جي روشني شيخ صدرالدين قتال ( الله تعاليٰ جي ان تي رحمت هجي!) پير دستگير (بهاؤالدين زڪريا ) جو وڏو فرزند هو. والد بزرگوار ڪان پوءِ هدايت ۽ ارشاد جي مسند تي ويٺو. جهان سندس فيض ۽ سج جهڙي سوجهري سان روشن ٿيو. سندس فيض ۽ ارشاد جو پڙاڏو فرش ڪان وٺي عرش تائين پهتو.

روايت آهي تہ جڏهن شيخ (صدرالدين) جي گهرواري پيٽ سان ٿي. اها گهرواري پاڪ دامن پردي دار عورتن جو چٽ، سچ ۽ سخاوت جي صفتن سان سينگاريل هئي. جڏهن سندس فرزند شيخ رڪن الدين (شاهہ عالم) پيٽ ۾ سرجيو، تہ شيخ بزرگوار (شيخ صدرالدين) جنهن مهل بہ گهر ايندو هو ۽ بيبي سڳوريءَ جي مٿس نظر پوندي هئي، تہ پاڻ بنا قصد ۽ ارادي جي اٿي بيهندي هئي.

هڪ ڏينهن شيخ صدرالدين پنهنجي گهرواريءَ ڪان وقت بوقت اٿي بيهڻ جو سبب پڇيو؟ بيبي سڳوريءَ چيو تہ: "منهنجي پيٽ ۾ ٻار آهي. جنهن وقت تنهنجي جمال با ڪمال تي نظر پوي ٿي تہ ٻار پيٽ ۾ چرپر ٿو ڪري. ان

ڪري مون ڪي اٿڻو ئي پوي ٿو. تنهنجي انهي تعظيم ڪرڻ ڪري، پوءِ آرام ۽ سڪون ملي ٿو" اهو جواب ٻڌي شيخ فرمايو: "تنهنجي پيٽ جي سپ ۾ وڏو قيمتي گوهر (موتي) آهي، جيڪو ان شاءَ الله تعاليٰ زماني جو قطب ٿيندو".

روايت آهي ته جنهن مهل ان پاڪ دامن بيبي سڄوريءَ جي حمل جي مدت پوري ٿي ۽ ويم جا سور ٿيڻ لڳا، ته بيبي سڄوري انهيءَ ويم جي سور ۾ وفات ڪري وئي. جڏهن اها افسوسناڪ خبر شيخ بزرگوار کي پئي ته هن فرمايو:

"هن پاڪ دامن بيبيءَ کي چئو، ته تنهنجي پيٽ ۾ زماني جو قطب ۽ موتي امانت رکيل آهي. انهيءَ امانت جي امانتدار آهين. جيسين اهو چمڪدار موتي ٻاهر نه ايندو ۽ تون ان جي پروش پوري نه ڪندين، تيسين تنهنجي حياتي پوري نه ٿيندي يعني تون ڪانه مرندينءَ"

موت جي بستري تي ستل بيبي سڄوريءَ کي جنهن وقت شيخ بزرگوار جو اهو پيغام پهچايائون ته ان ئي وقت الله تعاليٰ جي قدرت سان- جيڪو الله ڳريل هڏن کي ٻه ساهه وجهي جيئرو ڪندو آهي،- بيبي سڄوري ڇرڻ لڳي، سندس روح جو پکي جيڪو پرواز ڪري ويو هو، اهو ساهه وارو پکي سندس جسم ۾ موٽي آيو. تنهن کان پوءِ بيبي سڄوريءَ جي پيٽ ۾ جيڪو ٻار امانت رکيل هو، اهو ٻار عالم وجود ۾ آيو. سندس جمال جي نور سان جڳ روشن ٿيو ۽ سندس ماءُ بيبي سڄوري ان جي خدمت ۽ پرورش ۾ مشغول ٿي وئي. [1]

[1] شيخ صدرالدين جي ولادت: سن 621 هجري/ 1224ع ۽ وفات: سن 709 هجري/1309ع ۾ ٿي. پنهنجي والد بهاؤالدين زڪريا سان گڏ قلعي قديم ملتان ۾ دفن ٿيو. هينئر ٻئي هڪ روضي ۾ اندر مدفون آهن. (مترجم)

## قطبن جو قطب شيخ رڪن الدين المعروف شاهه رڪن عالم رح

سچن راوين کان روايت آهي تہ جڏهن آفتاب عالم تاب قطب ولايت شيخ صدرالدين قتال رحمتہ الله عليہ جو وجود هن دنيا مان غروب ٿيو. تڏهن سندس لائق فرزند شيخ رڪن الدين پنهنجي پيءُ جي فيض وهدايت، ارادت ۽ ارشاد جي مسند تي ويٺو.

شيخ رڪن الدين طريقت جو شهباز، حقيقت جو شينهن، جلالت ۽ بزرگي جي آسمان جو قطب، جبروت جي باغ جي بلبل، لاهوت جي چمن جي ڪوئل، معرفت ۽ يقين جي دائري جو مرڪز آهي. ارادتمندن ۽ اجايلن کي فيض ۽ برڪت، ارشاد ۽ هدايت سان محبت جي وند ڏيڻ لڳو. ملتان جي سرزمين کي بهشت برين جهڙو پرسڪون ۽ عالم عليين جهڙو بلند بنائي ڇڏيو.

حضرت صدرالدين کي شيخ علم الدين نالي چاچو هو. ان جو ظاهري حال- "علماء امتي كانبياءِ بني اسرائيل-" يعني منهنجي امت جا عالم بني اسرائيل جي نبين جهڙا هوندا (حديث) وانگر هوءِ وڏي علم وارو بہ هو. هڪ ڏينهن ان جي دل ۾ (پنهنجي ڀائٽي شيخ صدرالدين جي خلاف) حسد، ساڙ ۽ دشمني پيدا ٿي. قطب الاقطاب (شيخ صدر الدين) جي ڪن خادمن کي چيائين تہ، "الله تعاليٰ مون کي وڏو علم ڏنو آهي، جو ڪنهن بہ حسابدان جو فڪر ۽ خيال ان علم جي حد حساب ڄاڻڻ کان قاصر ۽ عاجز آهي. انهيءَ علمي عظمت ڪري لازمي آهي، تہ شيخ (رڪن الدين) وڏن جي گادي نشيني جي حقداري نہ رکي. (علم ۽ بزرگي ڪري آئون ئي درگاهہ ۽ گاديءَ جو حقدار آهيان) جيڪڏهن اها ڳالهہ نہ مڃيندوَ تہ آئون سفر ڪري دارالخلافت دهلي ڏانهن شڪايت ڪٽي ويندس، تہ جئين ڪوڙوڪرو پڌرو ٿئي ۽ حقدار کي حق ملي"

درياءَ جي ڇيڙين جي ناڪئن اهڙي طرح خبرون آنديون آهن، تہ شيخ رڪن الدين، چاچي جي اها ڳالهہ ٻڌي ٻهريان ڪاوڙ ۾ تپي باهہ ٿي ويو، پر پوءِ صبر جي پاڻيءَ سان ان ڪاوڙ جي باهہ کي ڇنڊو هٽي وسايو ۽ پاڻ بہ حق ۽ صداقت کي ظاهر ڪرڻ واسطي دهلي جو سفر اختيار ڪيو. جيئن تہ دهلي بہ وڏن اوليائن جو مسڪن آهي، شيخ بزرگوار اتي پهتو.

سلطان (غياث الدين) تغلق ان ولايت جو والي هو ۽ پنهنجي حڪومت وسيع ڪرڻ تي فخر ۽ ڪوشش ڪري رهيو هو. حضرت شيخ (رڪن الدين) جي اچڻ جو ٻڌي سندس استقبال ڪرڻ لاءِ شهر ڪان ٻاهر آيو. قدم بوسي ڪري وڏي ادب احترام سان ڪيس دهلي وٺي آيو ۽ عرض ڪيائين ته: "شيخ اسان وٽ رهيو"، جئين ته دنيا وارن وٽ رهڻ ۾ اوليائن کي ڏکيائي ٿيندي آهي. ان ڪري شيخ انڪار ڪيو ۽ حضرت نظام الدين اولياءَ(سن 636 هجري/1239ع - سن 725هـ /1325ع) جي درگاه تي رهي پيو. ڪجھ مدت ٻئي بزرگ ذڪر انڪار جي مجلس ڪندا رهيا...

"انهن ڏينهن ۾ شيخ حاڪم قريشي جيڪو پريت ۽ محبت وارو ماڻهو هو. شيخ رڪن الدين جي خدمت ۾ آيو ۽ مريد ٿيو.

سلطان تغلق فخر ۽ وڏائي ڪري، ٻئي ڪنهن کي پاڻ جهڙو نه پائيندو هو ۽ حضرت شيخ به تڪبر وڏائي جي ڪرڻ واري سان "تڪبر وڏائي ڪرڻ صدقو آهي." جي قول موجب ان ڏي به ڪوتوجهه نه ڏنو، ۽ پاڻ بي پرواهي سان رهڻ لڳو. سلطان تغلق انهيءَ سبب ڪري جنهن وقت سندس مجلس ۾ گادي نشينيءَ جي ڳالهه تي نڪتي، ته شيخ جي چاچي (علم الدين) جو پاسو ٿي ورتو ۽ شيخ بزرگوار جي باري ۾ ننولين به ٿي ڪيون. پر حضرت قطب الاقطاب شيخ رڪن الدين- "بيشڪ اوليائن کي راز رمزون لڪائڻ جو امر ڪيو ويو آهي"—— جي ارشاد موجب پاڻ کي ڏسي(صبر شڪر ڪري) اهي ڳالهيون دل ۾ نه ٿي ڪيون.

هڪ ڏينهن حضرت قطب الاقطاب جي ماڻهن کي اظهار ڪندي چيائين ته: "شيخ ۽ سندس چاچي کي گادي نشيني ملڻ جو معاملو ڏاڍو ڏکيو ۽ اونهون آهي، ان ڪري ٻنهي ۾ گهٽي علمي بحث مباحثو ٿئي، ته ڏسجي گاديءَ سنڀالڻ جي لياقت ۽ فضيلت ڪنهن ۾ آهي ۽ گاديءَ جو حقدار ڪير آهي؟" راوين هن ريت بيان ڪيو آهي ته حضرت شيخ علمي بحث مباحثي جي ڳالهه ٻڌي چيو ته، هرويرو گاديءَ جي حقداريءَ تي علمي بحث مباحثو ڏسڻ آهي، ته پوءِ بازار مان هڪ غلام وٺي اچو. اهو غلام صفا اڻ پڙهيل ۽ عمل کان بنهه بي خبر هجي. آخرڪار، هڪ غلام، جيڪو ڪيترائي ورهيه جهالت ۾ رهيو هو، ان کي وٺي آيا ۽ اهو غلام شيخ بزرگوار جي فيض واري نظر سان

عالم باعمل، مناظر بي بدل، صالح كامل بڻجي پيو. بادشاھ جي روبرو مجلس ۾ شيخ جي چاچي علم الدين ۽ شيخ جي خريد كيل غلام جو فيض نظر سان نوازيل ھو ۽ ان نئين خليفي جي وچ ۾ علمي بحث مباحثو ۽ مناظرو شروع ٿيو. شيخ جي نئين خليفي پهريان الله تعاليٰ جي حمد وثنا كئي ۽ پيغمبر اكرم ﷺ جن تي درود پڙهڻ كان پوءِ اهڙو تہ فصاحت بلاغت ۽ مٺي آواز ۾ عرفاني بيان شروع كيو، جو سڀ حيران ٿي ويا. ان كان پوءِ انهيءَ غلام، شيخ جي چاچي كي مخاطب ٿي چيو: "حضرت شيخ بزرگوار، فيض جي نظر سان مون تي ظاهري ۽ باطني علم جي پالوڻ كئي آهي. هاڻي توكي علمي بحث كرڻو آهي، مون، شيخ جي خليفي سان مناظرو كر." نيٺ حضرت شيخ جو چاچو ان (شيخ جي نئين غلام خليفي ۽) سان علمي بحث مباحثي ۾ هارائي ويو. مطلب تہ كنهن بہ ڳالهہ كي پڇي نہ سگهيو. اهڙي ريت بادشاھ جي مجلس ۾ سيني جي سامهون اها ڳالهہ ظاهر ٿي وئي، تہ گاديءَ جو حقدار شيخ ركن الدين ئي آهي. انهيءَ دوران سلطان تغلق سنڌ ڏانهن وڃڻ جو پكو ارادو كيو. حضرت شيخ بزرگوار، سلطان كي چيو: "مون كي وطن (ملتان) وڃڻ جو شوق اچي ٿيو آهي، اجازت هجي تہ آءٌ بہ وطن وڃي ڏاڏي(بهاؤالدين زكريا ملتاني) جي روضي پاك جي زيارت كريان."

جئين تہ گمراھ سلطان شراب جي نشي ۽ غرور ۾ پريل هو. شيخ اهل دل جي ڳالهہ ٻڌي اڻ ٻڌي كري چيو تہ: "سنڌ ملڪ جي ماڻهن منهنجي خلاف بغاوت كئي آهي ۽ منهنجي خلاف اٿي كڙا ٿيا آهن. انهن كي سيكت ۽ سزا ڏئي، پنهنجو فرمانبردار كري موٽي اچان! تہ پوءِ توكي وطن وڃڻ جي اجازت ڏيندس".

تنهن تي حضرت شيخ كاوڙ مان فرمايو: "هر ظالم جي مٿان موت جي تلوار هميشه ٽنگيل آهي. خون سان ٻڏل تلوار تو تغلق جو كم بہ پوري كرڻ لاءِ تيار آهي." سلطان تغلق كي شيخ جي هن لفظن تي ڏاڍي مٺيان لڳي، پرنيٺ شيخ كي اجازت ڏيڻ كان سواءِ لشكر وٺي سنڌ ڏي راهي ٿيو.

سلطان تغلق گهڻي مدت كان پوءِ سنڌ مان مقصد حاصل كري، دهلي واپس موٽيو. دهلي ٻاهران پٿر جي خوبصورت محلات جڙيل هئي. دهلي پهچڻ كان اڳ ان محلات ۾ داخل ٿي دم پٽڻ لاءِ رهائش پذير ٿيو. دهلي شهر جا وڏا عملدار، معزز ماڻهو سندس استقبال واسطي اچي ان محلات ۾ گڏ ٿيا. انهيءَ

دوران حضرت شيخ بزرگوار جي مريد شيخ حاڪم قريشي پنهنجي مرشد شيخ رڪن الدين کي عرض ڪيو، تہ الله تعاليٰ جو حڪم آهي:

"اَطِيعُوا اللهَ وَاَطِيعُوا الرسُولَ وَاُولي الامرِ مِنكُم"[1]

ترجمو: الله جو حڪم ۽ رسول جو حڪم مڃو ۽ جيڪي اوهان مان حاڪم هجن، تن جو حڪم مڃو.

ان امر موجب سلطان تغلق جي استقبال لاءِ هلڻ گهرجي (تہ جيئن توهان جي خلاف بادشاهہ کي ڪاغلط فهمي نہ ٿئي.) ان ڪري حضرت شيخ ۽ شيخ حاڪم قريشي، سلطان تغلق جي استقبال لاءِ ويا ۽ ان سان وڃي مليا. ان ڏينهن سلطان تغلق عام دعوت جو بندوبست ڪيو هو ۽ سڏ بہ ڏنو هو. جنهن دعوت ۾ وڏا ننڍا امير ۽ غريب اچي شريڪ ٿيا هئا. ماڻهو دستر خوان تي ماني کائڻ لڳا تہ، گمراهہ سلطان تغلق سيني دعوتي ماڻهن ڏي منهن ڪري، حضرت بزرگوار شيخ جي خلاف اندر ۾ موجود ساڙ ۽ حسد واري تقرير ڪندي چوڻ لڳو: " ڪن ماڻهن ٻڌاڪ هٽي پئي چيو تہ، بادشاهہ خير خوبيءَ سان سفر (سنڌ) تان سلامت نہ موٽندو. حالانڪہ هن ڳالهہ جي خبر ئي ڪانہ اٿن، تہ بادشاهہ تہ سلامتي سان موٽي آيو آهي. پاڻ اجا تائين هتي قيد ۾ قابو لڳا وينا آهن"

بادشاهہ جي اها مهٽي هاب ڳالهہ ٻڌي، شيخ بزرگوار کي ڪاوڙ لڳي. چو تہ بادشاهہ جو اهو اشارو سڄو شيخ ڏانهن هو. شيخ مانيءَ مان ڪٽي هٿ ڪڍيا ۽ بنا هٿ ڌوئڻ جي مَحلَ کان ٻاهر نڪري آيو.

سلطان محمد بن تغلق جيڪو بخت ۽ سعاد تمنديءَ جي اخلاق سان سينگاريل هو. ڪوئرو ڪٽي تڪڙو حضرت شيخ جي هٿن ڌوئارڻ لاءِ ڊوڙيو ۽ محلات جي دروازي تائين پهتو. شيخ ان کي ڏسي بيهي رهيو ۽ هٿ ڌوتا. محمد بن تغلق جي اهڙي سهٽي سلوڪ جي ڪري ڪانئس خوش ٿي، هٿن ڌوئڻ دوران فرمايو:

"سلطان ( غياث الدين) تغلق کي ِ هن ۽ ُهن جهان ۾ ڌوتم يعني دنيا ۽ آخرت ۾ خالي هٿئين ڪري ڇڏيم. سلطان محمد (بن تغلق) کي ِهن ۽ هُن جهان ۾ نوازيم."

---

[1] پارو 5، سورت النساءُ، آيت 59.

ايئن چئي شيخ بزرگوار جلدي محل مان ٻاهر نڪري آيو. انهيءَ دوران، هڪ درويش، صاحب دل، دهليءَ جو رهاڪو، شيخ بزرگوار جي قدمن جي پويان پئي آيو ۽ شيخ کي چوڻ لڳو:

اي شيخ! سلطان تغلق کي اولياء "جمال" درويش جي دعا جو سهارو آهي. ان ڪري هو پاڻ کي ڄڻ هر ڳالهه ۾ هڪ وڏي مضبوط قلعي ۾ محفوظ سمجهي ٿو. تنهن ڪري اوهان لاءِ اهڙا بيهودا ۽ گٿا لفظ زبان تي آڻي ٿو.

حضرت شيخ، درويش جمال واري ڳالهه ٻڌڻ کان پوءِ ويتر جوش ۾ آيو. ڏک ۽ صدمي ۾ پوئتي منهن ورائي ٻه ٽي ڀيرا فرمايائين: "اول جمال بعد ازان تغلق" مطلب ته پهريان درويش جمال، ان کان پوءِ تغلق جو وارو ايندو:

راوين جو چوڻ آهي، ته ان وقت درويش جمال اُچ شهر ۾ وضو پئي ساريو. اڃا پاڻي پير تي نه هاريو هئائين جو، پنهنجي حياتي ڏوئي (وڃائي) ويٺو يعني گذاري ويو...

انهيءَ وقت الله تعاليٰ جي قدرت ۽ ولي الله جي غيرت جي ڪري، بادشاهه جي پٽر سان جڙيل محل گجگوڙ ۽ ٺڪاءَ سان، اک ڇنڀ ۾، ڏڙام ڪري ڊهي پئي ۽ سلطان تغلق ان ۾ دٻجي مري ويو.

حضرت شيخ جي دعا سان الله تعاليٰ جي فرمان: "تُوۡتِي الۡمُلۡكَ مَن تَشَآءُ"[1] ترجمو: تون جنهن کي گهرين ٿو، تنهن کي بادشاهي ڏين ٿو.— جي اصول پٽاندر بادشاهي سلطان محمد بن سلطان تغلق جي حق ۾ لکجي وئي. سنه725هه / 1325ع ۾ پاڻ دهلي جي حڪومت جي تخت تي ويٺو ۽ پنهنجي فرمان جاري ڪرڻ جو حڪم ڏنو ۽ سڀ ڪم پنهنجي هٿ ۽ قبضي ۾ ڪيا.

هو تمام سخي طبيعت، سليم فطرت ۽ عادل حڪمران ثابت ٿيو. حڪومت جي ڪمن ڪارين ۽ حڪومتي ضابطي ۾ وڏو داناء ۽ ڪامل زماني شناس هو. اهڙي طرح "تاريخ همايوني" ۾ آيل آهي. مطلب ته هن واقعي کان پوءِ حضرت شيخ رڪن الدين دهلي کان ملتان موٽيو. سندس چاچو علم الدين ته سلطان غياث الدين تغلق جي وقت ۾ ملتان موٽي آيو هو. جنهن وقت سندس چاچي، حضرت شيخ جي ملتان اچڻ بابت خبر ٻڌي ته چيو: "ملتان جي قلعي جا دروازا بند ڪري ڇڏيو." حضرت قطب الاقطاب شيخ جڏهن اهڙي نموني شهر جا

[1] پارو 3، سورت ال عمران، آيت 26.

دروازا بند ڏنا تہ، جوش ۾ اچي فرمائڻ لڳو: "(اسان ٻاهرين جو خير آهي) ڪين اندوروني ٻاهہ ساڙيندي تہ، جيئن اهڙيون ڳالهيون نہ ٿين". ان ئي وقت پيرجي بددعا جو تير (اثر) نشاني تي لڳي ويو. ان کي حسد ۽ ساڙ جي اندروني ٻاهہ ساڙڻ لڳي، آپي مان نڪري گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳو. جيئن ئي سندس حياتيءَ جو سج لهڻ لڳو. جيڪي وٽس وڏن جا ڪتاب هئا،انهن سيني ڪتابن کي حضرت شيخ جي ساڙ ڪان ٻاهہ ۾ وجهي ساڙي رک ڪري ڇڏيائين ۽ پاڻ پنهنجي حياتي پوري ڪري گذاري ويو.

حضرت شيخ ملتان اچڻ کان پوءِ شهر کي بهشتي باغ بنايو. پنهنجي بزرگن پيءُ ۽ ڏاڏي جي گاديءَ تي ويهي، مريدن، معتقدن ۽ محبتي ۽ اخلاص وارن کي حق ۽ هدايت، محبت ۽ طريقت ڏي سڏڻ لڳو.

روايت آهي، تہ هڪ ڏينهن حضرت شيخ جي نظر ڪيميا جو اثر چاچي طرفان وڏن جي ساڙيل ڪتابن جي خاڪ واري ڍير تي وڃي پيو، ان بابت پڇا ڪيائين. ماڻهن سڄي ماجرا ٻڌائي( تہ اوهان جي ساڙ جي ڪري اهي ڪتاب ساڙايا هئائين تہ، متان اوهان کي هٿ لڳن). پاڻ فرمايائين تہ هن خاڪ جي ڍير کي ڪکن سان ڍڪي ڇڏيو. ان کان پوءِ ملتان شهر يا آسپاس ۾ جنهن کي بہ ڪنهن علم ۽ فن جي ڪتاب جي ضرورت پوندي هئي، تہ حضرت شيخ فرمائيندو هو: "پنهنجو هٿ ان ڪکن سان ڍڪيل خاڪ جي ڍير ۾ وجهي، اهو ضرورت وارو ڪتاب اتان ڪڍو." شيخ جي ڪرامت سان اهو گهربل ڪتاب اتان ملي ويندو هو. والله اعلم بالصواب.

مطلب تہ هن فيض واري خاندان جو فيض قيامت تائين جاري رهندو. الله تعاليٰ سيني جي وجود کي پاڪ ۽ خوش رکي![1]

---

[1] (شيخ رڪن الدين (شاهہ رڪن عالم ) جي ولادت 9- رمضان المبارڪ 649هہ-1251ع ۽ وفات: 7- جمادي الاول 735هہ مطابق 1334ع ۾ ٿي. سندس مزار ۽ خوبصورت بلند مقبرو قديم قلعي ملتان ۾ شيخ بهاؤالدين زڪريا ملتاني جي روضي جي ويجهو زيارتگاهہ آهي (مترجم)

# قرب خداوندي جي آشياني جو شهباز

## حضرت عثمان مروندي رح

شاه باز نشیمن لاهوت
شاه اور رنگ خطۂ ملکوت

اهل دل عارف معارف حق
صاحب وجد و تارک مطلق

شاه عثمان شاه باز لقب
اشرف الذات هم شریف نسب

بحر عرفان کنوز دانائي
مهر ایقان چراغ بینائي

مست خم خانۂ محبت و شوق
بلبل گلستان عالم ذوق

صاحب حال و کامل ابدال
محرم خلوت حریم وصال

حبذا روضہ اش بہ سیوستان
عطر افزا چو روضۂ رضوان

فیض افزاي گنبدي پر نور
چون هبابي ز چشمۂ کافور

بلک خود باغبان صنع ازل
چیده آورد از ریاض عمل

گل صد برگ تازه تر از جان
کش نسازد زبل دست خزان

گنبدي نہ کہ روضہ اي بهشت
مشک با آب طینتش بسرشت

خاک آن آستان قبلہ نشان
سرمہ بینش عیون شهان

فیض فایض ز بام و دربارش
نور رخشان ز چار دیوارش

شب چو اجرام در وي افروزان
شمع و قندیل و مشعل تابان

زائران حریم حرمت او
میرسد فوج فوج از هر سو

فرقہ فرقہ بهم دران موطن
بر مثال ستارگان پرن

دهد از جود قلزم عمان
سائلان را پر از گهر دامان

هر کسي را بوفق خواهش دل
گشتہ بي شبہ مدعا حاصل

هرکہ با غم هم آشیانہ بود
خستۂ دشتۂ زمانہ بود

چون ز اخلاص مي نهد قدمي
اندران پاک محترم حرمي

یا بد از غم نجات و فیروزي
شودش راحت و فرح روزي

آستانش کہ هست خلد مثال
هست محط قوافل آمال

برد از خوان جود اوکم و بیش
هر کسي در خور عقیدۂ خویش

هست دربار او چو قلزم ژرف
هر کسي راست بهره در خور ظرف

کس نگشت از نوال شان محروم
برد البتہ حصۂ مقسوم

تـا قيـامت چنيـن بـود روشـن | شمـع تابـان او بوجـه حسـن
نـه پذيـرد ز صرصـر دوران | انطفـائي بهيـچ وقـت و اوان
فيـض دربـار او باسـتقلال | همچنيـن بـود و هـم بـود لازال
دمبـدم رحـمت خـداونـدي | بـاد بـر روح شـاه مـرونـدي
(شعرن جو ترجمو:)

شاهہ عثمان(قلندرلعل شهباز) مروندي، شهباز لقب، اشرف ذات ۽ پاڪ نسب آهي، لاهوت جو رهاڪو شهباز، ملڪوتي ملڪ جي تخت جو بادشاهہ آهي. اهل دل ۾ حق جي معرفت جو چاٽو، وجد جو صاحب، دنيا کان صفا تارڪ آهي، عرفان جو بحر، دانائيءَ جو خزانو، يقين جو چنڊ ۽ ديد جو چراغ آهي. محبت ۽ شوق جي شراب خاني جو سرمست آهي، عالم ذوق جي گلستان جي بلبل آهي، حال جو صاحب، ڪامل ابدال ۽ وصال جي حرم جو رازدان آهي.

سيوهڻ ۾ سندس واهہ جو سهڻو روضو آهي! بهشت وانگر عطر جي هبڪار سان پرپور آهي، ڪافور جي چشمي وانگر سندس نور سان پرپور گنبذ فيض وڏائيندڙ آهي. پاڻ ازل جي صنعت جو باغبان آهي، عمل جي باغ مان گل چونڊي آيو آهي. سو پنن وارو گل ساهہ کان بہ تر ۽ تازو آهي، خزان جو تہ اتي گذر ئي ڪونهي.

سندس گنبذ نہ، پر بهشت جو هڪ باغ آهي، ان جو پاڻي مُشڪ جهڙو خوشبودار آهي، ان جي آستاني جي خاڪ بادشاهن جي اکين جو سرمو آهي، سندس دربار جو فيض ۽ نور چوڏس پکڙيل آهي، سندس درگاهہ جي رات بہ فيض ۽ نور جي ڪري، ستارن مثل چمڪندڙ آهي ۽ شمع و قنديل سان روشن آهي. سندس عزت واريءَ درگاهہ جي زيارت واسطي هر طرف کان ٽولن جا ٽولا ايندا رهن ٿا. سندس فيض ۽ برڪت جي سمنڊ مان، سوالي مقصد جا موتي ميڙين ٿا. هر هڪ سواليءَ جو مقصد، سندس دل جي تڙپ ۽ خواهش مطابق پورو ٿئي ٿو. جيڪو بہ غم سان آشنا آهي ۽ زماني جي ڏک جو ستايل آهي، جڏهن اهو غمگين، سڪ ۽ سچائيءَ سان درگاهہ ۾ قدم رکي ٿو، تہ ان ئي وقت هو غم کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري ٿو، ۽ ڪاميابيءَ راحت ماڻي ٿو. سندس درگاهہ جنت مثال فرحت گاهہ آهي. هر هڪ سائل پنهنجي ظرف ۽

ضمير، عقيدي ۽ اُڪير پٽاندر سندس دسترخوان تان پنهنجو نصيب ۽ ڀاڱ ڪائي ٿو. سندس درگاهہ اونهي سمنڊ وانگر عميق آهي. ان مان هر ڪو دل موجب پنهنجو ڀاڱو کڻي ٿو. ڪو شخص، بہ هن جي سخاوت ڪان نا اميد نہ ٿيو، بلڪ پنهنجي نصيب جو حصو ورتو. قيامت تائين سندس فيض جي شمع سهڻي نموني سان روشن رهي! وقت جو تيز طوفان بہ ان کي اجهائي نہ سگهي، ان جي درگاهہ جو فيض جيئن هميشہ وانگر آهي، تيئن تا ابد تائين جاري رهي. رحمت خداوندي شاهہ (عثمان) مروندي جي روح تي هميشهہ وسندي رهي!

روايت آهي تہ پاڻ هن وقت جنهن جاءِ تي دفن ٿيل آهن، هن ڪان اڳ ۾ اتي بدپيشہ عورتون رهنديون هيون، جنهن وقت حضرت شيخ ( عثمان مروندي) براين جي پاڙ پٽڻ ۽ سڌاري واسطي انهي جڳهہ تي اچي رهيو، تہ پهرين رات سندس فيض ۽ اصلاح جو جلوو: (جَآء الحَق وَزَهَقَ البَاطِلُ)[1] "يعني حق آيو ۽ باطل مٽجي ويو"- وانگر هو. ان جو اهڙو اثر ٿيو، جو بدڪار ماڻهو جڏهن بدپيشہ عورتن ڏانهن ويا ٿي، تہ ڪو بہ مرد، ڪنهن عورت تي غلبو حاصل ڪري نہ سگهيو.انهن جي قوت ڪمزوريءَ ۾ تبديل ٿي وئي. جڏهن ڏينهن ٿيو، تہ هر هڪ ٻئي کي اها ماجرا ٿي ٻڌائي ۽ عجب ۾ پئجي حيران ٿي ويا. نيٺ گهڻي غور و فڪر ڪان پوءِ سمجهيائون، تہ اهو سڄو اثر هن فقير (سيد عثمان مروندي) جو آهي، جيڪو پرانهين ولايت ڪان هتي آيو آهي، پوءِ سڀ مرد ۽ عورتون سندس قدمن تي اچي ڪريا ۽ سندس نظر جي اثر ۽ فيض ڪان سيئي سچيءَ دل سان توبهہ تائب ٿي، ڪڌن ڪرتوتن ڪان باز رهيا.

روايت آهي تہ شيخ ارادو ڪيو تہ زمين جو ٽڪرو آبادي ڪرڻ لاءِ حاصل ڪري. پاڻ مزدور وٺي زمين تي پهتا ۽ فرمايائون تہ پهريائين حفاظت لاءِ هن زمين جي ٽڪري کي چوديواري ڏجي. مزدور پٽ ڏيڻ ۾ مشغول ٿي ويا، تہ، پاڻ لٺ کڻي اتي بيٺو رهيو. جڏهن زمين جي ظاهري ڏٺيءَ کي خبر پئي، تہ ڪو الله وارو قلندر فقير سنا س زمين تي ڪم پيو ڪرائي. تنهن تي اهو ماڻهو سخت ڪاوڙ ۾ اچي زمين تي پهتو ۽ ڪيس روڪڻ لڳو. تنهن تي حضرت شيخ ان کي لٺ وهائي ڪڍي تہ اهو شخص (قلندر لعل شهباز) جي لٺ لڳڻ ڪري

[1] پارو 15، سورت بني اسرائيل، رڪوع 9، آيت 81.

مري پيو. سيد، مزدورن کي چيو تہ هن ماڻهوءَ کي هن ئي زمين ۾ پوري ڇڏيو. جڏهن ان ماڻهوءَ جي مائٽن کي خبر پئي، تہ ان ئي مهل اتي اچي پهتا ۽ انهيءَ ڳالهہ جي پڇا ڳاڇا ڪرڻ لڳا. سيد فرمايو تہ مون ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي نہ ماريو آهي، پر ڇتو ڪتو ماريو اٿم. تنهن تي سيئي ماڻهو هن جي ڳالهہ کان انڪار ڪرڻ لڳا، ان تي شيخ فرمايو تہ هيءُ جيڪو زمين ۾ پوريل آهي، پلي زمين کوٽي ڏسو. انهن ماڻهن زمين کي کوٽي ڏٺو تہ برابر اتان مئل ڪتو نڪتو. پوءِ کين يقين ٿيو، تہ هيءُ فقير ولايت جو صاحب ڪامل ولي آهي. (والله اعلم بالصواب) سيد تاريخ 21- شعبان 673هجري 19 - فبروري 1275ع تي هن فاني جهان مان رحلت ڪري ويو.

سندس برڪت ڀري "درگاهہ" سيوهڻ شهر ۾ آهي، الله تعاليٰ سندس قبر کي روشن ڪري ۽ روح کي راحت بخشي! (آمين)

## مرشدن جو مرشد پير پٺو رحه

شيخ پٺہ سرورِ سلطانِ دين    فارسِ ميدانِ عرفان و يقين
واصلِ حق صاحب صدق و صفا    پيشواي اوليا و اذکيا
مخزنِ گنجينۀ اسرارِ حق    مظهرِ مجموعۀ انوارِ حق
عارفِ کامل ولي اهلِ حال    سالکِ مقبولِ حيِّ ذوالجلال
شاهبازِ آشيانِ لامکان    در فضاي قربِ حق، طيران کنان

شيخ پٺو، دين جو سردار ۽ سلطان آهي. عرفان ۽ يقين جي ميدان جو شهسوار آهي. حق سان هڪ، صدق و صفا جو صاحب. اولياء ۽ عالمن جو اڳواڻ آهي. حق جي راز جي کاڻ ۽ حق جي نور جو مظهر آهي. عارف، ڪامل ولي، حال جو صاحب ۽ الله تعاليٰ جو مقبول سالڪ آهي. قُربِ حق جو اڏامندڙ پکي ۽ لامکان جي آشياني جو شهباز آهي.

## سندس ابتدائي حال ۽ گمنامي مان نڪري خلق ۾ ظاهر ٿي فيض ڏيڻ جو احوال

شد چنين نقل از ثقاتِ ناقلان    وز زبانِ ناقلانِ عاقلان
و چو جرعۀ جامِ وحدت نوش کرد    هستئ کونين را فرموش کرد
جذبۀ عشقش ز مستي در ربود    جانبِ ملک بقايش ره کشود
درينِ غارِ جبل ماويٰ گرفت    لعل وش درسنگ خار جا گرفت
از خلايق دور با حق در حضور    مختفي از چشم چون درديده نور
با حشيشي گشتہ قانع از غذا    تافتہ رو از جميعِ ماسوا
در رياضت برده گوي از رايضان    در تعبد برگذشت از عابدان
مختفي بود از خلايق ماه وسال    منزوي در کنجِ غاري لا يزال
کس نبوده مطلع برحالِ شان    گوهري بوده نهان در جوف کان
اتفاقا **شاهِ عثمان شاه باز**    آن شهي سردارِ ديني سرفراز
همره شيخ الشيوخِ **صدرِدين**    شيخ **زکريا يا بهاءُ الدين** امين
باهم آوردند ازان مربع گذر    لختي آسودند ازان عالي مقر
از صفاي باطن و نورِ ضمير    يافتند آن اهلِ دل را گوشہ گير

از زبانِ حال هر یک باد دگر | گفت سرِ خویشتن را سربسر
هریکي حالِ دگر معلوم کرد | رتبۂ قربت ز حق مفهوم کرد
**شیخ پتہ** از سرِ صدق و یقین | شد مرید **شیخ زکریا** امین
بعد ازان آن گوهرِ بحرِ شهود | از نقابِ اختفا چهره کشود
ساخت عالم روشن ازانوار خویش | کرده ظاهر در جهان آثارِ خویش
برسرِ آن کوه، مسکن ساختہ | دل ز میلِ ماسوا پر داختہ
مدفن پاکش شد اکنون آن مقام | خوش بیاسوده دران دارالسلام
خوش مزاري فیض بخشِ جان فزا | دیدۂ دل را ازو نور و ضیا
قلۂ کوهش بگردون برده سر | شمسۂ قصرش محاذي با قمر
نردبانش از سنگ و گچ پرداختہ | مهره مهرش مصقل ساختہ
سلم است یا منبر نور است این | یاکہ موجِ بحرِ کافور است این
شب چو اجرامِ فلک تابان درو | شمع و قندیل و مشاعل روبرو
مي نماید هم بچشمِ ناظران | سطحِ گردوني پر از سیارگان
روضۂ ني، بلکہ قصري از بهشت | کز گلاب و عود و ز عنبرسرشت
از بخورِ عود و عنبر في المثل | حجلۂ حو راست گوئي آن محل
در سوادِ صحنِ او، از هرطرف | سایہ ور اشجار بیني صف بصف
چشمۂ آبِ روان چون سلسبیل | کابِ او باشد شفا بخشِ علیل
زائرانِ آستانش صد هزار | مي رسد از هر طرف لیل و نهار
سرفرازانِ خداوندانِ جاه | سرو رانِ صاحبِ تخت و کلاه
سر بپاي بارگاهش، مي نهند | جبهہ را، برخاکِ راهش مي نهند
هریکي حاصل کند مسئولِ خویش | درکنارِ خود کشد معمولِ خویش
بحرِ جودش گوهر افشان موج زن | مي برد هریک نصیبي خویشتن
هر کسي، کزجودِ اوشد، سرفراز | تا ابد گشت از خلایق، بي نیاز
بهر هر مطلب کسي کانجا رسید | گوهرِ مقصود در دامن کشید
هر مریضي کز تداوئ طبیب | آیس و محروم گشت و بي نصیب
در حریمش کان بود دارالشفا | چون ق صدقِ دل نماید التجا
مي شود امداد پیرش دستگیر | بي شکي یابد شفائي دلپذیر
مي رسد ازا هلِ حاجت هر زمان | در حریمش کاروان درکاروان
هر همہ مقضي مرام آیند باز | زان محملِ پر صفائ دل نواز

| | |
|---|---|
| شد فيضِ دربارش بود بحرِ شگرف | زان برد هريک نصيبي خود بظرف |
| تـا بـود از گنبـذ گـردونِ نشـان | تـابود معمـورۂ كـون و مكـان |
| فيـض بخشِ گنبدش پـر نـور بـاد | آرزوي زائـران معمـور بـاد |
| رحـمـت ايـزد تعاليٰ پـَي بـہ پـَي | زَ آسـمان منـزل بود بر روحِ وي |

ترجمو: عاقل ناقل راوين كان صحيح روايت آهي، تہ، پاڻ عشق ۽ جذب جي مستيءَ ۾ سرشار ٿي، دنيا کي وساري عبادت رياضت ۾ پيو گذاريندو هو. (هينئر جتي سندس مزار آهي) ابتدا ۾ جبل جي ٽڪريءَ جي چُر ۾ لڪل رهندو هو جيئن "لعل" کاڻ ۾ لڪل هوندي آهي، عام ماڻهن کان دور، رب جي دربار ۾ حاضر حضور ۽ عبادت ۾ مسرور رهندو هو. ماڻهن کان ايتري قدر مُنهن موڙي مخفي رهندو هو، جو وٽن جا پن کائي گذارو کندو هو. جيئن موتي، سپ ۾ لڪل هوندو آهي، ائين ماڻهن کان لڪل رهندو هو، جنهن کري کو بہ سندس کمال وجمال، حال ۽ قال کان واقف نہ هو.

اتفاق سان عثمان (قلندرلعل) شهباز ۽ پير طريقت، صاحب شريعت شيخ بهاؤالدين زکريا (ملتاني) گڏ اتان اچي لانگهاؤ ٿيا. انهن بزرگن باطني صفائي ۽ اندر جي نور سان معلوم کيو، تہ هن غار ۾ اهل دل، گوشہ نشين آهي، ان کي چُر مان کڍي ملاقي ٿيا، پير پنهي بزرگ بہ ڏٺو تہ هي حال ۽ کمال جا صاحب اولياء آهن، نيٺ پير پنو سچي دل سان مرشد بهاؤالدين زکريا جو مريد ٿيو. پوءِ تہ سندس فيض چنڊ وانگر چمکڻ لڳو، جنهن جي چمک جهان کي روشن کري ڇڏيو. جبل جي ٽکريءَ تي ويهي، دنيا کان دل ٽوڙي، فيض جا درياء وهائڻ لڳو. هينئر جنهن جاءِ تي سندس مزار آهي، اها مزار بہ فيض بخشيندڙ، دل وارن لاءِ نورسان پرپور زيارتگاهہ آهي، سندس روضو بهشت جي باغن مان هک باغ آهي، جنهن ۾ گل گلابي هبکار آهي، سندس سدابهار روضي جي صحن ۾ وٽن جون قطارون سرس سهڻيون ٿيون سونهن. اتي وهندڙ سلسبيل جهڙو پاڻيءَ جو چشمو بہ پياسن ۽ بيمارن لاءِ شفا بخش ۽ علاج آهي،

وقت جا وڏي شان شوکت ۽ مان مرتبي وارا ماڻهو بہ سندس درگاهہ تي اکيون پير کري ادب سان ٿا اچن. هر سوالي دل جي مراد ماڻي ٿو. جيکي لاعلاج بيمار حکيمن طبيبن کان نااميد ٿي. درگاهہ تي اچن ٿا، تہ اهي بہ شفا

ياب ٿين ٿا. اهل حاجت ماڻهن جي قافلن جا قافلا سڪ ۽ سوز سان پهچي، دل جي تات ۽ طلب موجب مرادون ماڻين ٿا. سندس فيض سان پرپور گنبذ پر نور آهي، الله تعاليٰ جي رحمت سندس روح تي هميشہ وسندي رهي!

حضرت پير پٺو ذات اپلان (؟) سندس نالو حسين بن (راجپار بن ڪاهو بن) لاکو بن سخيرو آهي، سندس والده (جو نالو سلطاني) ذيءُ مراد بنت شرفو، شيخ "پير پٺي" جي لقب سان مشهور هو، سندس وفات سن 666هجري -1267ع ۾ ٿي. - پير پٺو ديولي، ڪنيت ابوالخير، لقب شاهه عالم ۽ نالو حسين پٽ راجپار پٽ ڪاهو پٽ سخيرو ذات جو اپلان آهي. سندس ماءُ جو نالو سلطاني ذيءُ شرفو آهي- هيءُ بزرگ ابتدا ۾ - جتي هينئر ٽڪريءَ تي دفن ٿيل آهي- جيئن لعل، ڪاٺ ۾ لڪل هوندي آهي، غار ۾ رهندو هو. شيخ بهاؤالدين زڪريا ملتاني دل جي نور سان، هن جي وجود کي سڃاڻي، گمنامي جي گوشي مان ڪڍي کيس مريد ڪيو[1] .

---

[1] (قلمي بياض از: سچيڏنو. ملڪيت سنڌي ادبي بورڊ. صفحو 199)

## شيخ جمال الدين المعروف شيخ حماد جمالي رح

شيخ حماد پٽ شيخ رشيد الدين جمال سنڌ جي وڏن اوليائن ڪرامن ۽ صوفين سڳورن مان آهي، منجهس هي سهڻيون صفتون سمايل هيون: پاڻ ڪشف ڪرامت جو صاحب، وڏي مان ۽ مرتبي وارو، طريقت جي توهه ۽ طلب وارن جو اڳواڻ، حقيقت جي عارفن جو مهندار، چڱن ڳڻن سان سينگاريل، علمي ۽ عملي ڪمال سان نوازيل، خلوت جي خزاني جو رازدان، وندر ۽ ورونهن جي محفل جو مور، جامِ وحدت جو سرمست، معرفت جي درياءَ جو تونهو ۽ الله جو محبوب ٻانهو هو.

ملڪوتي اسرار جو مظهر، انوار لاهوتي جو خزانو، فيضان الاهيءَ جو سچ ۽ عالم ملڪوت جو راز ٻه متس ظاهر هو. وٽس روزانو سوين هزارين طالب العلم سندس علمي مجلس مان علمي مسئلن جو فيض پرائيندا هئا. پڻ ديني ۽ دنياوي مقصد حاصل ڪندا هئا. سندس برڪت پرئي درگاهه "ساموئيءَ" ۾ هئي.

روايت آهي، تہ ڄام جوڻي جي دور حڪومت ۾ ڄام تماچي ۽ (سندس پٽ) ڄام صلاح الدين سندس حڪومت ۾ سرڪاري ملازم هئا ۽ شيخ (حمادجمالي) سان تمام گهڻي محبت ۽ عقيدت رکندا هئا،جيئن تہ الله وارن جي محبت ۽ خدمت ۾ دين دنيا جي ڀلائي سربلندي ۽ برڪت آهي. ان ڪري ٻئي ( ڄام تماچي ۽ ڄام صلاح الدين) شيخ (حمادجمالي) جي خدمت ڪرڻ ڪي سعادت ڄاڻيندا هئا ۽ سچي دل سان خدمت ڪندا هئا. درگاهہ جي مٽيءَ ٻهارڻ ڪي بہ اکين جو سرمو ڪري سمجهندا هئا.

اتفاق سان ڪن شرير، ڪيني رکندڙن، حسد ۽ ساڙ مان، ڄام جوڻي جا وجي ڪن ڀريا. تہ ( ڄام تماچي ۽ ڄام صلاح الدين) ٻئي شيخ حماد جمالي جي تمام گهڻي خدمت ان ڪري ٿا ڪن، جو ان ڪي راضي ڪري، ڪرامتن جي صاحب ڪان دعا گهرائي، ڄام جوڻي ڪان هيءَ حڪومت پنهنجي قبضي ۾ ڪن. جيئن ڏاهن چيو آهي، تہ ڪنهن بہ واقعي جي ظاهر ٿيڻ ڪان اڳ ۾ ان ڪم جي تدبير ۽ سوچ ويچار ڪرڻ گهرجي:

نگہ کن چو سوفار داري بہ شست
نہ وقتي کہ پر تاب کردي ز دست

(انهيءَ وقت ڏس، (غور ڪر) جڏهن تون تير نشاني تي رکين. باقي انهيءَ وقت نہ ڏس، جڏهن تو تير هٿ مان اڇلائي ڇڏيو هجي.)

چام جوڻو هيءَ ڳالهہ ٻڌي، شڪ ڪي پڪ سمجهڻ لڳو، انهن ڪان بچاءَ لاءِ غور وفڪر ڪرڻ لڳو. گهڻي سوچ ويچار ڪان پوءِ هن عافيت انهيءَ ۾ سمجهي ۽ فيصلو ڪري، چام تماچي ۽ چام صلاح الدين ڪي مرڪز تختگاهہ دهلي موڪلي ڇڏيو ۽ انهيءَ جو ڪنهن ڪي بہ اطلاع نہ ڏنو، اهي ٻئي بي گناهہ (دهلي) قيد ۾ موڪلي، پاڻ بي ڪنڪو ٿي، حڪومت جي تخت تي ويهي خوشيون ڪرڻ لڳو. جيتوڻيڪ تقدير جي لکڻي ڪان غافل هو تہ:

(وَعَسيٰ اَن تُحِبُوا شَيئاً و هُوَ شَر لُكم[1])

ترجمو: شايد اوهين ڪنهن شيءِ کي پسند ڪريو ۽ اها اوهان لاءِ بچڙي هجي!

ڪجھ وقت ائين گذريو. اوچتو ولايت جي صاحب (حماد جمالي) ڪي پنهنجا ٻهاريدار، خدمتگار (چام تماچي ۽ صلاح الدين) ياد پيا ۽ انهن جو حال پڇيائين، پر ڪنهن کي بہ انهن بابت خبر ڪانہ هئي. نيٺ پنهنجو خادم خبر چار لهڻ لاءِ انهن جي جاءِ تي موڪليو. گهر وارن عجز ۽ نياز، بيقراري ۽ پريشانيءَ سان انهن جي قيد ٿيڻ جو احوال شيخ جي خدمت ۾ پيش ڪيو. بزرگ جڏهن هيءُ ڳالهہ ٻڌي تہ، سخت جوش ۾ اچي ويو، پر اتي عبادتگاهہ ۾ اچي هيءُ سنڌي بيت پڙهڻ لڳو:

جوڻو، مت اوڻو، چام تماچي آءُ
سٻاجهي ٻاجهہ پئي، توسين ننڌو، راءُ

هن مان چام تماچي جي ملڻ جو شوق ۽ ان جي اچڻ جي طلب سمايل آهي.

جڏهن هيءَ ڳالهہ چام جوڻي جي ڪن پئي. سوار ٿي ولايت پناهہ (شيخ حماد) جي درگاهہ تي آيو ۽ طالبن جي جماعت سان گڏ اچي ويٺو.

دستور موجب، شيخ حماد سدائين منهن تي چادر وجهي، حجري ۾ ويٺو هوندو هو، طالبن جي جماعت ڪانئس مدرسي جي ٻاهران گڏ ٿي، گفتگو ۽ ڪشف ذريعي ظاهري توڙي باطني علم پرائيندا هئا.

---

[1] پارو 2، سورة البقره، آيت 216

اتي ڄام جوڻي بي ادبي ۽ گستاخيءَ جا لفظ ڪڍيا ۽ چيو تہ، درويشن بزرگن کي حڪومت جي معاملن سان ڪهڙو واسطو ۽ ان ۾ ڇا وڃي؟

شيخ حماد هن گفتي تي جوش ۾ اچي چوڻ لڳو:

"هن زمين جو وارث آءٌ آهيان. هن زمين جو هيءُ خطو اسان جي حوالي ڪيل آهي، اسان هن دنيا جو ڳورو بار هن ڪُتي جي ڪنڌ ۾ وجهي ڇڏيو آهي." ( هيءُ اشارو ڄام تماچي ڏانهن هو.)

ڄام جوڻو هيءَ ڳالهہ ٻڌي دلگير ٿي هليو ويو.

انهيءَ رات هن بزرگ حماد جمالي خواب ذريعي ڄام تماچيءَ کي دهليءَ جي قيد خاني مان ٻاهر اچڻ ۽ پنهنجي وطن سنڌ پهچڻ جو حڪم ڏنو. رات جو پهر اجا باقي هو، تہ ڄام تماچيءَ بشارت واري خواب مان سجاڳ ٿيو. خوشخبريءَ واري خواب مان ڪيس قيد خاني مان ڇوٽڪاري جو يقين ٿي ويو. ائين ڏسندي ئي سندس هٿن پيرن مان زنجير ٽٽي ويا ۽ لوهہ لهي پيا ۽ جيل جي بند دروازن جا تالا حضرت جي ڪرامت سان ازخود لهندا ويا، ۽ پاڻ شهر کان ٻاهر نڪري آيا.

صبح جو سوير هيءَ خبر دهلي جي حڪمران کي ٻڌايائون ۽ تنهن تي ان تازه دم شهسوار سپاهي سندن گرفتاريءَ لاءِ پويان گهوڙن کي ڊوڙايو. اهي گهوڙي سوار سپاهي بہ واءُ مينهن ڪندا، انهن جي پنيان ڳولا لاءِ نڪتا ۽ پري کان ويندي انهن کي ڏسي سڃاتائون. جڏهن سپاهي انهن جي ويجهو پهتا تہ، اوچتو اهڙو طوفان لڳو جو هر طرف اوندهہ انڌوڪار ڇانئجي وئي ۽ ڪير بہ ڪنهن کي سڃاڻپ ۾ نہ پيو اچي. سيني سپاهين جون دليون دهلجي ويون. گهوڙا بہ هيڏي هوڏي ڊوڙندا رهيا. جڏهن طوفان جهڪو ٿيو، تہ سپاهي واپس ساڳيو دهلي جي آسپاس اچي پهتا هئا.

هوڏانهن (ڄام تماچي ۽ ڄام صلاح الدين) سنڌ ملڪ ڏي ڇٽي ڏينهن ۾، خير و عافيت سان نڪري روانا ٿي ويا هئا. گس ۾ هر منزل تي قدرتي طور مٿن آسمان مان ڪاڏو پيتو پئي لٿو. ائين هلندي منزلون طئي ڪندي، سنڌ ملڪ ۾ اچي رسيا.

جڏهن ڪيبرن جي شهر وٽ آيا، تہ اتي، درويش نوح ڪيبرائيءَ کي ڏٺائون، جيڪو هن تر جو ڪامل ولي هو ۽ اتي ٻڪريون بيٺي چاريائين. ائين

ڪندي هڪ ماڻھو ٻڪرين جي ڌڻ ۾ لنگھي آيو. ان اوپري ماڻھوءَ ڪي ڏسي، درويش نوح ڪيبرائي چوڻ لڳو: "تون ڄام تماچيءَ جي حڪم سان ڌڻ مان نڪري وڃ".

هنن ٻنهي ڪي درويش جي هيءَ ڳالھ ٻڌي ڏاڍو عجب لڳو ۽ درويش وٽ اچي ڪانئس متينءَ ڳالھ جي اصل حقيقت پڇڻ لڳا تہ: "عجب آهي جو سنڌ جو بادشاھ تہ ڄام جوڻو آهي ۽ تماچي تہ تخت گاھ دهليءَ جي قيد بند ۾ هو، ان جو حڪم ڪيئن هلندو؟"

درويش (نوح ڪيبرائي) چيو تہ، مون ڪي بہ تہ خبر ڪانھي، باقي ٻن ٽن ڏينهن کان جيتن جٽين، پکي پکڻ ۽ وڻن ٽڻن مان اھو غيبي آواز پيو ٻڌان تہ: "حڪم حڪم جام تماچي است". مطلب تہ سنڌ جي بادشاهي ڄام تماچي ڪي ملي آهي.[1]

جوڻــو وڃيــن جهــوري مـــاريو،
ڄام تماچي شهرين چاڙهيو. [(2)]

درويش جي اها خوشخبريءَ واري ڳالھ ٻڌي تمــام گھڻــو خــوش ۽ اميدوار ٿيا ۽ درويش ڪي پنهنجي ڏکن واري ماجرا ٻڌايائون. پاڻ تي باس مقرر ڪري اڳتي روانا ٿيا.

ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ ساموئي شهر وٽ دريا جي هن طرف پهتا، پر ڏٺائون، تہ ڄام جوڻي جي حڪومت جو ستارو اچا چمڪندڙ آهي ۽ ان جي بادشاهي جو درياء موج ۾ آهي.

ان ڪري ڄام صلاح الدين، ڄام تماچيءَ کي اتي ويهاري، پاڻ ٻيڙيءَ ۾ چڙهي، درياء اُڪري "ساموئي" پهتو. حضرت (حماد جمالي) جي درگاھ بارگاھ ۾ پهچي، قدم بوسي شڪرگذاري ادا ڪري ۽ قيد مان آزاد ٿيڻ، طوفان لڳڻ، قدرتي ماني پاڻي ملڻ ۽ ٻڪرار ( بزرگ نوح ڪيبرائي ) طرفان بادشاهي جي خوشخبري جو سربستو احوال عرض ڪري ٻڌايو ۽ ڄام تماچيءَ جي باري ۾ صلاح مصلحت ۽ مشورو گھريو.

---

[1] چون ٿا. تہ درويش نوح ڪيبرائي ان وقت هيءُ سنڌي بيت بہ جهونگاريو:

[2] بزرگ نوح ڪيبرائي جو مقبرو اڄا تائين ساڳئي هنڌ حيدرآباد هالا روڊ جي وچ تي موجود آهي ۽ خلق جي زيارتگاھ آهي. (فارسي ايڊيٽر)

شيخ جماد جمالي پنهنجي مصلي مان ڏاڳي جي تند ڪڍي ڪيس ڏني، تہ هيءَ تند ڪانيءَ جي چوٽيءَ ۾ ٻڌي، ڄام تماچيءَ جي مٿي وٽ بلند ڪري ڪوڙ. شيخ جي امر موجب ايئن ڪيو ويو. جيئن تہ الله تعاليٰ جو هيءُ حڪم ۽ صفت واضح آهي:

"تُوتِي المُلکَ مَن تَشَآءُ وَتَنزِعُ المُلکَ مِمن تَشَآءُ"(1)

(جنهن کي گهرين تنهن کي بادشاهي ڏين ۽ جنهن کان وٺيئي تنهن کان بادشاهي کسين.)

هزارين جهنڊا فضا ۾ بلند ٿي ويا ۽ هاتفي آواز بلند ٿيو تہ: "دور دور خلافت ڄام تماچيءَ است" مطلب تہ هي دور ڄام تماچي جي حڪومت جو آهي. اهو آواز سڄي شهر ۾ گونجڻ لڳو.

ڄام جوڻي انهيءَ طرف پنهنجي اک کولي ۽ ڪيس بي پناهہ حشمت وارو لشڪر نظر آيو ۽ مقابلي جي طاقت ۽ توانائي ساري نہ سگهيو ۽ پاسيرو ٿي ويو. اهڙي ريت ڄام جوڻي جي سلطنت جي پڄاڻي ٿي.

نيٺ ڄام تماچيءَ بادشاهي جي تاب ۽ دٻدٻي سان دريا پار ڪري "ساموئي شهر" ۾ آيو. پهريان شيخ حماد جمالي جي زيارت ڪرڻ لاءِ شيخ جي درگاهہ تي آيو. وڏي ادب ۽ احترام سان قدم بوسي ڪري، بزرگ جي خدمت بجا آندي.

ان کان پوءِ بادشاهي جي تخت تي اچي وينو ۽ دٻدٻي سان فرمان جاري ڪري حڪومت ڪرڻ لڳو.

ڪار نہ اين گنبدِ گردان ڪند،
هرچہ ڪند همت مردان ڪکند،

("اهي ڪم، (ڦرندڙ) آسمان نٿو ڪري، پر جيڪي بہ ڪم ٿين ٿا، سي مردن (شخصيتن/درويشن) جي همت سان ٿين ٿا.")

حمايت از کهن دامان درويش
زصد سدِ سڪندر قوتش بيش

ترجمو: (درويش جي پراڻي دامن جي حمايت ۽ مدد وٺڻ واري طاقت، سڪندر جي سَوَ بندن جي طاقت کان بہ وڌيڪ آهي.)

(1) پارو 3، سورت ال عمران، آيت 26.

بيشڪ: سيني درويشن ۽ خدا پرست عارفن، جي غيبي طاقت ۽ مدد سان مشڪل ڪشائي ٿئي ٿي. پنهنجي فڪر، تدبير ۽ بازوئن جي طاقت ۾ اڪثر ڪوتاهه رهجي وڃي ٿو.

حاصل ڪلام ته ڪجهه ڏينهن ڪان پوءِ ڄام تماچي، شيخ (حماد) جي خدمت ۾ آيو. ٻارنهن سودرهم نذرانو پيش ڪري، عرض ڪيو ته:" بادشاهي اوهان جي دعا سان ملي آهي، ان ڪري حڪومت جون حدون به اوهان مقرر ڪري ڏيو." حضرت شيخ حماد فرمايو: "هتان ( ساموئي) ڪان "ڪنڊڪلائي" تائين ۽ هن طرف ڪان" ڪندي اُباره "تائين حد آهي. اهي سڀ (علائقا) تنهنجي حڪم ۾ هوندا".

وڏيڪ فرمايائون ته، "سڀ زمين ماڻهن ۾ ورهائي ڇڏ ۽ انهن ماڻهن ڪان، جيڪا ڍل ملي، ساموئي جي جبل تي مسجد جوڙاءِ، ان مسجد جو نالو 'مڪلي' رکيو وڃي".

ان ڪان پوءِ شيخ حماد، ڄام تماچي ڪان پڇيو ته: "هينئر مٺل ماڻهن کي ڪٿي پوريندا آهن؟" ڄام جواب ڏنو ته: "پيرآر وٽ جيڪو پير پٺي جي ويجهو آهي." شيخ فرمايو: "اڄ ڏينهن ڪان پوءِ هن ساموئي جبل تي مڪليءَ جي آس پاس ماڻهو دفن ڪيا وڃن".

ڄام تماچيءَ شيخ جي امر موجب، سڀ زمين ماڻهن کي ورهائي ڏني مسجد به جوڙائي، جنهن جو نالو "(مسجد) مڪلي" رکيو. جيڪا مسجد اڄا تائين (هينئرخسته حالت ۾) موجود آهي. ان ڪان پوءِ ماڻهو پنهنجن مائٽن عزيزن جا جنازه اُتي (مڪلي) تي دفن ڪن ٿا. هينئر هن بزرگ شيخ (حماد جمالي) جي مزار پرانوار به هن (مڪلي) ٽڪريءَ تي موجود آهي.

## شيخ جيئو ولد شيخ نعمت الله رح (مكليءَ جو ڏيئو)

آن سرور افتخار دوران — صدر زمن و مدار دوران
گلدستهٔ گلبن كرامت — نو باوهٔ باغ استقامت
آئينهٔ مظهر تجلي — گنجينهٔ جوهر تجلي
روشن دل عارف حقائق — سر دفتر واصلان خالق
گلدستهٔ گلشن كرامات — سباح محيط وجد و حالات
مرات خصائل رضيه — خورشيد جمال شيخ جيه
خضر دويم و مسيح ثاني — سر چشمهٔ آب زندگاني
نيكو خلفي به تخت والا — از شيخ بهاء الدين و دنيا
صبح نفسش ز فيض جاويد — پيرايه ده بهار اُميد
تابان ز رخش، چراغ توفيق — مشكين ز دمَش دماغ توفيق
صاحب نفسي كه وفق رايش — پيموده قضا ره رضايش
صد برگ دعايش از انابت — بر فرق عمامهٔ اجابت
دركشور نيستي علم زن — بر تارک آسمان قدم زن
شاهنشه ملک ترک و تجريد — يكتاي دُري ز بحر تفريد
از صدق عقيده خيل رايان — بر خاک رهش كلاه سايان
شاهان جهان همه گدايش — دريوزه گر در دعايش
خوش روح فزا مزار پاكش — كز فيض سرشته آب و خاكش
آراسته گشته آستاني — كز خلد برين دهد نشاني
فيض از در و بامش آشكارا — سر مست ز ديدنش نظارا
بشگفت چمن چمن بهاري — گلهاي اميد ازان هزاري
هركس به نهال صدق و ايقان — برچيده ازان گلي بدامان
اين گلبن تازه اي شگفته — كز آب و هواي فيض رُسته
سر سبز بماند جاوداني — محروس ز آفت خزاني
مرغ چمنش ز پردهٔ راز — همواره چنين بود نوا ساز

ترجمو: هيءُ بزرگ پنهنجي دور جي سرفراز اوليائن جو فخر ۽ ڪرامت ۽ استقامت جو صاحب هو. نوراني تجليءَ جو صاف شفاف آئينو ۽ خزانوهو.

روشن دل، حقيقتن جو عارف ۽ الله تعاليٰ جي ڪامل ولين مان نشانبر هو. ڪرامتن، وجد ۽ حال جو شائق هو. سهڻين صفتن سان سنواريل، مڪليءَ جو حقيقي ڏيئو- شيخ جيئو" آهي، گويا حيات جاودانيءَ جو خضرثاني ۽ بيمارن ڏکويلن لاءِ مسيح لاثاني هو.

( شيخ جيئو ولد شيخ نعمت الله) شيخ بهاؤالدين زڪريا (ملتاني) جي اولاد مان، ولايت جي تخت جو جاءِ نشين آهي. سندس نوراني چهرو تجلا پيو ڏيندو هو. قضا ۽ رضا تي راضي، ڏکن سکن ۾ خوش، تارڪ دنيا، دنيا جي نيستي ۽ بي ثباتيءَ جو گويا جهندو ڪوڙيو ويٺو هوندو هو. تجريد، ترڪ دنيا جي ملڪ جو بي تاج بادشاهه هو، ولايت جي بحر جو بي مثال موتي هو.ان ڪري ڪانئس شاهه ۽ گدا هميشه دعائن جا طلبگار رهندا هئا. سندس پاڪ مزار روح کي راحت بخشيندڙ فيض جو سرچشمو آهي. گويا سندس درگاهه بهشت جون سڪون ٿي لاهي. سندس فيض ڦوهارا ڪيو پيو وهي ۽ اهو نظارو ڏسڻ وٽان آهي، سندس ڪرامتن ۽ فيض جو باغ بہ سرسبز گلن ۽ ميون سان پرپور آهي. هر هڪ ماڻهو پنهنجي صدق صفائي ۽ ضرورت آهر ان فيض جي باغ مان گلن جون جهوليون پري رهيو آهي.

سندس فيض جو هيءُ باغ سدا سرسبز ۽ شاداب رهي. خزان کان محفوظ رهي. سندس چمن ۾ چهڪندڙ چيها، بلبل ۽ پيا پرواز ڪندڙ پکي لاتيون لنوندا رهن!

## (پير محمد حسين) شاهہ مرادرح (شيرازي)

ملک سيرت آن پير سيد مراد
خجستہ لقا و مبارک نهاد
فر و زان چراغي ز آل رسول
گل گلشن مرتضيٰ و بتول
سرا پردهٔ قرب حق منزلش
محل فيوضات غيبي دلش
سر حلقۂ جمع قدوسيان
شنا ساي اَسرارَ روحانيان
انيس سرا پردهٔ وجد و حال
جليس در بارگاه وصال
ز خمخانۂ شوق سرمست بود
ز خود نيست باحق همہ هست بود
غريق فرو رفتہ درياي عشق
حريق شرار تجلاي عشق
حقايق شناس مقالات بود
خداوند کشف و کرامات بود
بسي طالبان را ز فيض نظر
شده جانب وصل حق، راهبر
بسي را بارشاد تلقين نمود
سوي مقصد دين رهش برکشود
زهي آستانش مسرت فزاي
ز مرات دل زنگ غفلت زداي
مزار شريفش کہ درمکلي است
ز مرات دل زنگ غم منجلي است
فضاي سرايش فرح بخش روح
صفاي درش مايۂ صد فتوح
غبار مزارش چو کحل البصر
فزائندهٔ روشني در نظر
ز ارباب حاجت هزاران هزار
رسد در مزارش بہ ليل و نهار
کشد هر کسي در خور اعتقاد
در آغوش وصلت عروس مراد
کسي کو بپاي درش سر نهد
گلي کام دل را بسر بر نهد
در آستانش کہ بس دلکشا ست
کليد کشايندهٔ کار ها ست
خدايا برين خاک پاک مزار
سحابي ز باران رحمت ببار
برين مستمندي دل آوارهٔ
ز فيض عميمش رسان بهرهٔ

ترجمو: پير مراد (محمد حسين شاهہ شيرازي) سيرت ۽ صورت ۾ نيڪ نامہ ۽ پلارو بزرگ آهي. آل رسول ﷺ جو روشن چشم و چراغ، حضرت علي المرتضيٰ رضي الله عنہ ۽ بيبي فاطمہ خاتون جنت بتول رضي الله عنها جي گلشن جو گل آهي.

سندس منزل حق جو قرب آهي. سندس دل غيبي راز ۽ فيض کان رازدان آهي. پاڪبازن جي جماعت جو اڳواڻ ۽ روحاني اسرار جو واقف ڪار آهي، وجد ۽ حال جي رمزن غمزن سان روح رهاڻ ڪندڙ، بارگاهه الاهي جي وصال جو مجلسي آهي، شراب حقيقي جي شوق کان سرمست هو. پان نفس ماري، حق جي عشق سان سرشار ٿي ويو. عشق جي درياء جو ٽوٻو ۽ عشق جي آڙاهه جو شعلو آهي.

حقيقت شناس ڳالهين ۽ ڪشف ڪرامتن جو صاحب هو. گهڻن ئي حق جي طالبن واسطي فيض جي نظر سان وصال حقيقي جي راهه جو رهبر ۽ سونهون هو. گهڻن کي ارشاد ۽ تلقين سان راهه راست تي آندو ۽ دين جي واٽ واري منزل مقصود تي پهچايو. سندس درگاهه واهه جو سڪون ۽ فرحت واري آهي، ۽ ڪٽيل دلين جي آئيني لاءِ صفائيءَ جو (صيقل) رندو آهي.

شاهه مراد جي مزار شريف مڪلي ٽڪريءَ ۽ قبرستان ۾ آهي. مزار دل جي آئيني کي صاف ڪري، ڏکن ڏوجهرن جي ڪٽ دور ڪري ٿي . اتي جي فضا روح پرور آهي ۽ فتح ۽ ڪاميابي واسطي اڪسير آهي. جيئن اکين واري سرمي پائڻ سان اکين جي نظر تيز ٿئي ٿي. اهڙي ريت سندس مزار جي مٽي به (دل جي) اکين جي روشني وڌائي ٿي.

سندس مزار تي هزارين ماڻهو ڏينهن رات حاضر ٿين ٿا. هر هڪ پنهنجي پنهنجي قسمت، محبت ۽ عقيدت موجب بامراد بڻجي وڃي ٿو. جيڪو به محبت جي وک کڻي هتي اچي ٿو، اهو دل جو مقصد حاصل ڪري مرادون ماڻي ٿو.

سندس درگاهه جي دروازي جي چانئٺ دل کي وڻندڙ ۽ سهڻي آهي. ڄڻ ته مشڪلاتن کولڻ جي ڪنجي آهي. اي الله! هن مزار جي پاڪ مٽيءَ تي رحمت جو مينهن وساءِ ۽ هر هڪ مراد وند کي محبت ۽ طلب پٽاندر پاڳو عطا ڪر!

(شاهه مراد شيرازي ٺٽويءَ جي وفات: 893هه / مطابق 1487ع ۾ ٿي.)

## سيد علي (ثاني) شيرازي رح

( سيد علي ثاني پٽ سيد جلال پٽ سيد علي اول وڏو شيرازي)

آن والـيءِ کشـورِ ولايـت
برهـان ممـالک هدايـت
صـاحب دلِ عـارف محقـق
بيـدار دلـي ولـيءِ مطلـق
سـيدعلي آن بفضـلِ ممتـاز
سـر دفتـرِ سـيدان شـيراز
گلدسـتۂ بوسـتانِ طاهـا
فـرخ ثمـري زنخـلِ زهـرا
کشـاف دقـائقِ معـاني
دانـاي حقـايقِ نهـاني
مـرآتِ جمـالِ اسـمِ اعظـم
بينـاي رُمـوز هـر دو عـالم
از آئينـۂ دلـش هويـدا
اَسـرار جـلالِ حـق تعـاليٰ
هـم مظهـر صـورت تجلـي
هـم مخـزنِ گنـج لايزالـي
دريـا دل و قـلزمِ سمـاحت
عيسـيٰ دم و يوسـف ملاحـت
دسـت کرمـش چـو ابـرِ نيسـان
ميبـود هميشـہ گوهـر افشـان
فيـضِ کرمـش کـہ عـام بـودي
زو بهـرۂ صـد کـرام بـودي
در راه خـدا بـہ بـذل و ايثـار
ميداشـت دلـي چـو بحـرِ ذخـار
گرخـود همـہ گنـجِ شـايگان بـود
در حاصلِ جملـہ بحـر و کـان بـود
ميـداد همـہ بتـازگي رو
هرگـز نفگنـده چيـن در ابـرو
بـودش بنظـر هـزار جوهـر
بـاقيمت يـک شـبہَ برابـر
صد گونـہ سمـاط نـُزل چيـدي
خوانهـاي نعـم بـران کشـيدي
بنشسـتہ بـہ بـزم ميزبـاني
ميـداد صـلاي ميهمـاني
اخـوانِ صفـا ز هـر ديـاري
خـلانِ وفـا ز هـر کنـاري
هـر روز برسـمِ ميهمانـان
از شـوق بخدمتـش شـتابان
هـر يـک ز افاضـۂ نعيمـش
و ز بحـرِ کـف يـدِ کريمـش
بـر چيـده جواهـرِ مطـالب
برگشـتہ ازان حريـم صـائب
دائـم پـيءِ ابتغـاي مرضـات
کوشـيده در انقضـاي حاجـات
هشـتاد و يکـي سـنين نـہ صـد
بگذشـتہ ز هجـرت محمـد
کـو رخـت ازيـن سـراي فـاني
بـر بسـت بملـک جـاوداني
آسـوده بخـوشتريـن مـزاري
مـانـنـد بهشـت مـرغـواري
خورشـيد ز روي شـوقِ اخـلاص
در گنبـد او چـو ذره رقـاص
خوش گنبـد فيـض بخـش پـر نـور
رخشـان ز صفـا چـو خرگـہ حـور

از باغ طرب گلي شگفته | کز شبنم فيض رخ پشته
نزهتگه چشم اهل بينش | پيرايهٔ باغ آفرينش
تا هست نفوس پاک درخاک | هستند مسبحان افلاک
بادا ز درود پاک بازارن | معمور ز فيض خود نوازان

ترجمو: اهو ولايت جي ملڪ جو والي، هدايت جي ملڪن جو دليل، صاحب دل، عارف محقق، زنده دل ۽ ولي ڪامل هو. سيد علي، فضل ۽ ڪمالات ۾ ممتاز ۽ شيرازي سيدن جو سرواڻ هو. طٰه (۽ ياسين) جي باغ جو گلدستو آهي. خاتون جنت فاطمة الزهرىٰ جي ڪجين جو ثمر آهي، عميق ۽ مشڪل معنائن جو ڪوليندڙ، حقيقي راز پروڙيندڙ آهي. اسم اعظم جي آئيني جو اولڙو، ٻنهي جهانن جي رمزن جو ڄاڻو آهي. سندس دل جي آئيني مان الاهي اسرار پيا جرڪن، سندس صورت تجلا ڏيندڙ ۽ قدرتي خزاني جي کاڻ آهي.

درياء دل سخاوت جي سمنڊ هو، حسن ۽ جمال ۾ حضرت يوسف عليه السلام وانگر ۽ دعا شفا ۾ حضرت عيسىٰ عليه السلام جهڙو روحاني حاذق هو.

سندس سخاوت جو هٿ وسندڙ ڪڪر وانگر موتي ورهائيندڙ هو.
سندس فيض ۽ سخاوت عام آهي. ان مان هر هڪ پنهنجو پنهنجو ڀاڱو ٿي ورتو. الله تعالىٰ جي راهه ۾ سخاوت ۽ ايثار ائين ڪندو هو، ڄڻ ته سندس دل ڇوليون هڻندڙ درياء آهي، جيڪر وٽس بادشاهن جا سڀ خزانا ۽ دنيا جون سموريون ڪاٺيون هجن ها، ته به خوشيءَ سان ڪلندي خدا جي واٽ ۾ لٽائي ڇڏي ها ۽ پيشانيءَ ۾ خالي گهنڊ به نه وجهي ها! هزارين هيرن جواهرن جي قيمت سندس نظر ۾ پتل ڪان به گهٽ هئي.

مهمان نوازيءَ ۾ به پنهنجو مٽ پاڻ هو. مهمانن کي کارائي خوش ٿيو ٿيندو هو. هر مهمان سندس ڪشادي دسترخوان تان پنهنجو نصيب کائيندو هو. هميشه الله تعالىٰ جي راضپي ۽ حاجتمندن جي مشڪلاتن دور ڪرڻ ۾ پيو وقت گذاريندو هو

( سيد علي ثاني شيرازي ) هن فاني جهان مان موڪلائي. سن 981هجري 1573ع ۾ هميشه واري دنيا ڏي هليو ويو.

سندس مزار پرانوار بهشت وانگر گل وگلزار جو نمونو آهي. سندس مقبرو به فيض بخشيندڙ نظاري وارو آهي. سندس قبو ۽ مزار ڏسي، اهل دل محبت وارن جون دليون ٺرن ٿيون. ته هن خاڪ پاڪ ۾ الله وارو آرامي آهي. مٿس الله تعالىٰ جون رحمتون هجن ۽ ايندڙ ويندڙ زيارتين لاءِ فيض جون بارشون وسنديون رهن!

# سيد نظام پٽ سيد ناصر پير نظام رح

سيد نظام پٽ سيد ناصر بکري قدس سره هيءُ بزرگ نبوي خاندان مان پلارو سيد ٿي گذريو آهي. صدق وصفا جو صاحب. بزرگي ۽ پلائيءَ جي رتبي تي پهتل سيد نظام پٽ سيد ناصر بکري. حال ۽ قال جو صاحب، واصل باالله ۽ ڪامل ولي هو. جيئن اڪثر اولياءَ راڳ ويراڳ ۾ سرور حاصل ڪري منزل حقيقي تي پهچڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. تيئن هيءُ پلارو بہ راڳ ويراڳ ۾ سرور حاصل ڪندو، وجد ۽ حال ۾ اچي ويندو هو.

سندس وصال بابت روايت آهي تہ جيئن الله تعاليٰ جو حڪم آهي:

(ارجعي اليٰ ربک راضية مرضية)[1]

ترجمو: تون پنهنجي پالڻهار ڏي موٽي هل (تون ان کان راضي ٿيل آهين اهو توکان) راضي ٿيل آهي.

سو ان امر ربي موجب جڏهن سندس خاڪي پڃري مان روح پرواز ڪري ويو. غسل ۽ ڪفن ڏيڻ کان پوءِ چيائون تہ سندس جنازي کي کڻون. گهڻي ڪوشش ڪيائون، پر سندس جنازو زمين تان نہ کڻي سگهيا. ان ڪري سڀ ڪانڌي حيران پريشان ٿي پيا، تہ هن ڳالهہ ۾ ڪهڙو راز ۽ حڪمت آهي؟

ائين ڪندي سندس پٽ نالي رڪن الدين کي پنهنجي پيءُ جي وصيت ياد آئي ۽ چوڻ لڳو: حضرت والد صاحب پنهنجي حياتي وارن ڏينهن ۾ فرمايو هو تہ:

"جڏهن آءٌ گذاري وڃان، تہ بانسري واري کي چئجو، تہ سُر سوندرهہ وڄائي، نہ تہ منهنجو جنازو هر گز نہ کڻي سگهندؤ." سندس پٽ جي واتان هي عجيب وصيت واري ڳالهہ ٻڌي، بانسري نواز کي گهرائي چيائون تہ: "سُر سوندرهہ وڄاءِ"

چون ٿا تہ تہ بانسري واري سُر سوندرهہ وڄائڻ شروع ڪيو. گهڙي کان پوءِ الله تعاليٰ جي قدرت سان سندس جنازو زمين کان مٿي کڃي ويو. جنازي کي کڻڻ لاءِ هٿ وڌائون، پر ان کي هٿ پڄي نہ سگهيا ۽ جنازو مٿي هوا ۾ هلڻ لڳو. ڪانڌي ان جنازي جي هيٺان زمين تي هلندا ويا. هينئر جنهن زمين ۾ دفن ٿيل آهي، اتي سندس جنازو اچي لٿو. والله اعلم باالصواب

سيد نظام جون اهڙيون گهڻيون ڪرامتون آهن. هينئر سندس مزار ۽ مدفن روهڙي ۾ آهي.

---

[1] سيپارو 30، سورت الفجر، آيت 28.

# شيخ نوح بکريؒ

ذکر شيخ نوح بکري قدس سره مرشدن جو مرشد شيخ نوح بکري عظيم مشائخنَ مان نالیوارو، روحاني توفيق ۽ تحقيق جو صاحب، وڏن اوليائن مان بزرگ ٿي گذريو آهي. هو الله تعاليٰ جو قبول پيل ۽ پانهو ۽ مولا جي محبت ۾ مستغرق متوالو هو. شيخ شهاب الدين سهروردي (ابو الحفص عمربن محمد البکري، —539هه- 632) جو مريد هو. هو "فرشتہ" يعني پراڻي بکر ۾ رهندو هو. ذکر فکر، ورد وظائف ۽ عبادت ۾ مشغول، هميشہ گوشہ نشيني ۾ گذاريندو هو.

روايت آهي، تہ جڏهن غوث العالم شيخ بهاؤالدين زکريا (ملتاني) بغداد شريف پهتو ۽ ڪامل مرشد شيخ شهاب الدين (سهروردي) جي زيارت جو شرف حاصل ڪيو ۽ ان جو مريد ٿي واپس وطن (ملتان) وڃڻ جي اجازت ۽ موڪل پئي ورتائين، تڏهن مرشد شيخ (شهاب الدين سهروردي) کيس فرمايو تہ:

"اسان جي مريدن مان هڪ هدايت وارو مريد (شيخ نوح بکري) سنڌ جي فرشتہ (بکر) شهر ۾ آهي، انهيءَ وٽ ضرور وڃجان. ڇاڪاڻ تہ هو هدايت وارو اڳيئي هو، رڳو مهميزي مام جي طلب هئي. مطلب تہ هن ڏيو، وٽ ۽ تيل پنهنجو آندو. اسان رڳو سندس ڏيئي کي ٻاري روشن ڪيو."

اتفاق سان شيخ (بهاؤالدين زکريا ملتاني) جڏهن فرشتہ (بکر) شهر ۾ پهتو. ٻڌائين تہ شيخ (نوح بکري) هن دنيا مان وفات ڪري ويو آهي. ان ڪري شيخ بهاؤالدين زکريا حسرت مان واپس ملتان موٽي ويو.

هينئر شيخ (نوح بکري) جو مدفن بکر جي قلعي ۾ آهي.

# مخدوم حسام الدين ملتاني رح

مخدوم حسام الدين ملتاني تقويٰ ۽ پرهيزگاريءَ جي ميدان جو شهسوار، دين ۽ هدايت جي طريقي جو مهندار، الله تعاليٰ جي معرفت جو ماهر، دين ۽ يقين وارو بزرگ هو.

چون ٿا تہ دين اسلام جي ظاهري عبادتن ۽ عمل تي عامل ۽ گهڻي ڪوشش ڪندو هو. پوري حياتيءَ شريعت جي پيروي ڪان هڪ وار جيترو بہ نہ هٽيو. سندس مريد خادم بہ شريعت جا پوري ريت عامل ڪامل هوندا هئا.

ايتري قدر چون ٿا تہ جڏهن پاڻ سفر تي هوندو هو ۽ جنهن ڳوٺ ۽ شهر ڪان گذرندو هو ۽ شهر جي ٻاهران هي پڇا ڪندو هو تہ هن شهر ۾ ڪتاب "شرعة الاسلام " (از: رڪن الاسلام امام زاده محمد بن ابوبڪر چوغي) هوندو يا نہ؟ جيڪڏهن ڪيس ٻڌائبو هو تہ هيءُ ديني ڪتاب هتي آهي، پوءِ انهيءَ شهر ۾ وڃي ترسندو هو، نہ تہ انهيءَ شهر ڪان پرڀاهرو هليو ويندو هو ۽ چوندو هو:

"هن شهر جا ماڻهو شريعت اسلام ڪان بي خبر آهن، ان ڪري اهڙي شهر ۾ ڪيئن رهجي؟"

روايت آهي تہ هڪ ڏينهن ملتان جي درگاهہ ۽ درسگاهہ ۾ استاد وٽ ديني علم پڙهڻ ۾ مشغول هو. اتفاق سان ان مدرسي جي استاد جي اولاد مان هڪ ڇوڪرو مدرسي ۾ اتي اچي نڪتو ۽ پنهنجي ڏاڏي جي ڪمري ۾ اچي ويٺو. ڇوڪري جي پير ۾ چانديءَ جو ڪڙو پاتل هو. جنهن تہ مخدوم (حسام الدين) شرعيت جو سخت پابند ۽ اهل دل ڪامل ولي هو. ان ڪري استاد جي ان پوٽي ۽ ڇوڪري جي پير ۾ چانديءَ جو زيور پائڻ ڪيس ڏکيو لڳو ۽ اهڙو ذڪر پنهنجي استاد سان بہ ڪيو. استاد آهستي ڪري ڇوڪري جي پير مان زيور لاهي پنهنجي پر ۾ ڪري رکيو. ان ڪري ڇوڪرو ٻاراڻي عادت موجب روئڻ لڳو. تنهن تي ان عالم استاد گهريو. تہ ٻار کي چپ ڪرائڻ لاءِ ڪو بهانو ڪجي، تہ جيئن ٻار خاموش ٿي وڃي. ائين ڪري پنهنجو هٿ مٺي ڪيو ۽ چيو

تہ چانديءَ جو زيور ڪانءُ ڪٽي ويو ۽ ٻار چپ ٿي ويو ۽ استاد عالم. شاگردن جي پڙهائيءَ ۾ مشغول ٿي ويو.

چون ٿا تہ ان ڏينهن ڪان پوءِ مخدوم حسام الدين انهيءَ مدرسي ۾ علم پڙهڻ ڇڏي ڏنو ۽ استاد وٽ نہ آيو. مخدوم ڪان استاد وٽ نہ اچڻ جو سبب پڇيائون. فرمايائين تہ: ”استاد جو ٻار ڪي ريجهائڻ لاءِ ايئن چوڻ تہ چانديءَ جو زيور ڪانءُ ڪٽي ويو، ڪٽي ٻار ڪي پرچائڻ لاءِ هو، پر اهو لفظ (ڪوڙ ڳالهائڻ) چوڻ شريعت جي خلاف هو. ان ڪري هينئر دل نہ ٿي گهري، تہ اهڙي استاد وٽ رهي ان ڪان علم پڙهان!“

روايت آهي تہ هڪ ڏينهن سياري جي منڊ ۾ سخت سيءُ پئي پيو. عورتون ۽ مرد سيءُ لاهڻ لاءِ باهہ ٻارڻ لڳا. مخدوم جنهن شهر ۾ هو، اتي اوچتو ڳوٺ ڪي اچي باهہ لڳي، سڄي شهر مان باهہ جا اُلا پڙڪڻ لڳا مخدوم سيءَ ۽ ٿڌ ڪان بچڻ بجاءِ سيءَ ۾ ٿڙڪندو، شهر ڪان ٻاهر تکو تکو ميل ڪن پري هليو ويو. جڏهن باهہ وسائي وئي ۽ خير ٿيو تہ مخدوم شهر ۾ موٽي آيو. مخدوم ڪان ان جو سبب پڇيائون تہ فرمايائين: ”سياري ۾ انسان جا عضوا سيءَ ڪان بچڻ لاءِ باهہ طلبيندا ۽ عضوا سيڪي سُڪون وٺندا آهن، جئين تہ هن وقت باهہ ماڻهن جا گهر ٿي ساڙيا. ڊنس تہ متان منهنجا عضوا هن باهہ مان سيءَ ڪان بچڻ جو ڪو فائدو وٺن ۽ قيامت جي ڏينهن ان ملامت ۾ گرفتارنہ ٿي پوان“

روايت آهي تہ هڪ ڏينهن مخدوم سواري ڀاڙي تي ڪري ان تي چڙهيو. واٽ تي ڪڏون ڪوٻا ۽ اوجهڙ وارو رستو آيو پئي، تہ سواريءَ تان لهي سواريءَ ڪي خالي ڪاهيو پنڌ پئي هليو. وري سنئين واٽ تي سوار ٿئي ٿيو.

اوچتو ڏنائين تہ سندس چادر ۾ ڪجهہ درهم پيسا ٻڌل آهن، ان ئي وقت سواريءَ تان ٽپ ڏئي لٿو ۽ غم ۽ پريشانيءَ ۾ ڏند ڪرٽڻ لڳو. ماڻهن ان ڪيفيت جو سبب پڇيو تہ چوڻ لڳو: ”جانور جي ڌڻيءَ ڪي مون رڳو پنهنجي جان جو ڪرايو ٻولايو ۽ ڏنو هو ۽ هنن درهمن پيسن جي وزن ڪڻڻ جو ڪرايو تہ منهنجي ذمي رهجي ويو.“

چون ٿا تہ جيستائين جانور جي مالڪ کي انهن درهمن جي وزن ڪڻڻ جي اجرت نہ ڏنائين تہ. تيسين اڳتي نہ هليو.

بگذاشتہ اثقال تعلق بمراحل
بگذاشتہ سبکسار رسید ند بمنزل
پاک آمده هم پاک برفتند بمنزل
سالم زخطر رخت کشیدند بمنزل

مطلب تہ (جن ڳرا بار اڇلائي حقيقي منزلن سان واسطو رکيو، اهي هلڪي بار واري شخص کان وڌي وڃي منزل تي رسيا، پاڪ آيا ۽ پاڪ ٿي منزل ڏي ويا، خطرن کان سلامت رهي، سامان منزل تائين پهچايائون.)

هينئر سندس مزار پرانوار سندس ئي نالي حسام پور شهر ملتان جي آسپاس زيارتگاھ آهي.

# مخدوم بلال رح

ذڪر مخدوم بلال (باغباني) مخدوم بلال طريقت جو سالڪ، حقيقت جي درياءِ جو ناکئو، شريعت جي رمزن جو واقف، معرفت جي حقيقت جو ڄاڻو، وحدت جي سمنڊ جو ٽوٻو، عشق ۽ حال وارو، عارف باالله ۽ حق جي وصال جو صاحب ولي هو.

ذڪر فڪر، وجد ۽ حال جي جذبي ذوق شوق ۾ سندس وڏو رتبو آهي. ظاهري علم سان گڏ، دل جي صفائي ۽ باطني علم جو ماهر هو. سندس دل جي دنيا وحدت جي وصال سان شاد، فيض ۽ برڪت سان آباد هئي.

روايت آهي، ته راتين جون راتيون پاڻيءَ سان ڀريل ڪونار ۾ ويهي، الله تعاليٰ جي ذڪر ۾ اهڙو ته مشغول ٿي ويندو هو، جو ذڪر جي جوش ۾ ۽ حال جي جذبي ۽ غلبي ڪان پاڻي جاندهه وانگر چڪر هڻڻ لڳندو هو، سندس وجود ان ذڪر واري واديءَ ۾ گم ٿي ويندو هو. جوش واري ڦرنڌڙ پاڻيءَ کان سواءِ ڪجهه به ڏسڻ ۾ نه ايندو هو ۽ پاڻيءَ مان ذڪر جو آواز پيو ٻڌڻ ۾ ايندو هو. مخدوم صبح جو چوندو هو ته پاڻي درياءَ ۾ هاري اڇو. هن عجيب حالت جي خبر حويلي جي پاڪن کان سواءِ ڪنهن کي خبر نه هوندي هئي.

روايت آهي ته مخدوم هڪ ڏينهن ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿيو وڃي رهيو هو. جيئن نياڻن مهاڻن جي عادت آهي، سو اوچتو هڪ مهاڻو گار گند بڪڻ لڳو. ان مهاڻي جون گاريون ٻڌي، مخدوم جي دل ڏکاري ٿي. ٻيڙيائتي ماڻهن (مسافرن) جي چوڻ سان به گارين کان بس نه ٿي ڪيائين ۽ پنهنجي مهاڻڪي ڪار جاري رکيائين.

مخدوم بلال پنهنجي ٽوپي لاهي فرمايو ته، "هي ٽوپي مهاڻي جي مٿي تي رکو." مهاڻي جي مٿي تي مخدوم جي ٽوپي رکڻ سان مهاڻو قال الله ۽ قال رسول الله يعني الله ۽ رسول جي ڳالهين ۾ مشغول ٿي ويو. جيستائين ٽوپي مٿي تي هئس، تيسين چڱين ڳالهين کان سواءِ ڪجهه به نه ٿي ڳالهايو. جيسين ٻيڙي وڃي ڪناري لڳي ۽ پتڻ تي پهتي. ٻيڙي تان لهڻ کان پوءِ مهاڻي جي مٿي تان ٽوپي لاٿائون، ته، ساڳيو مهاڻو جهڙو هو، تهڙو بنجي گارين ۽ بڪ شڪ ۾ جنبي ويو.

قرآن مجيد ۾ ارشاد رباني آهي:

"اِرجعِي اِليٰ رَبِک رَاضِيَة مرضِيَة."[1]

ترجمو: تون پنهنجي پالڻهار ڏانهن موٽي هل، تون ان کان راضي ٿيل آهين، اهو توکان راضي ٿيل آهي. هن امر ربي موجب سندس ساهه جو بلبل پکي هن دنيا مان سائينءَ جو سڏ سڻي، بهشت جي باغ ۾ اڏامي ويو ۽ وڃي جنت جا وڻ وسايائين. سندس وفات جي تاريخ آهي: 30 صفر 931هه 17- ڊسمبر 1524ع. سندس مزار باغبان ڳوٺ (ضلعي دادو) ۾ آهي.[2]

## قاضي القضاة قاضي ڏتو سيو هاٽي پٽ قاضي شريف الدين مشهور مخدوم راهو

هيءُ بزرگ شيخ محمود جي اولاد مان وڏن اوليائن منجهان آهي. صحيح راوين کان نقل ٿيل آهي، ته هيءُ وڏي علم وارو، دانشمند ۽ ڪشف جو صاحب هو. گهڻن اوليائن جي صحبت ۾ رهيو ۽ انهن اوليائن جي نظر فيض اثر مان علم ۽ فيض پرايو.

پهريان ڪو وقت پنهنجي پيءُ جي خدمت ۾ علم ۽ هنر سکيو. ان کان پوءِ مخدوم بلال باغباني جي خدمت ۾ رهي، علم تفسير ۽ حديث جي تحصيل ڪيائين. ٻيو گهڻو علم مخدوم محمود فخر پوٽي ۽ عبدالعزيز هروي کان پڻ پرايائين.

قرآن شريف جا ارڙنهن تفسير منڍ کان وٺي آخر تائين مطالعي هيٺ آٽي، انهن جون معنائون ۽ عجيب نڪتا ياد ڪيائين. منقول ۽ معقول علم ۾ مهارت حاصل ڪري، علم جفر ۽ ٻين عجيب علمن مان وڏو حصو هٿ ڪيو هئائين، سندس حافظو به اهڙو قوي هو، جو اڪثر ڪتاب ياد پڙهي ويندو هو. عربيءَ سان گڏ ترڪي ۽ هندي ٻولين جو به ماهر هو. چون ٿا ته ميرزا شاهه حسن ارغون به هن کان علم پرايو هو. ان ڪري سندس تمام گهڻي عزت ڪندو هو. کيس استاد ۽ امام چوندو هو. قاضي ڏتو باغبان ڳوٺ ۾ دفن ٿيل آهي،[3]

---

[1] سيپارو 30، سورت الفجر، آيت 28.

[2] اصل قلمي نسخي ۾ سال وفات لکيل ڪونهي. هه نسخي ۾ سن 907 هجري لکيل آهي. جيڪو غلط سال آهي. تاريخ سنڌ ۾ مير معصوم بکري سندس وفات جو سال 929هجري 1522ع لکيو آهي. متن ۾ هيءَ تاريخ ۽ سال ب نسخي تان ورتل آهي. (مترجم)

[3] هه ۽ ح نسخي ۾ آهي ته قاضي سال 907 هه ۾ وفات ڪئي ۽ سيوستان ۾ مدفون آهي. تاريخ سنڌ جو مصنف مير معصوم بکري به وٽس سبق پڙهيو هو. هن مان ظاهر آهي ته قاضي ڏتي جي وفات جو سال 970 هجري/1562ع آهي ۽ 907هه ڪاتب جي سهو آهي. مير معصوم ان جو سال وفات نه لکيو آهي- (فارسي ايڊيٽر: سيد حسام الدين راشدي)

## مخدوم اسحاق جا فرزند درويش احمد ۽ محمدرح

هي ٻئي ڀائر درويش احمد ۽ درويش محمد مخدوم اسحاق (پٽي هالائي) جا فرزند آهن.

ٻئي ڀائر معرفت جي درياءَ جا موتي، محبت جي برج جا ستارا، ملڪوت ۽ لاهوت جي راز جا ڄاڻو، دين جا عارف، يقين جي زستي جا سالڪ، واصل باالله، ڪامل اڪمل ۽ اهل دل اوليائن مان مشهور ٿي گذريا آهن. هاله ڪنڊيءَ جا رهاڪو هئا.

**مخدوم محمد:** مخدوم محمد ظاهري علم جي تحصيل ڪماليت جي درجي تي پهچائي، باطن جي صفائيءَ ۾ ڏاڍي ڪوشش ڪئي هئائين. فيض جو سرچشمو، ڪشف ۽ ولايت جو صاحب هو.

چون ٿا، ته اڪثر وقت خلوت ۽ مراقبي جي حالت ۾ عالم ملڪوت جو سير ڪندو هو ۽ هو ولايت جي متاهين منزل کي ب تصوف جي ادنيٰ منزل سمجهندو هو. اڪثر الله تعاليٰ جي مخلوق جي مشڪل حل ڪرائڻ ۽ انهن جي اهم معاملات ۾ آساني پيدا ڪرڻ لاءِ حاڪمن وٽ وجي، انهن ماڻهن جون حاجتون پوريون ڪرائيندو هو.

**مخدوم احمد:** مخدوم احمد هميشه گوشه گمناميءَ ۾ گذاريندو هو. پروردگار جي ذڪر ۾ مشغول رهندو هو ۽ قبوليت جي درجي تي پهتل هو، حال ۽ ڪشف جو صاحب هو. ڪڏهن ڪڏهن ذڪر ۽ سماع جي مجلس ۾ ويندو هو، ته مٿس وجد ۽ حال طاري ٿي ويندو هو.

روايت آهي ته هڪ زميندار سندس مريد هو. اتفاق سان ان جو پٽ موتمار بيماري ۾ ونجي ويو. ڪنهن ب دوا درمل اثر نه ڪَيو. تنهن تي اهو زميندار مخدوم احمد جي خدمت ۾ آيو ۽ پنهنجو ڏکارو حال ڪيس ٻڌايو ۽ نهايت نيزاريءَ ۽ بيقراريءَ سان عرض ڪيو ته: ”دعا سان منهنجي ويران ۽ اونداهي گهر کي روشن ڪريو.“

مخدوم احمد پاڻ ۽ ٻين الله وارن کي ساڻ ڪري، وٽس دعا ڪرڻ لاءِ آيو. سماع ۽ وجد ۾ مشغول ٿي ويا. ميزبان هنن جي دعوت لاءِ ڳئون ڪهي، مانيءَ جي بندوبست ڪرڻ ۾ لڳي ويو. جڏهن ڪاڌو تيار ٿيو، ته قضا سان سندس بيمار پٽ ب

ڪٽي اڪيون ٻوٽيون. پر ڇوڪري جي ماءُ ۽ پيءُ ڏک پي صبر ڪيو ۽ مهمانن جي تواضع خاطر مخدوم احمد ۽ الله وارن جي آڏو ڪاڌو ڪٽي آيا ۽ مخدوم کان ماني هلائڻ جي اجازت گهريائون. مخدوم فرمايو ته: "هڪ ٿانءُ ۾ ٻه ٻه ڄڻا گڏ جي ويهي ماني کائن." مخدوم اڪيلو رهجي ويو. پاڻ رکن بهرا (؟) نالي خادم کي چيو ته: "هن دعوت ڪندڙ زميندار ماڻهوءَ جي پٽ کي وٺي اچ، ته به ڄڻا ٿيون ۽ مون سان گڏجي ماني کائي." جيئن ته قضا الاهي سان انهيءَ وقت ڇوڪرو فوت ٿي ويو هو. پر دعوتيءَ مخدوم جي تشريف آوريءَ جو خيال رکي، اها ڳالهه ظاهر نه ڪئي هئي. دعوتيءَ خادم کي چيو ته: "سندس پٽ جي حالت ڳنڀيرءَ جوڳي آهي، اچي ڪونه سگهندو." مخدوم به فرمايو ته: "انهيءَ کان سواءِ ماني ڪونه کائيندس."

نيٺ اهو خادم ان فوت ٿيل ڇوڪري جي مٿان ويو ۽ ڏٺو ته الله تعالىٰ جي قدرت ۽ مخدوم احمد جي پيغام تي ڇوڪرو يڪدم جيئرو ٿي اٿي ويهي رهيو ۽ مخدوم جي خدمت ۾ حاضر ٿي، ساڻس گڏجي ماني کاڌائين. ڇوڪري وڏيڪ ٻڌايو: "منهجو روح قبض ڪري ڇوٽين آسمان تي ڪٽي ويا هئا. جتان مخدوم دل سان دعا گهري، هتي موٽائي آندو آهي."

نقل آهي، ته مخدوم کي زمين جو ٽڪرو مريدن مان نذر ٿي مليو. اڄ تائين "مصلا" نالي سان اهو زمين جو ٽڪرو مشهور آهي. اتفاق سان هڪ زميندار "منبه" نالي جي زمين به ان سان لڳ هئي. اهو بد بخت، مخدوم جي زمين کي ٿورو ٿورو سيريندو، پنهنجي پاسي ڪندو ٿي ويو. نيٺ اها ماجرا مخدوم کي ٻڌايائون. مخدوم ان زميندار کي پاڙيسري جي زمين ڦٻائڻ کان تنبيهه ڪئي، پر هن کي ڪو به اثر نه ٿيو. خدا جي قدرت! ان کي پنيءَ ۾ ڳڙ نڪتو ۽ سور کان دانهون ڪري مري ويو. مخدوم جي اها ڪرامت اڃا تائين هلي اچي، جو سندس ان زمين جي آبادي جي سنڀال لاءِ وڏو نانگ چوڪي ڏيندو آهي، ڪنهن کي طاقت ڪانهي، جو ان ٻنيءَ مان گاهه جو سلو چوري ڪري.

نقل آهي، ته هڪ باشرع عالم سڳورو پري کان مخدوم جي ولايت ۽ ڪرامت ٻڌي زيارت ڪرڻ آيو هو. جڏهن هاله ڪنڍيءَ پهتو ۽ اتي جي ماڻهن کان ٻڌائين ته مخدوم سماع جي طرف گهڻو مائل آهي ۽ پنهنجو وقت وجد ۽ حال ۾ ٿو گذاري. اها ڳالهه ٻڌي، ان باشرع عالم جو مخدوم جي زيارت تان روح ڪڇي ويو.

اتفاق سان هڪ ڏينهن واٽ ويندي اهو باشرع عالم مخدوم کي منهن پئجي ويو. مخدوم ان باشرع عالم سان تمام خلوص ۽ محبت سان

مليو. ڪانئس حال احوال ورتو ۽ آخر ۾ خنده پيشانيءَ سان عالم سڳوري کي چيو: ”تو جيڪي منهنجي سماع، وجد ۽ حال بابت ٻڌو آهي، اهو سماع ناهي، جيڪو شريعت ۾ منع آهي، پر هيءُ حلقو ماتم ڪده ۽ تعزيت جو حلقو آهي، ڪنهن ڏينهن اچي ڏسي وڃ.“

اهڙي طرح اهو عالم سڳورو هڪ ڏينهن مخدوم جي سماع، وجد ۽ حال واري حلقي ۾ حاضر ٿيو، ته سندس طبيعت تي دلپذير سماع جي ڪري، اهڙي عجيب وجد جي حالت طاري ٿي وئي، جو آهه وزاري ڪرڻ، نچڻ ۽ نعرا هڻڻ لڳو. انهيءَ وجد ۽ مستيءَ ۾ سندس نماز جو وقت قضا ٿي ويو. جڏهن سماع جو حلقو ۽ دلي جذبو پورو ٿيو ۽ ڪانئس ماڻهن پڇيو: ”پهريان ته سماع، وجد ۽ حال جي حلقي ڪان انڪار ٿي ڪيو. هينئر جنهن وقت ان ۾ شريڪ ٿئين، ته نماز جو ڌيان به نه رهيوَ؟“

ان تي جواب ۾ باشرع عالم چوڻ لڳو: ”اصل ۾ عجيب مستي ۽ ڪيفيت طاري ٿي وئي، جو مون تي عالم بالا جون راهون کُلي پيون ۽ مون ڏٺو ته مخدوم جي پيشاني عرش کي ڇُهي رهي آهي . هن مشاهدي ۽ حال کان پوءِ منهنجو هوش نه رهيو.“

چون ٿا، ته ان ڏينهن کان پوءِ اهو عالم سڳورو اهل ڪشف ۽ حال جو صاحب ٿي ويو.

روايت آهي، ته مخدوم جي استاد عبدالرشيد، مخدوم کي فرمايو ته: ”پورن ٻارهن مهينن کان پوءِ هڪ اهل درد مجذوب شخص توکي ملندو. ان جي ڏسڻ سان توتي خوف طاري ٿيندو، پر انشاءَ الله تعاليٰ عاقبت خير سان ٿيندي.“

چون ٿا، ته هڪ سال کان پوءِ هڪ مجذوب شخص وٽس آيو ۽ کيس چوڻ لڳو ته مون لاءِ پنج مانيون ڪڻي اچ. مخدوم پنهنجي خادم کي چيو ته مجذوب لاءِ مانين جو بندوبست ڪر. ان ڪري خادم پنج مانيون ڪڻي آيو. مجذوب مانين کائڻ کان پوءِ تنبيهه ۽ اعتراض طور چيو ته: ”مخدوم! مون ماني آڻڻ لاءِ توکي چيو هو، پر تو ظاهري طور اسان جي انهيءَ ڪم کان شرم ڪيو ۽ ڪراهت ڪئي ۽ تون پاڻ ويهي رهين ۽ ٻئي کي حڪم ڪيئي، ته مانيون ڪڻي اچ. ان ڪري هتان جتي پيڇو اٿئي، ته پيڇي وڃ، نه ته تنهنجي لاءِ چڱائي نه ٿيندي.“ مجذوب جي هيءَ ڳالهه ٻڌي مخدوم جي دل دهلجي وئي ۽ خوف طاري

ٿي ويو. هو اتي عبادت واري جاءِ ۾ آيو، تہ اتي بہ ڪيس هر طرف کان مجذوب شينهن تي سوار نظر پئي آيو. جنهن تي مٿس ويتر دهشت وڌي وئي. پوءِ نوبت اتي وڃي پهتي، جو تنهائيءَ ۽ ماڻهن ۾ گهر توڙي ٻاهر مطلب تہ هر هنڌ ڪيس مجذوب جي شڪل نظر ٿي آئي ۽ هڪ گهڙي لاءِ بہ شڪل غائب نہ پئي ٿي. جنهن ڪري ويتر غمگين ٿي پيو. مخدوم کان ورد وظيفا ذڪر اذڪار وسري ويا ۽ ڪجهہ ڏينهن ايئن گذري ويا تہ هڪ ڏينهن سندس پائنيو درويش زڪريا جيڪو ڪامل ولي هو صبح جو سوير وٽس آيو ۽ کيس چوڻ لڳو تہ: "رات مون خواب ۾ رسول الله صلي الله عليہ سلم جن کي ڏٺو آهي."

پاڻ ان مجذوب کي فرمائي رهيا آهن تہ: "مخدوم اسان جي شريعت جو ادب ۽ احترام رکي ٿو، تو وري ان سان دشمني لائي ڏني آهي، هينئر وڃ ان سان صلح صفائي ڪر." ان کان پوءِ پاڻ ۾ صلح صفائي ڪيائون.

روايت آهي، تہ هڪ چاڪي مخدوم جو سچو پڇو مريد ۽ جماعت جو خدمتگار هو. اتفاق سان ان جو گهاڻي وارو اٺ سخت بيمار ٿيو ۽ ڪم کان لاچار ٿي پيو. تنهن تي چاڪيءَ اچي مخدوم کي منٿ ڪئي ۽ عرض ڪري گهر دعوت ڏئي وٺي آيو. مخدوم دستر خوان تي ويٺي ماني کاڌي، تہ اٺ جو ساهہ بہ ان وقت وڃي ڏٺي تعاليٰ کي پرتو. مخدوم جي نظر بہ اٺ تي پئي، تہ اٺ مري ويو آهي، مخدوم اٺ جي ويجهو وڃي، اٺ جي ڪن ۾ ڪجهہ چيو. خدا جي قدرت! مخدوم جي ڪرامت سان اهو اٺ ان ئي وقت جيئرو ٿي پيو. هيءَ روايت، وٽانئن، ماڻهن ۾، سج وانگر روشن ۽ مشهور آهي.

روايت آهي، تہ عبدالله نالي هالہ ڪنديءَ جو ويٺل سندس سچو معتقد ۽ ڪامل مريد هو. ان پنهنجي پٽ جي شاديءَ لاءِ دلان جي ڳوٺ مان نفيل وڃائيندڙ فقير کان سندس نياڻيءَ جو رشتو ڪيو. "دلان" جو ڳوٺ درويش "راجا سيہ دل" جو ڳوٺ هو. نفيل وڄائيندڙ جي مائٽن مان ڪنهن درويش راجا سيہ کي وڃي منٿ ڪئي، تہ اها نياڻي منهنجي پٽ کي وٺرائي ڏيو. ان ماڻهو درويش جي ادب ۽ ڊپ وچان ڪٽي هائوڪار ڪئي ۽ اڳيون رشتو ٽوڙي ڇڏيو. جڏهن اها خبر (هالہ ڪندي واري عبدالله) کي پئي، تہ اهو ايئن پٽ جي رشتي ٽٽڻ ڪري سخت پريشان ٿيو ۽ مخدوم احمد کي آهہ و زاري ۽ انڪساري ڪري چيو تہ. هلي اها منهنجي مائٽي برقرار ڪرايو.

مخدوم پنهنجي مريد (عبدالله سان گڏ) هالـه ڪنڊيءَ مـان هلـي، درويش "راجا سيه دل" جي "دلان" ڳوٺ ۾ آيو. ته ان ماڻهو اها خبر وجي درويش کي ٻڌائي. درويش اچي، مخدوم سان مليو، پر چيو ته: "لوح محفوظ ۾ ائين لکيل آهي، هاڻي ڪجهه ڪونه ٿيندو." مخدوم احمد کي جوش اچي ويو ۽ اٿي هٿ جون ٻه آڱريون مٿي ڪيون ۽ درويش کي چيو ته: "هاڻي لوح محفوظ ۾ نظر ڪري ڏس." راجا درويش ڏٺو ته، سندس ڳوٺ دلان واري ماڻهوءَ جي پٽ جو نالو ميٽجي ويو ۽ هاله ڪنڊي واري عبدالله جي پٽ جو نالو لکيو پيو آهي.

تنهن تي درويش راجا سيه دل چيو ته: "مخدوم جي خادم (عبدالله) جي پٽ سان جلدي شادي ڪرايو، ته خير ٿئي، متان معاملو وڌي نه وڃي!"

روايت آهي تـه دشت ۽ تل جو رهاڪو درويش هارون مـگريو هـڪ ڏينهن مخدوم جي ملاقات ڪرڻ لاءِ هاله ڪنڊي آيو. (شايد رمضان المبارڪ جو مهينو هو) ان ڪري روزي کولڻ مهل مخدوم احمد، درويش هارون مگرئي کان پڇيو ته: "ڇا کائيندؤ، ته اهو کاڌو آڻجي." درويش "هارون مگريو" (شايد مجذوب الحال) ۽ موسم کان واقف نه هو. ان وقت سخت سيارو هو ۽ درويش تازو پلو طلبيو، حالانڪ سياري ۾ درياءَ ۾ پلو نه ايندو آهي.

جئين ته درويش جو شوق تازي پلي کائڻ تي هو، سو مخدوم، الله تعاليٰ جي دربار ۾ گريه زاري ۽ دعا لاءِ طلبگار ٿيو، اک ڇنڀ ۾ مخلوق جي خالق "ڪن فيڪون" جي حڪم سان تازو پلو پيدا ڪيو ۽ مخدوم جي حجري وٽ ظاهر ٿيو. مخدوم خادم کي چيو ته: "درويش ۽ الله جي دروازي جي فقيرن جي خواهش تي تازو پلو ظاهر ٿيو آهي، ان پلي کي چڱيءَ طرح تري ٺاهي درويش کي ڏيو."

خادم حڪم جي بجا آوري ڪري، پلو تيار ڪري درويش وٽ کڻي آيو ۽ درويش پلو کائي رڄ ڪيو ۽ الله تعاليٰ جو شڪرانو بجا آندو.

روايت آهي ته مخدوم محمد نالي مخدوم احمد جو ڀاءُ هو. ڪنهن ڪم سانگي ننگر ٺٽي ويو. ان وقت ڄام نندي ( نظام الدين سمو وفات 914هه / 1507ع) جي حڪومت هئي. مخدوم محمد جي اچڻ جو ٻڌي ڄام نندي ڪيس چيو ته "تنهنجي ڀاءُ مخدوم احمد جي ڏاڍي تعريف ٻڌي اٿم ان جي زيارت جو ٻه گهڻو شوق اٿم، تنهن ڪري جيسين اهو نه ايندو، تيسين تون هتي مون وٽ رهي پئو" ان تي مخدوم محمد چيو: "اي ڄام! مخدوم احمد کي نه مون سان غرض آهي ۽ نه وري تنهنجي پرواهه اٿس." ظاهري طور هيءَ گفتگو

هوا ذريعي مخدوم احمد کي (هالين) وجي پهتي ۽ مخدوم احمد بنا دير (ڪرامت طور) انهي دم اچي ڄام جي مجلس ۾ وارد ٿيو. ڄام سندس زيارت ڪري ڏاڍي محبت ۽ عقيدت منداڻي خدمت ڪئي ۽ دعا لاءِ عرض ڪيو. ان تي مخدوم احمد رڳو چيو "ان شاء الله تعاليٰ" (جيڪڏهن الله تعاليٰ گهريو).

اهو ٻڌي ڄام چيو تہ: "هيستائين گهڻن ماڻهن کي دعا لاءِ چيو اٿم، انهن دعا جي مقبوليت لاءِ ڳالهيون تہ گهڻيون ڪيون، پر مخدوم احمد انشاءَ الله تعاليٰ کان سواءِ هڪ لفظ بہ زبان تي نہ آندو آهي، ان ڪري يقين آهي تہ مقصد ۽ ڪم پورا ٿيندا." مخدوم احمد، ڄام ننڊي کان موڪلائي پنهنجي ڀاءُ مخدوم محمد کي چيو: "اچ تہ جيئن آيو آهيان، تيئن زمين کي سوڙهو ڪري هلي، پنهنجي هالن واري مسجد ۾ ٽيهري نماز جماعت سان پڙهون."

مخدوم محمد وراڻيو تہ: "توهان مرضي جا مالڪ آهيو. باقي آءٌ تہ پنڌ ۽ محنت جي تڪليف جو ثواب هٿان ڪونہ ڇڏيندس."

مخدوم احمد انهيءَ ڏينهن وچئين نماز جماعت سان هاله ڪنڊيءَ مسجد ۾ وجي پڙهي ۽ مخدوم محمد بہ اها ٽيهري نماز پنهنجي مسجد ۾ ادا ڪئي.

روايت آهي تہ مخدوم احمد آخري عمر واري وقت ۾ نيرون ڪوٽ آيو، جتي سماع جي مجلس دوران ذڪر ۽ وجد ۾ مشغول رهيو. اتفاق سان انهيءَ موقعي تي ذاڪر اهڙي تہ سوز و گداز ۽ مٺي آواز سان سنڌي بيت ڳايو، جو ان جي ٻڌڻ سان مٿس اهڙو اثر ۽ حالت ٿي، جو روح هن جي خاڪي پڃري مان پرواز ڪري هليو ويو[1]. مخدوم احمد جو جنازو هاله ڪنڊيءَ ڪٺي آڻي دفن ڪيائون. سندس وفات جو سال 934هه - 1527 آهي.

اهو زمانو مرزا شاهہ حسن ارغون جي دور حڪومت جو هو. سندس جنازو ڪٺي ايندڙ ڪانڌين جو چوڻ آهي تہ، جنهن وقتَ سندس جنازو ڪٺي پئي آيا، تہ هن جي جنازي مان جهري ذڪر جو آواز پَئي آيو، جڏهن جنازو هيٺ رکيائون ٿي، تہ ذڪر بند ٿِي پَي ويو. الله تعاليٰ سندس قبر نور سان روشن ڪري!

---

[1] چون ٿا تہ ذاڪر هيءُ سنڌي بيت سوز سان پڙهيو. جنهن جي ٻڌڻ سان مخدوم احمد پساهہ پرينءَ جي حوالي ڪيو.

پڪي اعتبار وارن کان ايئن ٻڌل آهي. اهو بيت هيءُ هو:

سڏسجاڻي پرينءَ جو، وانگي جي نہ ورن،
ڪوڙي دعويٰ دوست جي، ڪچاڙي ڪي ڪن.

بحوالہ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ "سنڌي ٻولي ۽ ادب جي مختصر تاريخ" زيب ادبي مرڪز حيدرآباد، 1980ع، ڇاپو پيو، صفحو 202 (مترجم).

# مرشدن جو مرشد شيخ هوتي لاكو رح

شيخ هوتي لاکو وڏن مشائخن جو مهندار، وقت جي ولين جي قافلي جو سالار، روحاني محفل جو مور، اسرار رباني جو راز دان، مقدس باغ جو پکي، موليٰ جي عارفن مان عارف، صدق وصفا جي مسلک جو سالک ۽ قال وحال جي صاحبن مان هک هو. عبادت کندي رات جو اکين مان نير پيا وهندا هئس ۽ ڏينهن جو وري ذکر فکر ۾ مشغول رهندو هو.

چون ٿا اڪثر مٿي کان پيرن تائين شرعي لباس پهريندو هو. تير ڪمان هٿ ۾ کڻندو هوءِ خانقاهن ۾ وجد ۽ سماع جي جذبي قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو.

روايت آهي، ته هڪ ڏينهن هيءُ ڪامل ولي پنهنجي چاچي سان گڏ ملتان شريف ڏانهن مرشد جي زيارت لاءِ سفر تي سنبريو، ڪيس معلوم ٿيو، ته واٽ تي هڪ تمام وڏو نانگ ٿو رهي. جيڪو بہ مسافر ان نانگ جي ور ٿو چڙهي، تہ ان کي ناس ڪري ٿو ڇڏي. سندس چاچي اها ڳالهہ سيني کي ٻڌائيندي چيو تہ: "اهڙي مصيبت کان ٽارو ڪرڻ چڱو آهي."

ائين ڪندي پاڻيءَ جي حوض تي پهتا، تہ شيخ (هوتي لاکي) پنهنجي چاچي کي چيو: "اوهان پاڻيءَ سان وضو ڪريو ۽ وهنجو. آءٌ جيسين انهيءَ آفت کي ڏسان." اوچتو هن ڏٺو تہ نانگ تمام تلهو ۽ ڊگهو ڦڻ ڪڍي، ڪر ڪنيو بيٺو هو. ڪامل ولي ان خطرناڪ نانگ تي ڪرامت ۽ ولايت جي نظر وڌي، تہ خدا جي قدرت سان نانگ اتي ئي ڍيري ٿي ڪري پيو.

سندس چاچو ان جي پٺيان جاچ لاءِ ويو ۽ نانگ تي نظر پيس، تہ دهلجي ويو. تنهن تي شيخ هوتي لاکي چاچي کي چيو تہ، ڊپ ڊاءُ نہ ڪر. نانگ جو ڪم پورو ٿي ويو آهي، وڃ ٻين کي اها ماجرا ٻڌاءِ. سندس چاچي ڏٺو تہ واقعي نانگ مري چڪو هو.

روايت آهي، تہ هڪ ڏينهن شيخ هوتي پنهنجي مريدن سان گڏ جهنگ ۾ ويٺي ذڪر اذڪار جي مجلس ڪئي، تہ اوچتو پري کان هڪ ماڻهو ڏونري جو ٽانءُ کڻي اچي لانگهائو ٿيو. شيخ هوتيءَ جي نظر ان ماڻهوءَ تي پئي، تہ ڪيس پاڻ

وٺ سڏيائين. اهو ڏوٺري وارو ماڻهو، شيخ وٽ آيو ۽ ڏوئرو اچي سندس سامهون رکيو. شيخ جي اشاري تي مريدن ان ماڻهو کان پڇيو تہ: "ڏوئرو گهٽي ۾ وڪڻندين؟" اهو شخص وليءَ جي فيض ۽ سخا کي سمجهي ويو ۽ چوڻ لڳو: "سٺ ڏيکون کپن" فقير چيو تہ: "ڏوئري جو ملهہ تمام گهٽو ڳرو آهي، ڪجهہ گهٽ ڪر". مگر ان شخص چيو تہ: "ڪوڏي بہ گهٽ ڪونہ ڪندس."

ان کان پوءِ شيخ هوتي مريدن کي فرمايو: "ڏوئرو وٺي ورهائي ڪائو، الله تعاليٰ مالڪ الملڪ زمين آسمان جي خزانن جو ڏٽي آهي. هو پنهنجن دوستن کي سڀ ڪجهہ عطا ڪندو آهي." پوءِ شيخ هوتي ان ماڻهوءَ کي سڏي پر ۾ ويهاري چيو: "فلاڻي هنڌ وجي زمين کوٽ، اتان خزانو لهندو، مگر ان مان سٺ ڳڻن جي ملهہ جيترا پيسا کڻ، باقي پوري ڇڏ. وڌيڪ کڻندين تہ نقصان رسندُئي."

ان ماڻهوءَ حڪم جي تعميل ڪئي. ڏنائين تہ برابر چانديءَ جي درهمن جو کوهہ پريو پيو آهي. ان شخص پنهنجو حصو کنيو ۽ وڌيڪ درهمن کي پوري ڇڏيو.

روايت آهي، تہ ابتدا ۾ جڏهن اجا سندس شان جو سج پردي جي ڪڪر ۾ ڍڪيل هو. قلندراڻي نموني جهر جهنگ ۾ پيو هلندو هو، تہ هڪ ڏينهن ڪنهن شهر ۾ اچي رهيو ۽ انهيءَ شهر جي رئيس جو پٽ ڪيتري وقت کان ڪنهن ڏورانهين هنڌ قيد ٿيل هو. رئيس پنهجي جگرگوشي (پٽ) کي هرهنڌ ڳولڻ لاءِ ڪوشش ڪئي، پر سندس دل جي مراد پوري نہ ٿي، پٽ جي فراق ۾ رات ڏينهن پٺي رنو ۽ اکين مان نير وهائيندو رهيو.

گهڻن ڏينهن گذرڻ بعد کيس خبر پئي تہ، سندس پٽ فلاڻي ڪوٽ ۾ قيد آهي ۽ هڪ مهيني جي پنڌ تي پري آهي. کيس ايترو حوصلو نہ پيو ٿئي، جو ايتري پنڌ تان پٽ کي ڇڏائي اچي. تنهن ڪري دعا جي مدد واسطي الله وارن جي هڪ جماعت جي دعوت ڪيائين، تہ من هنن پلارن جي برڪت ۽ دعا سان فرزند جو ڇوٽڪارو ٿئي. شيخ هوتي بہ انهن پلارن وٽان اچي لنگهيو ۽ حقيقت حال پڇيائين. سڄي حقيقت ٻڌي، پنهنجي خادم کي چيو تہ، هنن کان پنهنجي لاءِ ماني وٺي اچ. پر ان جماعت کيس حقارت جي نظر سان ڏٺو ۽ ماني نہ ڏنائون. شيخ جوش ۾ اچي چيو:

"هيءَ کاڌو توهان کي تڏهن حلال ٿيندو، جڏهن دعوتيءَ جي پٽ کي هڪدم هن ئي مهل آڻي حاضر ڪريو جيڪڏهن توهان کان ائين تي نہ سگهي تہ، مون ديواني تي ڇڏيو، آءٌ تو ائين ڪريان."

سيئي حيران ٿي ويا ۽ اهو ڪم شيخ جي حوالي ڪيائون. ان هڪدم ڇوڪري کي ٻانهن کان وٺي، ڪٽي مجلس ۾ حاضر ڪيو.

معلوم ٿيو تہ، ڇوڪرو انهيءَ ملڪ ۾ تيل وٺڻ لاءِ بازار وڃي رهيو هو، پر شيخ، الله تعاليٰ جي قدرت سان، اتان ڪيس هتي پهچائي ڇڏيو. ماڻهو انهيءَ واقعي تي اچرج ۾ پئجي ويا. سڀ الله وارا جماعتي سندس خدمت ڪرڻ ۽ معافي گهرڻ لڳا. چون ٿا تہ انهي وقت کان وٺي سندس مشهوريءَ جو غلغلو (هُل) ملڪ ۾ ٿيو.

روايت آهي، تہ جڏهن روح جو پکيڙو سندس بدن کان جدا ٿيو، تہ سندس جنازي نماز تي اڪابر علماء قرآن جا مفسر ۽ الله وارا شريڪ هئا.

هڪ صاحب حال، اهل دل بزرگ جو چوڻ آهي تہ: آءٌ جنازي نماز ۾ پهرين صف ۾ هئس، ڏٺم تہ مون سان لڳ ساڄي پاسي شيخ هوتي پنهنجي جنازي نماز ۾ بيٺو آهي، مون حيرت مان کانئس پڇيو تہ، "تون پنهنجي جنازي ۾ بيٺو آهين؟" پاڻ فرمايائين: "هن تي عجب نہ ڪر، اسان کي زندهہ سمجهہ، جو محبت جي تلوار سان شهيد ٿيل هميشہ ابدي زندگي ماڻيندا آهن ۽ پوءِ پاڻ قرآن مجيد جي آيت تلاوت ڪيائين: (وَلاَ تَقُولُوا لِمَن يقتَلُ فِي سَبِيلِ اللهِ اَمْوَاتٌ بَلْ اَحيَآءٌ وَلٰكِن لاَ تَشْعُرُونَ[1]) "۽ جيڪي الله جي رستي ۾ ماريا وڃن ٿا تن کي مئل نہ چئو بلڪ (اهي) جيئرا آهن، پر اوهين نہ ٿا سمجهو."

هينئر سندس پر نور گنبذ دشت جي ڪنڊ مورياڻي ڳوٺ ۾ آهي.

[1] پارو 2. سوت البقرة، آيت 154.

## شيخ هوتي لاکيؒ جي پٽن احمد ۽ محمد جو احوال

احمد ۽ محمد ٻئي ڀائر متئين شيخ هوتيءَ جا پٽ، سنڌ جي وڏن اوليائن مان ٿي گذريا آهن.

1: **شيخ محمد:** هيءُ ڪامل ولي، عابد زاهد، اهلِ دل سالڪ ۽ قرآن مجيد جو حافظ هو، هميشہ عبادت رياضت ۽ مجاهدي ۾ مشغول رهندو هو. رات ڏينهن ذڪر اوراد پڙهندي گذاريندو هو. هڪ گهڙي بہ عبادت کان خالي نہ ويهندو هو.

2:**شيخ احمد:** قرب جي مقام ۽ حق جي وصال ۾ وڏي رتبي وارو هو. باطني شغل ۽ ڪمال قرب ڪري، ظاهري عبادتن سان گهٽ واسطو رکندو هو. ولي ڪامل، اهل دل حال جو صاحب ۽ مستجاب الدعوات هو. سندس دعا جو تير ڪڏهن بہ نہ گُٿو، پر قبوليت جي نشاني تي پورو لڳندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ذڪر ۽ سماع جي حلقي ۾ اچي ويهندو هو، تہ مٿس وجد ۽ حال جي ڪيفيت طاري ٿي ويندي هئي.

گهڻو ڪري ٻئي ڀائرــــ سج ۽ چنڊ وانگر روشن ـــ گڏ ويهندا هئا. حاجتمندن جي ٽولن جا ٽولا وٽن زيارت لاءِ ايندا هئا ۽ پنهنجا مقصد دعا جي وسيلي حاصل ڪندا هئا.

روايت آهي، تہ بزرگ احمد جي زماني ۾ مينهن ڪونہ وٺو، ملڪ ۾ ڏڪار جهڙي صورتحال پيدا ٿي پئي. وڻ ٽڻ پڪي پڪڻ ۽ جيت جڻيا پاڻي ڦڙي لاءِ واجهائڻ لڳا. زمين سُڪي ٺوٺ ٿي ويئي ۽ انهيءَ مان سائو سلو ۽ گاهہ پٺو بہ ڪونہ ٿي ڦٽو. ماڻهن جو رزق ۽ روزگار تنگ ٿي پيو. هر طرف ڏڪار جي رڙو رڙ ٻڌڻ ۾ پئي آهي:

نہ در باغ سبز، نہ در کوهہ شخ،
ملخ بوستان خورد و مردم ملخ

(باغن بستانن ۾ ڪا ساوڪ نہ رهي، نہ وري جبلن وٽن ۾ ڪا سائي ٿاري ڏسڻ ۾ آئي. مڪڙن باغ ڪائي چٽ ڪري ڇڏيا ۽ ماڻهن وري بک کان مڪڙ پئي کاڌا.)

اهڙي ڏکي صورتحال ۾ ماڻهو صدق ۽ يقين جي صاحب ۽ زماني جي اڳواڻ (بزرگ احمد) ڏي دعا لاءِ رجوع ٿيا. ان وقت الله وارن جي جماعت ذڪر ۽ سماع

جي مجلس ۾ مست هئي. بزرگ احمد بہ ان روحاني محفل ۾ ذڪر ۾ مستغرق ۽ مشغول هو. اتفاق سان هڪ بيو مشهور الله وارو درويش رڪن الدين پڻ ڏٺو بہ ان مجلس ۾ اوچتو شينهن وانگر اچي نڪتو. ماڻهو شينهن ولي کي ڏسي، سندس رعب تاب پسي، ڊورن وانگر هيڏانهن هوڏانهن ٽڙي پکڙي ويا.

جيئن تہ بزرگ احمد ذڪر فڪر ۾ مستغرق هو، ان ڪري ڪيس انهيءَ ڳالهہ جو پرو ڪونہ پيو. جنهن مهل مٿس اها استغراقي ڪيفيت ختم ٿي، تہ ماڻهن کان افراتفري جو سبب پڇيو. ماڻهن اوچتو ايندڙ شينهن ولي جي آمد ۽ رعب تاب جو احوال ٻڌايو.

تنهن تي بزرگ احمد ٻيهر ذڪر ۽ سماع جي مجلس سينگارڻ جو امر فرمايو ۽ چيو تہ، "جيڪر ڪو مڙس آهي، تہ هينئر اسان جي روحاني مجلس ۾ اچي." چون ٿا تہ شينهن ولي رڪن الدين پڻ ڏٺي، اهو سمورو جوش و خروش وارو احوال پري کان ويٺي ٻڌو، پر بزرگ احمد جي ڏيا ۽ حشمت جي ڪري مجلس جي ويجهو نہ آيو ۽ پري کان چوڻ لڳو: "مينهن تي مقرر ملائڪ ميڪائيل سڳوري کان ٻڌو اٿم، تہ هن سال مينهن ڪونہ وسندو. ڪڪرن مان پاڻيءَ جو ڦڙو بہ زمين تي نہ پوندو."

ماڻهو اها ڳالهہ ٻڌي ويتر نااميد ٿي پيا. اها ماجرا اچي بزرگ احمد کي ٻڌايائون. بزرگ گهڙي کن رکي چيو تہ: "هائو، ان جيڪو تقدير جي عمل ڪندڙن کان ٻڌو هو، چئي ٻڌايو، پر ٻيءَ مجلس ۾ تقدير بابت جيڪو مينهن وسائڻ جو فيصلو ٿيو هو، هيءُ درويش ان مجلس ۾ موجود ڪونہ هو، هينئر وڏي دل رکو. الله تعاليٰ جو شڪر صبح شام بجا آڻيو، جو ان مالڪ، ماڻهن، پکي، پکڻ ۽ جيتن جڻين جي صدقي مينهن وسائڻ جو حڪم فرمايو آهي."

چون ٿا تہ الله تعاليٰ جي قدرت سان هن آيت سڳوريءَ موجب مينهن وسڻ شروع ڪيو: (وَيُنَزِّلُ الغَيثَ مِن بَعد مَا قَنَطُوا[1])

ترجمو: "۽ (اللّه) اهو آهي جو (ماڻهن جي) نا اميد ٿيڻ کان پوءِ مينهن هيٺ موڪليندو آهي."

مطلب تہ جل ٿل مينهن وٺو. ٿوڻ زمين سرسبز سائي ٿي پئي. گاهہ جام ڦٽو، پوکون ۽ آباديون ٿيون، انسان خوشحال ۽ حيوان تازا ٿيا. ڏيهہ مان ڏڪار ويو ۽ هر طرف سُڪار ٿيو.

---

[1] پارو، 25، سورت الشوريٰ، آيت 28.

روايت آهي، تہ هيءُ بزرگ هڪ رات جهنگ ۾ مراقبي ۾ مشغول هو، سندس پير ۾ باهہ ٻري رهي هئي. سندس مريدن مان هڪ مريد ستو پيو هو. هيءُ بزرگ مراقبي جي موج ۾ مست هو. ذڪر ۽ وجد جي ڪري سندس پٽڪي ۾ ڪا چڻنگ پئي ۽ باهہ دکڻ لڳي. خدا جي قدرت سان سندس پٽڪي جي تند کي بہ باهہ جو تئُو نہ آيو. ڳچ مهل ڪان پوءِ جڏهن مراقبي مان واندو ٿيو ۽ مٿي تي هٿ هنيو، تہ پٽڪي جي وچ تي باهہ جو شعلو ٻري رهيو هو، پر ڪيس تئو بہ ڪونہ آيو.

کسا نیکـ در وجـد مسـتغرق انـد،
شـب وروز در عيـن حفـظ حقنـد،
نگهـدار از آب و آتـش خَليـل،
چـو تـابوت موسـيٰ بغرقـاب نيـل،
چـو طفلـي بدسـت شـناور درسـت،
نـہ ترسـد اگـر دجلـہ پهنـاور اسـت

(جيڪي ماڻهو رات ڏينهن الله تعاليٰ جي ذڪر و فڪر ۾ مستغرق آهن، تہ اهي الله تعاليٰ جي حفاظت ۾ آهن. جيئن ابراهيم خليل الله باهہ جي آڙاهہ کان ۽ موسيٰ ڪليم الله پيتيءَ ۾ پيل هوندي نيل نديءَ ۾ بہ محفوظ رهيو. دجلہ درياءُ بہ وڏو ويڪرو آهي، پر ٻار بہ تاروءَ جي هٿ ۾ هرگز نہ ڊڄندو ۽ وجي پار پوندو.)

بزرگ احمد جي مزار پنهنجي پيءُ (شيخ هوتي لاکي) جي پر ۾ موريائي جي قبرستان ۾ آهي.

# درويش حسن مقريرح

درويش حسن موذن جي لقب سان مشهور "ياٽوٽ" ڳوٺ جو رهاڪو هو. هيءُ درويش عارف ۽ حال جو صاحب هو. الله تعاليٰ جي محبت ۾ مستغرق، قرب ۽ شوق جي شراب ۾ سرمست، ذوق ۽ محبت جي درياءَ جو پياسو، عارف سبحاني ۽ بلال ثاني هو.

چون ٿا، ته هيءُ بزرگ اصل واڍو هو. سندس دل الاهي سچ جي نور سان روشن هئي. دل کي دنيا جي خفن کان پاڪ ڪيو هئائين. دل جي ڦرهيءَ کي ذاتي ذڪر سان صاف ڪري سينگاريو هئائين. وحدت ۾ مستغرق ۽ شاد هو.

نامراد نفس اماره کي به مجاهدي ۽ رياضت جي مشقت سان سڌو ڪيو هئائين. هميشه مڪاشفي جي بحر ۾ مستغرق رهندو هو. حيرت ۽ حيرانيءَ جي ولايت جي واٽ وٺيو پيو هلندوهو.

وضو ڪرڻ لاءِ هڪ الڳ جاءِ هوندي هئس. جڏهن به ان وضوخاني ۾ وضو ڪرڻ لاءِ ويندو هو، ته بيخود ٿي ويندو هو ۽ مشاهدي جي عالم ۾ وڃي رسندو هو. ڪو وقت انهيءَ ڪيفيت ۾ گذاريندو هو ۽ ٻاهر پير نه ڪڍندو هو.

روايت آهي، ته هڪ ڏينهن سندس هڪ مائٽ، جو ڊکڻ هو، وٽس ملاقات لاءِ آيو. اتفاق سان درويش وضوخاني ۾ وضو ڪرڻ لاءِ ويل هو، جيسين ان مائٽ کي ڀيو ڪو مائٽهو ملي ۽ ان کان درويش حسن جو پڇي، ان دوران هن اندر وڃي ڏٺو ته درويش جا عضوا جدا جدا ٽڪر ٽڪر ٿيا پيا آهن. ۽ وري درويش اک ڇنڀ ۾ ساڳي اصلي صورت وٺي، ٻاهر مصلي تي اچي ويٺو. ان ڏسندڙ شخص ڊکڻ کي هيءُ حال ڏسي دهشت وٺي وئي. درويش ان مائٽهو کي نصيحت ڪندي خبردار ڪيو ته: "ٻئي ڀيري ايئن گستاخي ۽ تڪڙ ڪري اندر وضو واري جاءِ ۾ نه اچجانءِ ۽ اهڙي جرئت ۽ اُبهرائي نه ڪجانءِ."

روايت آهي، ته هڪ ڏينهن ولايت ۽ ڪرامتن جو صاحب هيءُ درويش ٻيهري نماز وقت ڪوئرو هٿ ۾ کڻي وضوخاني ۾ ويو. وضوءَ لاءِ پاڻي هٿن تي هارڻ تي گهريائين، ته هوڏانهن بانگي نماز لاءِ بانگ ڏيڻ شروع ڪئي. بانگ ٻڌڻ سان درويش بيحال ۽ بيخود ٿي ويو. باقي سڄو ڏينهن ۽ رات ٻي ڏينهن جي ٻپهري تائين بيهوش پيو هو. ڪنهن به مائٽهوءَ کي هن کان پڇڻ جي جرئت نه ٿي.

ٻئي ڏينهن جڏهن بانگي ساڳئي ٻپهري نماز جي بانگ ڏيڻ شروع ڪئي. تڏهن درويش هوش ۾ اچي پڇيو:

" شايد اجا ٻانگي ٻانگ پوري نہ ڪئي آهي؟"

**روايت** آهي، تہ هڪ ڏينهن مخدوم مراد پٽ مخدوم صدرالدين (راهوتي) سندس زيارت ڪرڻ لاءِ آيو. سواريءَ جي ڍڳي کي ٻاهر ٻڌي، هن جي حاضريءَ ۾ آيو. تہ خادمن ٻڌايس تہ ستن ڏينهن کان درويش وضوخاني ۾ ويل آهي، اهو ٻڌي هو حيران ٿيو. ايتري ۾ درويش حسن بہ وضوءَ واري جاءِ مان ٻاهر نڪري آيو. اچي مخدوم مراد سان مليو. مخدوم گستاخيءَ تنبيهہ جي انداز ۾ چيس تہ: "اي درويش! هفتو وضو خاني ۾ رهيو آهين. هفتي جون چاليهہ فرض نمازون ٿينديون. ڇا انهن فرض نمازن مان هڪ وقت بہ نماز ادا ڪئي اٿئي؟" درويش مشڪي چيو: "اي مخدوم! تون وڃي پنهنجي ڍڳي جي خبر لهہ. هن ڳالهہ ۾ ڇو پيو آهين؟ ۽ مخدوم کي بہ درويش جي ڳالهہ ٻڌي وهم ٿي بيٺو. سو مخدوم پنهنجي سواري ڏسڻ لاءِ جيئن ٻاهر نڪتو، ڏٺائين تہ سندس سواري وارو ڏاند گم آهي. گهڻي ڳولا کان پوءِ مخدوم پنهنجو ڏاند ڳولي پنهنجي گهر هليو ويو.[1]

روايت آهي تہ هڪ ڏينهن ڪو مسافر درويش جي خدمت ۾ آيو. درويش ان کان حال احوال پڇڻ لڳو. تہ خادمن عرض ڪيو: هيءُ مسافر قرآن مجيد جو حافظ آهي. اهو حافظ قرآن جڏهن درويش جي سامهون اچي ويٺو. درويش پڇيس، تہ قرآن شريف جا ٽيهہ سيپارا پوريءَ طرح ياد ڪيا اٿئي؟ حافظ چيو تہ هائو.

تنهن تي درويش چيس تہ: "الله جو قرآن پڙهندي، تنهنجي دل ۾ عشق جي تير جو نشتر ڪونہ چُڀيو آهي؟"

پوءِ درويش، حافظ تي اهڙو توجهہ وڌو. جنهن جي ڪري عشق الاهي جا مٿس دروازا کلي پيا ۽ وحدت جي درياء ۾ غرق ٿي ويو. اهل دل ۽ حال جو صاحب بنجي ويو.

سنہ (؟) ( ڏهين صدي هجريءَ ) ۾ الله جي امر سان درويش حسن مقري جي روح جو پکيئڙو، هن فاني دنيا مان اڏامي، وڃي هميشہ واري بهشت ۾ رهاڪو ٿيو. سندس مزار ياٽوٹ ڳوٺ ۾ آهي.

---

[1] (مٿي ذڪر ڪيل روايت ۾ مخدوم مراد پٽ مخدوم صدرالدين راهوتي جو نالو آيل آهي. صدرالدين راهوتي هالا پرڳڻي جي ڳوٺ جانيهہ جو رهاڪو هو. هميشہ وعظ ڪندو هو. جنهن ۾ ڏاڍو اثر هوندو هو..... مخدوم مراد ان جو پٽ وڏو عالم ۽ پرهيزگار هو..... قاضي منور، مخدوم مراد جي اولاد مان آهي. تحفة الڪرام فارسي جلد 3صہ 151ــ 152(فارسي ايڊيٽر: سيد حسام الدين راشدي)

# مخدوم ساھڙ لنجار رح

ذکر مخدوم ساھڙ لنجار قدس سره مخدوم ساھڙ لنجار ڪامل ولي، فرشتہ صفت، حق تعاليٰ جي ذاڪرن جو اڳواڻ، خدا پرستن جو سرواڻ، صاحب صدق وصفا، اوراد ۽ اذڪار جو صاحب ۽ وقت جي نيڪ صالحن ۾ ناميارو بزرگ هو.

سمورو وقت ورد وظائف ۽ عبادت ۾ گذاريندو هو. رات ڏينهن ۾ گهڙي بہ پروردگار جي ذڪر ڪان واندو نہ ويهندو هو پلڪ پهر بہ رياضت ۽ مجاهدي کان هٿ تي آرام ۽ راحت نہ وٺندو هو:

”خوش عمر ڪہ شد صرف بدين گونہ باذڪار“

مطلب تہ اها حياتي گهڙي تہ ڀلي ۽ سجائي آهي، جيڪا هن طرح الله تعاليٰ جي ذڪر فڪر ۾ گهاري وڃي.

سندس مبارڪ مجلس ۾ تہ ڪڏهن بہ دنيا جي ڌنڌي ۽ ڪار وهنوار بابت گفتگو ۽ ڪچهري نہ ٿيندي هئي. ذڪر جي مرتبي ۽ روحاني منزل ۾ مٿاهون درجو هئس. ڪرامت جو صاحب ۽ سندس دعا مقبول هئي. هو ذڪر ۽ تلقين اهڙي ماڻهو کي ڏيندو هو، جنهن ۾ روحاني لياقت ڏسندو هو. جنهن کي تلقين ڪندو ۽ فيض ڏيندو هو، تہ اهو سندس نظر فيض اثر کان ولايت جي مرتبي تي پهچي ويندو هو ۽ حال جو صاحب ٿي ويندو هو.

روايت آهي، تہ مخدوم جي وقت ۾ بلوچن ۽ لنجارن ۾ زمين تان جهيڙو ٿي پيو، جيتوڻيڪ بلوچ ۽ لنجار ويجها پاڙيسري ڀائرن وانگر هئا. پر جهيڙو ايترو وڌي ويو جو ڪنهن بہ طرح پاڻ ۾ نہ ٺهي سگهيا. ٻئي ڌريون وڃي حاڪم وٽ دانهين ٿيون. سرڪار وٽان فيصلي لاءِ امين طور ”سيد باده“ مٽيارين وارو موڪليو ويو، تہ وڃي سرزمين ڏسي فيصلو ڪري. انهيءَ وچ ۾ بلوچن هڪ اٺ سيد کي رشوت طور ڏنو، جنهنڪري اُن بلوچن جي حق ۾ فيصلو ڏنو. جڏهن اها زمين جي جهڳڙي ۽ رشوت واري سڄي ڳالهہ مخدوم کي معلوم ٿي، تہ ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ مخدوم مٽيارين ۾ آيو، اتفاق سان گس ۾ اهو رشوت وارو اٺ نار ۾ وهي رهيو هو ۽ ٻنيءَ ۾ پاڻي پئي وهيو. اهو

ڏسي مخدوم چيو: ”عجب آهي جو سيد گمان ڪيو آهي، تہ هيءُ اٹ سندس زمين آباد ڪندو ۽ هو ان جو ڪٿيو کائيندو. هيهات هيهات! (افسوس مقصد کان پري ٿيو!)“

انهيءَ وقت اُٺ دانهن ڪري، زمين تي ڪري پيو ۽ مري ويو.

روايت آهي، تہ هڪ دفعي مخدوم ساهڙ مٽيارين جي شهر ۾ اچي رهيو، تہ ڪابہ رات ۽ ڪوبہ ڏينهن ننڊ آرام ڪرڻ لاءِ هنڌ تي پير ڊگها ڪري نہ ستو، ڪانئس ان جو سبب پڇيائون، تہ پاڻ فرمايائين: ”هن شهر ۾ چوڌطرف ساداتن جون حويليون ۽ سيدن جا گهر آهن، تنهن ڪري ادب ڪان پير ڊگها ڪرڻ ڏکيا تا لڳن ۽ بي ادبي ٿي پوندي“.

روايت آهي، تہ سندس پوک ۾ مروئن جو ڏڻ اچي نقصان ڪري ويندو هو. ڪڙمي اها دانهن وٽس کڻي آيا. انهن مان هڪ ڪڙميءَ کي چيائين تہ: ”انهن جانورن کي وڃي منهنجو نياپو ڏي، تہ اسان جي پوک ويجهو نہ اچو. جهنگ، جبل ۽ زمين ۾ گهڻو ئي گاهہ پٺو سائو آهي، اتي وڃي گذارو ڪريو“.

اهو ڪڙمي امر موجب پوک ۾ وڃي ويٺو. جڏهن مرون آيا، تہ ان مخدوم جو پري کان انهن کي پيغام ٻڌايو، تہ انهن جانورن بہ خاموش بيهي مخدوم جو نياپو ٻڌو، ڪنڌ هيٺ ڪري، مٿو ۽ پڇ لوڏي تابعداريءَ جو اظهار ڪيائون ۽ واپس جهنگ ڏي هليا ويا. ان کان پوءِ هو ڪڏهن بہ انهيءَ پوک ۾ نہ آيا.

تو هم گردن از حکم داور مپيچ
کہ گردن نہ پيچد حکم تو هيچ

(تون بہ الله تعاليٰ جي حڪم کان ڪنڌ يا منهن نہ موڙ، تہ ڪابہ شيءِ تنهنجي حڪم کان منهن نہ موڙيندي.)

”من اطاع الله اطاعہ کل شيءِ“ يعني: جيڪو بہ الله تعاليٰ جي اطاعت ۽ تابعداري ڪندو تہ، هر شيءِ ان جي فرمان ۾ رهندي.

14- ماهہ رجب سنہ 980 هہ 20- نومبر 1572ع ۾ وحدت جي باغ جي بلبل جو روح پرواز ڪري وڃي جنت الفردوس ۾ پهتو. سندس مزار اُنڙپور ڳوٺ (سن شهر جي ويجهو ضلعي دادو) ۾ آهي ۽ قيامت تائين نور سان پربور آباد رهي!

# مخدوم عربي دياڻو رح

روحاني محفل جو صدر، معرفت جو رهبر، قدسي وصفن سان سينگاريل ۽ اڪابر اوليائن ۾ يگانو مخدوم عربي ديانو هالہ ڪندي (هالا) جو رهاڪو ۽ هميشہ ذڪر ۽ عبادت ۾ مشغول رهندو هو. خاص ڪري قرآن مجيد سان عشق هوندو هوس.

چون ٿا هڪ هنڌ قرآن مجيد جا هڪ سو چاليهہ (140) ختما پورا ڪيا هئائين، جنهن وقت دائودي سر ۽ سهڻي لهجي ۾ دل جي سوز ۽ گداز سان قرآن مجيد پڙهندو هو، تڏهن پکي اڏامڻ ۽ پاڻي وهڻ کان بيهي ويندو هو.

دنيا جي ترڪ تعلقات ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. ايتري قدر جو چانديءَ ۽ سون جا پيسا ۽ ڪوڙا ڏوڪڙ وٽس برابر هوندا هئا. ڪنهن کان بہ سوڪڙي پاڪڙي نہ وٺندو هو.

چون ٿا، تہ هڪ ڏينهن مخدوم اسماعيل سومري ڪجهہ اشرفيون سندس خدمت ۾ موڪليون، پر هرگز قبول نہ ڪيائين ۽ واپس موڪلي چيائين تہ: "پنهنجي شهر جي حقدارن ۾ ورهائي ڏيو."

روايت آهي، تہ مخدوم هڪ ڏينهن پنهنجي عبادت گاهہ ۾ ويٺو هو، تہ اوچتو سندس هٿ سمنڊ جي گَجُ ۾ پرجي پيو ۽ انهيءَ مان پاڻيءَ جا ڪجهہ ڦڙا هيٺ ٽميا، هڪ حال محرم خادم نهايت عاجزيءَ سان هن راز جي حقيقت پڇي. پهريائين تہ مخدوم انڪار ڪيو، پر جيئن تہ خادم رازدان هو، گهڻي عاجزي تي ڪئي، ان ڪري ڪيس ٻڌايائين تہ:

"منهنجو پٽ بايزيد، حجاز جي سرزمين ۾ منهنجن معتقدن جي هڪ ٽولي سان گڏ ٻيڙيءَ ۾ سمنڊ جي سفر ۾ آهي. اوچتو ٻيڙيءَ کي طوفان اچي وڪوڙيو. ٻيڙي ٻڏڻ تي هئي، ماڻهن وٽي دانهون ڪيون ۽ مون کي سڏيائون ۽ منهنجي پٽ بايزيد کي سفارشي بنائي، ٻاس باسيائون. تنهن ڪري هٿ هڻي ٻيڙيءَ کي طوفان مان ڪڍي ڪناري تي پهچايم".

چون ٿا تہ ڪجهہ وقت کان پوءِ اهي ماڻهو باس کڻي، اچي سندس خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ احوال عرض ڪيائون تہ، جڏهن ٻيڙيءَ مان آسرو پليو سون،

تڏهن هڪڙي غيبي هٿ اسان جي ٻيڙيءَ کي اچي اُڪاريو. تاريخ ۽ مهينو ٻڌايائون، ته ٻيڙيءَ پار ٿيڻ جي تاريخ ۽ مهينو به ساڳيو هو.

روايت آهي، ته هڪ شخص ٻئي ماڻهوءَ جو نياپو ۽ ڪوڙا سلام اچي مخدوم کي ڏنا. مخدوم ڪشف ذريعي معلوم ڪري فرمايو ته:

”الله تعالىٰ دوستن کي هن جهان ۾ ڪشف جي نعمت سان نوازيو آهي. پنج سؤ سالن جيتري پراهين پنڌ واري زمين جا حالات به انهن کي هٿ جي تريءَ وانگر معلوم هوندا آهن، ڪو به ذرو انهن کان لڪل ۽ ڳجهو نه هوندو آهي“.

اهو شخص اها ڪشف واري ڳالهه ٻڌي، ڏاڍو شرمسار ٿيو ۽ هليو ويو.

مخدوم عربي ڏياڙو سن980هه 1572ع ۾ هن دنيا مان موڪلائي ويو. هاله ڪنديءَ (هالا پراڻا) ۾ دفن ٿيل آهي.

# مخدوم نوح سرورؒ

مخدوم نوح سرورؒ ولد نعمت الله (هالا ڪندي) سنڌ جي اوليائن سڀني مان آهي. هي ولايت جو پير، ارشاد ۽ هدايت جو مير، وحدت ۽ معرفت جو ماهر، دين ۽ سلوڪ جو چاڙهو، اهل الله جي ڪاروان جو سونهون ۽ ذاڪرن جو رهبر هو.

سندن نسب جو سلسلو حضرت اميرالمؤمنين ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنہ تائين پهچي ٿو.

سندن زندگيءَ جي ڪتاب جا صفحا، عبادت ۽ مجاهدي سان چِٽيل، سينگاريل ۽ لڪيل هئا. ماڻهن کي الله تعاليٰ جي ذڪر جي جوهر سان خوب سينگاريندو هو، طالبن کي جلي ۽ خفي ذڪر جي تلقين ڪندو هو ۽ کين هدايت ۽ ارشاد جي واٽ ڏسيندو هو. گهڻا ئي مريد ۽ معتقد سندن فيض ۽ برڪت سان منزل حقيقي تي پهتل آهن.

هر شخص سان سندن دل جي حال ۽ خيال آهر گفتگو ڪري، ان موقعي مناسبت سان قرآن مجيد جون آيتون پڙهندو هو ۽ آيتن جي معنيٰ ٻڌائيندو هو. قرآن مجيد جي آيتن سڀني جي معنيٰ مطلب ۽ تفسير اهڙو تہ تحقيقي ۽ عجيب بيان ڪندو هو، جو وقت جا وڏا وڏا عالم، قاري ۽ مفسر بہ حيران رهجي ويندا هئا، جيتوڻيڪ پاڻ مدرسن ۾ نہ پڙهيا هئا ۽ ظاهري علم بہ نہ پرايو هئائون.

هميشہ خلق کي خالق جي واٽ ڏسيندو رهندو هو ۽ کين وعظ ۽ نصيحت ڪندو هو، الله تعاليٰ جو ذڪر ۽ اوليائن مشائخن جا حالات اهڙيءَ طرح بيان ڪندو هو، جو سندن گفتگوءَ مان ماڻهو ڏاڍا متاثر ٿيندا هئا. مطلب تہ ماڻهن کي الله تعالي کان سواءِ مخلوق سان ناتو ٽوڙي، خالق ۽ مالڪ حقيقي سان ڳانڍاپي جوڙڻ جي واٽ ڏسيندو هو، ان ڪري ماڻهو نفس ۽ دنيا کان تعلق ڇني، الله تعاليٰ جي ذات بابرڪات جي ذڪر سان لئون لڳائيندا هئا.

روايت آهي، تہ کين هن دنيا ۾ آئي ست ڏينهن گذريا تہ، پاڙي مان ٻانگي نماز جي ٻانگ ڏني. ٻانگ پوري ٿي تہ، پاڻ چٽي زبان سان هي لفظ پڙهيائون:

"نعم لا اله الا الله ولا نعبد الا اياه مخلصين له الدين"

( هائو، هڪ الله کان سواءِ ڪنهن جي عبادت جو لائق نہ آهي ۽ اسان خاص تنهنجي ئي عبادت ڪريون ٿا ).

سيني حاضرين اهو جملو ٻڌو.

سچي راويءَ کان روايت آهي، تہ هن مخدوم صاحب جي زبان مان ٻڌو، تہ چوڏهن سالن جي عمر ۾ مون کي مشرق مغرب جي امام اميرالمؤمنين حضرت علي بن ابي طالب رضي الله تعاليٰ عنہ کان فيض ۽ ذڪر جي تقلين ملي.

مخدوم نوح سرور رحمتہ الله عليہ، اميرالمؤمنين امام المتقين رفيق شفيق ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنہ جي وسيلي سان حضرت رسالت پناهہ محمد صلي الله عليہ وسلم جي خدمت ۾ پهتو ۽ ارادت جو هٿ ورتو. حضور ﷺ کيس علم لدنيءَ جا ست سبق پڙهايا.

هڪ ٻئي راويءَ کان هن ريت روايت آهي، تہ نبي ﷺ ڦرهيءَ تي ست سٽون لکي کيس ڏنيون. پهرئين سٽ حضور جن پڙهايس. باقي ڇهہ سٽون خضر عليہ السلام ۽ عيسيٰ عليہ السلام وٽ پڙهيا. ( ان ڪري مٿس علم ۽ فيض جا دروازا کلي پيا. )

هڪ معتبر راويءَ کان روايت آهي تہ، جڏهن مخدوم نوح سرور ؒ ارڙهن سالن جي عمر ۾، هڪ ڏينهن مخدوم عربيءَ سان گڏ خانقاهہ ۾ مراقبي ۾ مشغول هو. مخدوم عربيءَ قرآن مجيد جي تلاوت ڪري رهيو هو، هو ستاويهين سيپاري تي پهتو هو تہ، هِن مخدوم نوح سرور ؒ کي عالم بالا جو شوق دامنگير ٿيو، پر مخدوم عربيءَ جي قرآن مجيد ٻڌڻ جي ادب جو خيال رکي، ظاهري جسم اتي ڇڏي، پاڻ آسمان جي سير تي هليا ويا. عالم افلاڪ جو مشاهدو ماڻي، پاڪ روحن سان وچي ملاقات ڪيائون.... مخدوم عربي اجا ختمو پورو نہ ڪيو هو، تہ موٽي آيا.

فقير بهاؤالدين گودڙيي کان روايت آهي تہ، هڪ ڏينهن شهر ٺٽي ۾ مخدوم نوح سرور ؒ، سيد علي شيرازيءَ جي فرزند ميان سيد جلال سان وينا هئا، مخدوم صاحب جن فرمايو تہ: "حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنہ ۽ حضرت علي المرتضيٰ رضي الله عنہ اچي لانگهائو ٿيا. حضرت علي المرتضيٰ رضہ تڪڙو ۽ حضرت ابوبڪر صديق آهستي پٺي آيو. ٻنهي مون کي چيو. "اٺ جو توکي محمد رسول الله ﷺ جن سڏين ٿا". حڪم موجب انهن سان گڏ روانو ٿيس.

ڳچ پنڌ کان پوءِ ائين ڏسڻ ۾ آيم، ڇڻ تہ لکي جبل تي چڙهي رهيو هوس. جڏهن ٻنهي جهانن جي سردار محمد ﷺ جي مجلس ۾ پهتس، ۽ ڏٺم تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام ويٺو آهي. اوچتو مون کي هڪ لکيل ڦرهيءَ هٿ ۾ ملي، ان تي حضرت عيسيٰ عليہ السلام کان سبق ورتم. ڪنڊ مٿي ڪيم، تہ رسول الله ﷺ تي نظر پئي ۽ ادب سان رسول الله ﷺ ڏي توجهہ ڪري نئين سر سبق پڙهيم.

رسول الله ﷺ جي مجلس ۾ پهچڻ وقت ابوبڪر صديق رضي الله تعالىٰ عنہ کان ٻڌم تہ، هيءُ عرض ڪيائين: "يا رسول الله! صلي الله عليہ وسلم هيءُ (مخدوم نوح سرورؒ) منهنجي اولاد مان آهي."

مخدوم نوح سرورؒ فرمايو، تہ هن ملڪ جا ماڻهو چون ٿا تہ، فلاڻي حضرت خضر عليہ السلام کان تعليم ورتي آهي، پر الله تعالىٰ جي مهرباني سان حضرت خضر عليہ السلام گهڻا ڀيرا مون کي چيو آهي، تہ "تون امام ٿيءُ تہ تنهنجي پٺيان نماز پڙهان"، پر مون فقير عرض ڪيو تہ: "توهان کي نبي ٿا چون، توهان اڳيان پيش امام ٿيو."

مخدوم فرمايو تہ، الله تعالىٰ جي مهربانيءَ سان مون کي رسول الله ﷺ سان پهريون دفعو هن ريت ملاقات ٿي، جو پاڻ سڳورن اچي فرمايو: "هٿ ڏي." فقير عرض ڪيو تہ: "وضو ڪو نہ اٿم" ۽ رسول الله ﷺ فرمايو: "مؤمن جو هٿ پاڪ آهي، هٿ ڏي."

مولانا رڪن الدين هزاره ڳوٺ جو ويٺل هو، ۽ حضور ﷺ جن جي مجلس ۾ ويندڙ هو، چون ٿا تہ سندس مسجد ۾ رسول الله ﷺ جن جي زيارت جي جاءِ مقرر هئي، جتي هو، حضور ﷺ جو ديدار ڪندو هو.

مخدوم نوح سرورؒ بہ حضور ۾ ويندڙ هو، ان کان پڇيائون تہ: "مولانا رڪن الدين جي مسجد ۾ حضور جن جي زيارت لاءِ جاءِ مقرر آهي، اوهان پنهنجي لاءِ ان باري ۾ ٻڌايو؟

مخدوم نوح سرورؒ چيو تہ: حضور ﷺ ايترا ڀيرا مهرباني ڪري زيارت ڪرائي آهي، جو مسجد ۾ ڪا ذري جيتري جاءِ خالي ڪانهي، جتي حضور عيلہ الصلواة والسلام جن جو ديدار نہ ٿيو هجي، ان ڪري حضور ﷺ جن جي زيارت جي لاءِ مقرر جاءِ ڪيئن ٻڌايان؟"

مخدوم نوح سرورؒ فرمايو تہ: "الله تعالىٰ جي لطف سان ماڻهو مون کي "لطف الله" وڏي ڏاڏي جي نالي سان سڏين ٿا. ان ڪري هيءَ وڏي روحاني دولت ملي آهي. نہ تہ آءٌ ان جو لائق نہ آهيان.

مخدوم نوح سرور رح فرمايو تہ "بلوغت جي حد کي نہ رسيو هوس، جو ستر هزار حجابن کان گذري ويو هوس. بلوغت کان پوءِ الله تعاليٰ- موتوا قبل انتموتوا (مرڻ کان اڳ مري وڃو) وارو رتبو حاصل ڪيو آهي."

وڌيڪ فرمايو تہ: "مون قرآن مجيد سورت البقرة جي شروعات کان وٺي، ڏهہ سيپارا پڙهيا. سورت الڪهف کان آخر تائين پڙهيم. وچ وارا پنج سيپارا ڪونہ پڙهيس، پر الله تعاليٰ مون کي سڄي قرآن مجيد جي معنيٰ ۽ تفسير جو علم عطا ڪيو آهي."

هن تذڪري ( حديقة الاولياء) ۾ مخدوم نوح سرورؒ بابت چند نقل لکيا اٿم، جيتوڻيڪ عبارت معتبر نہ آهي، پر مضمون معتبر ۽ پروسي جوڳو آهي. اميد تہ چگن وٽ عذر قبول پوندو ۽ معافي ملندي، "حضرت مخدوم نوحؒ صبح جي وقت خميس جي ڏينهن 27- تاريخ ماهہ ذوالقعد سن 998 هجري 17- سيپٽمبر 1590ع ۾ وصال ڪيو. (انهيءَ دور ۾ سندن مدفن هالا پراڻا (هال ڪنڊي) ۾ هو. پر درياء جي پائڻ سبب، هن وقت سندن مدفن ۽ درگاهہ هالن نون ۾ آهي."

هن فقير حقير سندس وصال جي تاريخ هن جملي مان ڪڍي آهي:

"شيخي بنوح بود" مطلب تہ نوح منهنجو مرشد هو.

998ھ

# درويش وهيو چانيهو رح

درويش وهيو چانيهو زماني جي مشائخن مان هو. وڏو اولياء، صاحب حال ۽ سهڻين صفتن سان سينگاريل هو، هو حقيقت ۽ معرفت جو عارف، وحدت جي درياء جو ٽوبو، محبت جي ميدان جو شهسوار ،وحدت جي آکيري جو شهباز ،مجذوب، اوليائن جي ڪاروان جو سالار، حضور پر نور ﷺ جن جو پيارو، قدسي ۽ الاهي اسرارن جو رازدان، عارف يزداني ۽ عشق رسول ۾ اويس ثاني هو.

حضور ﷺ جن جي مجلس ۾ ويندڙ، عشق ۽ محبت، شوق جي غلبي ۾ وڏي رتبي وارو درويش هو، نبي سڳوري جن جي خاندان اهلبيت اطهار سان کين وڏي محبت هوندي هئي ۽ سيدن جو خاص احترام بجا آڻيندو هو.

ٻنهي جهانن جي سردار محمد ﷺ جن جو نالو مبارڪ ٻڌي سندس حالت تبديل ٿي ويندي هئي، مٿس عشقِ رسول جي شوق ۽ غلبي ڪري، عجيب حالت ۽ ڪيفيت طاري ٿي ويندي هئي، هميشہ شريعت محمديءَ تي دل و جان سان پابند رهندو هو. ڇاڪاڻ تہ شريعت الله تعالىٰ جي محبت جو وسيلو آهي، قرآن مجيد جي هن آيت تي عمل هوندو هوس:

"قُل اَن كُنتُم تُحِبُونَ اللّٰهَ فَاتبِعونِي يُحبِكُمُ اللّٰهُ"

"(اي محبوب!) چئو تہ جيڪڏهن اوهين الله کي دوست رکندا آهيو (محبت رکو ٿا) تہ منهنجي تابعداري ڪريو، تہ الله بہ اوهان کي دوست رکندو (محبت ڪندو)."

شريعت کي رواج ڏيارڻ ۽ بدعتن جي پاڙ پٽڻ سندس زندگيءَ جو اصلي مقصد هو، سنت نبويءَ جي خلاف هڪ وار جيترو ڳالهہ بہ سهي نہ سگهندو هو. ايستائين آرام نہ ڪندو هو، جيستائين ان جي اصلاح جي تدبير نہ ڪندو هو. پوءِ اهو غير شرعي ڪم ٿورو هجي يا گهڻو، بهرحال ان کي نہ ڇڏيندو هو. پوءِ اهو ڪم ڪٿي ڪيترو بہ پري ڇو نہ هجي.

ان وقت جا حاڪم بہ سندس انهن شرعي ڪمن ۾ هر طرح جي مدد ڪندا هئا. "امر بالمعروف" (نيڪيءَ جو حڪم ڪرڻ) ۽ "نهي عن المنڪر" (برائيءَ کان روڪڻ) جا ادب بجا آڻيندا هئا.

هن درويش ۾ الله تعاليٰ اهڙي تہ حشمت رکي هئي جو وڏا ماڻهو بہ سندس اطاعت اڳيان سر تسليم ڪندا هئا. سندس شرعي حڪمن جي تعميل ۾ فرمانبرداري ڪندا هئا، ان ڪري سندس وقت ۾ ڪو بہ ڪم اسلامي احڪامن جي برخلاف نہ ٿي سگهيو. ظلم ۽ بدعت جا آثار ختم ٿي ويا هئا.

هميشہ سيدن سڳورن جي تعظيم ۽ تڪريم بجا آڻڻ ۾ خوشي محسوس ڪندو هو. انهن جو تمام گهڻو ادب ڪندو هو، ايتري قدر جو ڪو سيد پاڙي ۾ يا ڪچهريءَ ۾ ايندو هو تہ ان کي سيني ڪان مٿي ويهاريندو هو. ۽ انساني تعلقات ۽ تڪلفات کي اهميت ڏيڻ، وڏ ماڻهپي ۽ پاڻ پائڻ ڪان سندس زندگي بلڪل آزاد هئي، سندس مجلس ۾ ڪو بہ تڪلف نہ هوندو هو ۽ ريا کي پسند نہ ڪندو هو، هميشہ زمين تي هيٺ ويهندو هو ۽ پٽ تي سمهندو هو.

در گرد دل ازغبار رُفتہ
گردش بستاره وار رُستہ

(دل جي دروازي کي مٽيءَ سان ٻهاري ڏنائين، اها خاڪ ۽ مٽي پردي وانگر ڄميل هئي.)

سون ۽ چاندي سندس نظر ۾ ڪجهہ بہ نہ هئا، ڪيس جيڪو ڪجهہ خدا ڪارڻ ملندو هو، سو بروقت حاضرين مجلس ۽ ضرورت وارن ۾ ورهائي ڇڏيندو هو.

درويش جو هڪ خادم جنهن جو نالو لڌو هو، سندس نظر جي فيض ۽ اثر سان ولايت جي درجي تي پهتل هو. اهو ٻڌائي ٿو تہ:

اوائلي ڏينهن جي ڳالهہ آهي، مون کي دل ۾ اچي خيال پيو تہ: "الله تعاليٰ پنهنجي مهربانيءَ سان ڪو ڍور، مينهن يا ڳئون ڏياري تہ ان جو کير پيان ۽ الله تعاليٰ جو شڪر بجا آڻيان" اها تمنا دل ۾ رکي درويش (وهيي چانيهي) وٽ دعا لاءِ عرض ڪيم. درويش فرمايو:

"سبحان الله! اڳئين وقت جا ماڻهو دين جاطالب ٿيندا هئا، الله وارن وٽ ايندا هئا، ان ذريعي شريعت جي پيروي جي ڪوشش ڪندا هئا، سچيءَ دل ۽ يقين سان ايمان جي سلامتي طلبيندا ۽ شيطان جي شر ڪان پناهہ گهرندا هئا، اڄ هيءَ زمانو آيو آهي جو سڀ ماڻهو الله وارن وٽ دنيا ۽ مال متاع جا طالب ٿيجي اچن ٿا. دنيا جي مال متاع ۽ ساز سامان جي محبت کي پنهنجو مقصد بنائي ڇڏيو اٿن."

درويش جي اها حقيقت واري روح پرور ڳالهہ ٻڌي شرمساريءَ کان دل تان اهوڪير وارو خيال لاهي تڪڙو واپس ٿيس. اجا ٿورو پنڌ مس ڪيم، تہ درويش هڪ خادم کي ست درهم (چانديءَ جا سڪا) ڏئي موڪليو. جنهن اهي درهم مون کي اچي ڏنا، تہ دل شڪستو ۽ نااميد نہ ٿيءُ، هنن درهمن سان دل جو ارادو پورو ٿيندءِ. جڏهن درياء جي ڪناري تي پهتس ۽ ٻيڙيءَ تي چڙهي سوار ٿيس. ڇيم تہ ناڪئي کي پتڻ جا پيسا ڏيان، اجا ڳنڍ کوليم تہ اهي ست ئي چانديءَ جا درهم سرخ دينار (سون جا سڪا) ٿيا پيا آهن. ويتر گهڻو خوش ٿيس، ڳوٺ اچي انهن سونن سڪن مان ڍور مينهون يا ڳئون ورتم. اجا تائين انهن ڍورن جو بنياد اسان وٽ آهي ۽ انهن جو کير پيون ٿا.

درويش ڄتو اهل دل ۽ ولايت جو صاحب هو، مشائخن جي خدمت جو رتل ۽ درويش (وهيي چانيهي) جي نظر جو فيض يافتہ هو. اهو نقل ٿو ڪري تہ، هڪڙي ڏينهن آءُ "ڪلهان" ڳوٺ کان پنهنجي منزل ڏي پئي ويس ،جيئن تہ ڦورن جي ڦرلٽ جي ڪري واٽ ڏاڍي خطرناڪ هئي. ان ڪري هن پرخطر رستي کان بچاءَ واسطي الله وارن جي دامن وٺڻ ضروري آهي. انهيءَ تر ۾ مخدوم آدم ٿيبو رهندو هو، اسان غائبانہ مدد طلبي تہ:

"اي مخدوم ! اگهم ڳوٺ تائين هن پر خطر واٽ کان پناهہ ۾ رکجانءِ، تہ جيئن ڦورو ۽ ظالمن کان صحيح سلامت ڳوٺ پهچون!"

ان کان پوءِ پنهنجي واٽ ورتي سون. اوچتو واٽ تي رهزن ڦورن جو ٽولو اچي ڪڙڪيو،جنهن اسان کي ڦرڻ جي ڪوشش ڪئي. اسان دانهن ڪئي تہ: "اي درويش فرياد رس!"

راوي چوي ٿو، تہ هي پنهنجن اکين سان ڏٺم تہ، ان ئي وقت درويش اچي سامهون بيٺو ۽ اهي رهزن ڦورو ان ئي مهل وٺي ڀڳا ۽ پاڻ درويش اتان غائب ٿي ويو.

ڦورن کان سلامت رهڻ تي شڪرانو بجاء آندم. پنهنجي واٽ ورتم ۽ صحيح سلامت درويش وٽ اچي پهتس.

اتفاق سان انهن ڏينهن ۾ سيد عبدالله (بکر وارو) اتي ظالم ڦورن هٿان شهيد ٿي ويو هو. جڏهن اها خبر بہ درويش کي ڇئي ٻڌايم، تہ مون ڏي ڏسي مرڪي ڇيائين: "مولانا! تون بہ شهيد ٿيڻ کي ويجهو هئين! پر غائبانہ مدد ڪري بچي وئين!"

روايت آهي، تہ صدو نهڙيو پاڻ کي وقت جو عارف بزرگ ڪري پائئيندو هو. گهڻا ماڻهو بہ سندس معتقد هئا. هڪڙي ڏينهن حضرت پيغمبر ﷺ جي باري ۾ اُن ازلي بد بخت ۽ نياڳي بي ادبي (گستاخيءَ) جا لفظ چيا. جڏهن اها خبر درويش (وهيي چانيهي) کي پيئي، تہ سندس آرام ۽ قرار ڦٽي ويو ۽ سنڌس دل کي سخت صدمو رسيو.

صدو نهڙئي کي بہ درويش جي جلال ۽ سخت ڪاوڙ جي خبر پئجي ويئي، تہ شرمسار ٿيو ۽ ان کي پرچائڻ لاءِ سوکڙيون پاکڙيون کڻي سندس خدمت ۾ پئي آيو. جنهن مهل سندس درگاهہ تي آيو ۽ قدمبوسيءَ جي اجازت طلبيائين ۽ درويش کي بہ اها ڳالهہ معلوم ٿي، تہ ويتر سخت ناراض ٿيو ۽ جوش ۾ اچي چيو تہ: "نياڳي کي چئو تہ هتان ئي واپس ٿئي ۽ اسان جي سامهون نہ اچي، تو جڏهن حضورنبي ڪريم ﷺ جن جي شان ۾ بي ادبيءَ جا لفظ زبان مان پئي ڪڍيا، تہ توکي نانگ نہ ڪاڏو!"

درويش جا اهي جلال وارا لفظ ٻڌي، صدو نهڙئي تي خوف طاري ٿي ويو ۽ ڪنبڻ لڳو. ان ئي مهل واپس گهر ڏي موٽيو. چون ٿا تہ واپس موٽندي ڪيس ڪک پن، ڪنڊا ڪرڙا، مطلب تہ هر شيءِ نانگ ڏسڻ ۾ پئي آئي. شام جي وقت گهر پهچي سواريءَ تان لٿو، تہ ان کي نانگ ڏنگي وڌو ۽ انهيءَ رات مري ويو.

مولانا عباس، درويش (وهيي چانيهي) جي ويجهن خادمن مان هو. اهو چئي ٿو تہ درويش کي زمين جو ٽڪرو هو، ان ۾ ڪٽڪ پوکيل هئي، جڏهن سنگ نڪري، داڻا ظاهر ٿيا ۽ آيون ٿيڻ لڳا، خدا جي قدرت سان اهڙو ڪو سخت سيءُ ۽ پارو پيو، جو ڪچو اَنُ سڀ سڙي ويو، باقي خالي ٻچڙ (پاپڙ) سنگ بينا رهيا. انهيءَ ڳالهہ جو ڪڙمين کي ڏاڍو صدمو رسيو جو سندن ٻچن جو آجڪو سيءَ پاري ساڙي ڇڏيو هو.)

درويش کي حقيقت حال ٻڌايائون، درويش چيو تہ: "آءٌ پاڻ هلي پوک ڏسندس پوءِ ٻڌائجو." درويش پوک تي وڃي ڏٺو، تہ ڪڙمين جي ڳالهہ سچي هئي. درويش چيو تہ: "ٻنيءَ ۾ گهڻو اناج ٿئي ها؟" عرض ڪيو ويو تہ، پاڻ ڏٺي تعاليٰ ڄاڻندڙ آهي. پر ظاهري طور پوک ۾ داڻو بہ ڪونہ بچيو آهي. درويش پڇيو تہ: "پلا پَرُ سال گهڻو اَنُ ٿيو هو؟" عرض ڪيائون تہ اٺ خرار ٿيا هئا. درويش فرمايو: انشاءَ الله هن سال بہ اوترو ئي اَنُ ٿيندو."

پاري سڙيل سنگ لٽي ڳاهي ناهي تيار ڪيائون، پر الله تعاليٰ جي قدرت سان ان ماپيائون، تہ برابر اٺ خرار ڪٽڪ ٿي، جيئن درويش زبان سان چيو هو.

روايت آهي، تہ هڪ ڏينهن درويش نصرپور جي سيدن جي مسجد ۾ آيو. دائود نالي هڪ واڍو گهٽي وقت کان سيدن جي پاڙي ۾ رهندو هو. اهو دائود واڍو بہ ان مسجد ۾ درويش جي زيارت لاءِ سندس خدمت ۾ آيو. ائين مجلس ۾ ڪن ماڻهن ان واڍي کي نصيحت ڪندي چيو تہ: "سيدن جي پاڙي ۾ رهين ٿو، نماز دين جو ٿنڀ آهي، اها نماز بہ ڪونہ ٿو پڙهين، نماز ۾ سستي چڱي ڪانهي." اها ڳالهہ مجلس ۾ ٻڌي واڍو ڏاڍو ڦڪو ۽ ڏڪارو ٿيو ۽ سيدن جي باري ۾ گستاخي ڪندي چوڻ لڳو تہ: "سيدن جي گهرن کي باهہ ڏئي ساڙيان."

جڏهن درويش اها بي ادبيءَ واري ڳالهہ واڍي واتان ٻڌي تہ کيس جوش اچي ويو. سيدن جي گستاخي برداشت نہ ڪري سگهيو. ساداتن بہ چيو تہ سائين مڙئي خير آهي، ان جي چوڻ سان ڪجهہ نہ ٿيندو.

پر درويش زبان حال سان فرمايو تہ: "هن بي ادب جي سزا اها آهي تہ هن کي جيئرو کوهہ ۾ پوريو وڃي!"

ٻہ ٽي ڏينهن مس گذريا، تہ نصرپور جي هڪ هندوءَ کوهہ کٽايو هو، جيئن تہ هيءُ مشهور ڪاريگر واڍو هو. ان کي ڪاٺ جي چڪ ٺاهڻ لاءِ گهرايو ويو، واڍو ڪاٺ جو چڪ ٺاهي ٻن ٽن ماڻهن سان کوهہ ۾ چڪ لاهڻ لاءِ اندر لٿو، تہ خدا جي قدرت سان واڍي تي کوهہ جي پٽ ۽ پير اچي ڪري ۽ هو جيئرو کوهہ ۾ پورجي ويو، سندس ڪم وارا همراهہ سلامت کوهہ مان نڪري آيا. پر اهو واڍو اتي ئي دٻجي مري ويو ۽ بعد ۾ سندس لاش کي کوهہ مان ڪوٺي ڪڍي، قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

درويش جون هن قسم جون گهڻيون حيران ڪندڙ ڪرامتون مشهور آهن، پر اختصار ڪري اتي بس ڪجي ٿي.

درويش وهيو ڇانيهو تاريخ 21- رجب سن 1001هجري 21- اپريل 1593ع ۾ هن فاني دنيا مان وصال ڪري ويو. سندس وفات جي تاريخ عربي جملي مان هن ريت نڪري ٿي:

"مات في عشق" 1001هجري - يعني عشق ۾ وفات ڪري ويو.

ان جو فارسي ترجمو هيءُ آهي.

"درعشق جان سپرده" 1001 هجري

ان مان بہ ساڳيوسال نڪري ٿو.[1]

---

[1] هيءُ قبرستان سندس نالي منسوب ۽ مشهور آهي، بيگلار خاندان جا امير بہ هن مقام ۾ دفن ٿيل آهن.

# مخدوم اسماعيل سومرو رح

مخدوم اسماعيل سومرو بصيرت ۽ سيرت جو صاحب، متقي پرهيزگارن جو سالار، نفس نهوڙيندڙ مجاهدن جو سردار، عارف ڪامل، اهل دل ولي، صدق و صفا جو صاحب، سخاوت ۾ حاتم ثاني، سهڻين صفتن سان سينگاريل ۽ الله تعاليٰ جو مٽس وڏو راضپو هو. مخدوم وڏن اوليائن ۽ نامور صوفين مان آهي.

ننڍپڻ کان وني وفات تائين، عبادت رياضت ۾ ڪوشش ڪندو رهيو. فنا في الله جو مرتبو ماڻي، بقا بالله جي رتبي تي پهچي چڪو هو. روحاني راز سندس نوراني پيشانيءَ مان پيا چمڪندا هئا.

الله تعاليٰ ڪيس ظاهري مال ملڪيت سان تمام گهڻو نوازيو هو. پاڻ بہ رب جي ڏني مان سخاوت جون ويرون وهائيندو رهيو. روزانو صبح شام قسمين قسمين طعام ۽ شربت تيار ڪرائي، خدا ڪارڻ مهمانن ڪي دل جي خوشيءَ سان ڪارائيندو ۽ پيـاريندو هو. حقدار طالب علمن، حافظن ۽ عالمن سڀني واسطي وظيفا مقرر ڪري ڇڏيا هئائين تہ جيئن اهي مطمئن دل سان تعليم پرائين ۽ دين جي خدمت ڪن.

سندس ڪشادي دسترخوان تان ڪوبہ سوالي خالي نہ موٽندو هو. مطلب تہ هن فاني دڪان جي سامان ڪي، جاوداني دنيا لاءِ خرچ ڪندو رهندو هو. پاڻ وري جَـوَن جي ماني کائي گذر سفر ڪندو هو. نفس جون سڀيئي لذتون ڦٽيون ڪري، خواهشون ماري، پروردگار جي عبادت رياضت ۽ ذڪر فڪر ۾ مشغول هوندو هو. عاجزي ۽ انڪساريءَ کان گهڻو ڪم وٺندو هو ۽ پاڻ کي تمام گهٽ سمجهندو هو. هميشہ اسلام جي شرعي ڪمن ۽ ماڻهن جي ضرورتن کي پورو ڪرڻ ۾ سعيو ڪندو رهندو هو.

ايتري قدر جو پاڻ پيريءَ ۾ جڏهن ڪمزور ٿيو. هلڻ چلڻ ۽ سواريءَ تي چڙهڻ جهڙو نہ رهيو، تہ پاڻ چادر ۾ ويهي، خادمن کي چوندو هو تہ مون کي کڻو. ايئن پري تائين حاجتمندن جي گهرن تي وڃي، انهن جون ضرورتون پوريون ڪندو هو. فراغت ۾ عبادت جي جاءِ ۾ قرآن مجيد جي تلاوت ۾ مشغول رهندو هو.

مخدوم صدو موهيو نامدار عالمن ۽ زماني جي پرهيزگارن مان هو. مخدوم (اسماعيل) سان محبت ۽ عقيدت رکندو هو. ان کان روايت آهي تہ، هڪ ڏينهن سندس عبادت واري جاءِ تي اچي ڏٺم، تہ سندس دربند هو ۽ دروازي جي سوراخ مان نظر ڪري ڏٺم ۽ اکين سان مشاهدو ڪيم، تہ سندس هر هڪ عضوو الله تعاليٰ جي محبت جي تلوار سان وڍيو، جدا جدا ٿيو پيو آهي. انهيءَ مشاهدي ۽ دهشت ڪري زبان مان لفظ بہ نہ نڪتو. انهيءَ حيرت ۾ پنهنجي گهر موٽي آيس. ڪجھ مهل کان پوءِ ٻيهر اتي وڃي ڏٺم، تہ صحيح سلامت آهي. سندس خدمت ۾ ويهي، گڏ جي قرآن مجيد جي تلاوت ۾ مشغول ٿيس. سن 998 هجري 1589ع ۾ سندس روح جو پکي، هن دنيا مان اڏامي، وڃي پروردگار جي قرب جي وڻ جي ٽاريءَ تي آرامي ٿيو. سندس تربت اگهم ڪوٽ جي ڳوٺ ۾ آهي.

# رڪن الدين رح

درويش رڪن الدين پٽ ڏتو (يا وسيو) هيءُ درويش حق جو عارف، سچو ولي، ڪامل مرشد، صاحب حال، اهل دل جامع صفات وڏن مناقبن جو مالڪ ۽ ظاهرڪرامتن جو صاحب هو. درويش رڪن الدين جي پيءُ جو نالو ڏتو يا وسيو هو.[1]

هيءُ ولايت جو صاحب ۽ حال وارو درويش هو، اڪثر وقت اڪيلائيءَ ۾ ويٺو هوندوهو ۽ عبادت رياضت ۾ ڪوشش ڪندو هو. الله تعاليٰ جي قبول پيل ٻانهن ۽ واحد سان وصال وارن بزرگن مان هو ۽ ڪانئس گهڻيون عجيب غريب ڪرامتون ظاهر ٿيون آهن.

هيٺئين روايت تہ خلق ۾ گهڻي مشهور ۽ تواتر جي حد تائين پهتل آهي، هن ڪتاب(حديقة الاولياء) جي ليکڪ (سيد عبدالقادر) سندس هم مجلس صحبتين کان ٻڌي آهي:

روايت آهي تہ شيخ اسماعيل نالي حضرت غوث الاسلام شيخ بهاؤالدين زڪريا ملتاني رحمت الله عليہ جي اولاد مان هڪ الله لوڪ شخص ٿي گذريو آهي. شيخ اسماعيل لاڙ پرڳڻي ۾ رهندو هو، ڪيس ساڪر ڳوٺ وظيفي طور مليل هو. اتفاق سان ان وقت لاڙ خطي ۾ صدو ساڪر نالي هڪ وڏو رئيس بہ رهندو هو، اهو شيخ اسماعيل سان بغض ۽ دشمني رکندو هو. هو هر وقت هن کي تڪليف پهچائڻ جي ڪوشش ڪندو رهندوهو. سندس دشمني حد ڪان وڌي ويئي تہ، لاچار شيخ اسماعيل لاچار ٿي الله وارن (درويش رڪن الدين) جي دامن پناهہ ۾ آيو ۽ ان کي سڄي ڏکي صورتحال ۽ ماجرا عرض ڪري ٻڌائي، عاجزي ۽ زاريءَ سان مدد لاءِ طبلگار ٿيو.

درويش تي ان ڳالهہ جو ڏاڍو اثر ٿيو. ان ڪري درويش ان رئيس ڏي نصيحت ۽ هدايت جو پيغام موڪليو: جيئن تہ اهو رئيس مال ملڪيت جي غرور ،نفس ۽ شيطاني قوت جي زور تي اندر جو انڌو ٿي چڪو هو، انڪري

[1] (ڏيٺہ کي سنڌيءَ ۾ ڏنو يا ڏتو چئبو آهي يعني خدا جو ڏنل. وٿيہ کي سنڌيءَ ۾ وسيو يعني سائو. آباد ۽ سرسبز چئبو آهي- (حاشيہ فارسي ايڊيٽر)

ظالم رئيس ،درويش جي نصيحت پرئي نياپي تي ڪو بہ توجهہ ڪونہ ڏنو، پر ويتر ساڙ ۽ فساد ۾ واڌارو ڪرڻ لڳو. تنهن تي درويش وٽ شيخ اسماعيل ڀيهر اچي مدد لاءِ حاضرٿيو. عاجزي ۽ زاريءَ سان ڀيهر عرض گذار بڻيو.

درويش کي شيخ جي ڏکن ڀري ڳالهہ ٻڌي جوش اچي ويو، غصبناڪ شينهن وانگر گجگوڙ ڪري فرمايو: هينئر وچ دلجاءِ رک، دل مان وسوسو ٻاهر ڪڍي ڇڏ، جو آءٌ ظالم رئيس جي پويان آهيان. شيخ اسماعيل، درويش جي ڳالهہ ٻڌي پنهنجي دل کي تسلي ڏني ۽ درويش جي خدمت مان موڪلائي پنهنجي منزل جي واٽ ورتي. رئيس جي ايذاءَ ۽ تڪليف تي صبر شڪر ڪان درويش جي طرفان غيبي مدد جو انتظار ڪرڻ لڳو.

دشت جي پاسي "پراڻ" نديءَ تي هڪ خاص جاءِ آهي، اتي گدامڙيءَ جا گهاٽا گهاٽا وڻ آهن ، جن جي ڇانوَ ڏاڍي فرحت ڏيندڙ هئي، اهو پٽ الله وارن جي آمد گاهہ ۽ ذڪر فڪر جي مجلس جو مرڪز آهي، اتي اڪثر تر جا الله وارا اچي گڏ ٿيندا هئا، ذڪر اذڪار، وجد ۽ سماع جون مجلسون گرم ڪندا هئا.

اتفاق سان اسلام جو رڪن (درويش رڪن الدين ولد ڏتو) بہ ان مجلس ۾ پنهنجن خادمن سان گڏ آيل هو.

جڏهن ظالم رئيس صدو ساڪر کي درويش جي پٽ پاراتي جي خبر پيئي تہ درويش ڪان دل ۾ معافي وٺڻ جو ارادو ڪيائين. ان وقت پڇاڪري انهيءَ برڪت ڀريءَ جاءِ ڏي درويش ڏانهن اچڻ لڳو، ڪيس ٻڌايائون تہ درويش ڪٻڙ جي ڇار هيٺان پٽ تي ويٺو آهي. رئيس سهٺو لباس، قيمتي پڳ ۽ عمدا هٿيار ڇيلهہ سان ٻڌي درويش ڏانهن ويو.

درويش جي خادمن ظالم رئيس کي پري ڪان ايندو ڏسي، درويش کي ٻڌايو. درويش نعرو هنيوءِ جهنگ ڏي هليو ويو.رئيس صدو ساڪر، درويش جي نعري واري آهہ جو تير کائي واپس موٽيو، خادمن عرض ڪيو، تہ سائين ظالم رئيس واپس پيو وڃي، درويش فرمايو. "دلجاءِ رکو، ڪاپاري ڏڪ جو زخم اٿس."

رئيس صدو ساڪر اجا چند وکون مس ڪنيون، تہ خدا جي قدرت سان سندس عضون مان رت وهڻ لڳو ۽ هلڻ جهڙو نہ رهيو. چون ٿا تہ سندس سڀ عضوا ڪپهہ جهڙا ڪونئرا ٿي پيا، جنهن بہ عضوي کي هٿ ٿي وڌائون، تہ اهو عضوو جسم ڪان جدا ٿي ٿيو ۽ اُتي جو اُتي مري ويو.

ظالم رئيس جي ماءُ، جيڪا ان وقت اُتي موجود هئي، تنهن وٺي رنو پٽيو ۽ دانهون ڪيون ۽ درويش ڪي چيو تہ: "اي درويش! قيامت جي ڏينهن منهنجي پٽ جي مارڻ جو ظلم، تنهنجي دامن تي لڳل هوندو." درويش بہ فرمايو تہ: "پٽ ڪي قيامت ۾ بہ ڪونہ ڏسندينءَ!"

ان ڏينهن کان پوءِ ظالم رئيس جومال متاع فنا ٿيڻ لڳو، سندس رعب ۽ ظلم بہ ختم ٿي ويو، سندس پونئير بہ سجائيءَ ۽ مسڪينيءَ ۾ ڏکيا ڏينهن گهاري، هڪ هڪ ٿي گذاري ويا، سندس پونئيرن مان ڪو بہ ماڻهو نہ رهيو ۽ سندس نسل ختم ٿي ويو.

روايت آهي، تہ هڪ ڏينهن درويش مسجد ۾ ستو پيو هو، اوچتو مسجد جو پيش امام نفل نماز کان فارغ ٿي، تڪڙو گهر وڃڻ لڳو ۽ ويندي چادر ڇنڊيائين، جنهن ڪري بہ ٽي ڪک وڃي درويش جي منهن تي پيا، هڪدم امام جون ڇنگهون ڪيرين ٿي پيون ۽ هلڻ کان لاچار ٿي پيو. ڪجهہ دير کان پوءِ بيدار دل درويش سجاڳ ٿيو، تہ پيش امام درويش کان اوچتو اڻ ڄاڻائي ۾ تڪڙ ۾ متس ڪکن پوڻ جي معافي وٺڻ لڳو، درويش چيو:

"خدا جو قسم! بنده کي تہ هن باري ۾ ڪا خبر ڪانهي، پر اها الله تعاليٰ جي مهرباني آهي، جو غافل هانهي تي ڪک پن بہ ڪونہ ٿو سهي."

ان کان پوءِ درويش پنهنجو هٿ پيش امام جي ڇنگهن تي گهمايو تہ ترت چڱو ڀلو ٿي پيو.

روايت آهي، تہ درويش جي زندگيءَ جي پوين ڏينهن ۾ وجد جي غلبي ۽ ذڪر جي جوش کان عجيب حالت تي پيئي هئي، جنهن بہ ڪو بلند آواز يا ڏاڍيان ڳالهائڻ سندس ڪن تي پوندو هو، تہ هڪدم درد ڀري دانهن ڪندو هو، درويش جي ان دانهن سان اهو آواز ڪندڙ مري ويندو هو.

سندس زندگيءَ جو پڪيڙو الله تعاليٰ جي امر"ارجعي الیٰ ربڪ"[1] (ترجمو: "پنهنجي پالڻهارڏانهن موٽي هل".) جي فرمان موجب، هن دنيا مان پرواز ڪري وڃي روحاني باغن ۾ رسيو يعني سندس وفات سنہ نو سو اٺاسي (988) هجري (1580ع) ۾ ٿي. درويش جو مدفن دشت جي علائقي ڳوٺ "اياره ديڪ"(؟) ۾ موجود آهي.

---

[1] سيپارو 30، سورت الفجر، آيت 28

# راڄو ستيو دل رح

راجا ذڪر سيہ دل (راڄو ستيو دل) هڪ حال وارو درويش، الله تعاليٰ وٽ مقبول ،تحقيق جو شربت پيئندڙ، توفيق جي مسلڪ جو پانڌيئڙو، محبت حقيقيءَ جو سڙيل، وحدت جي درياءَ جو ٽوٻو، شوق جي وحدت خاني جو سرمست، موليٰ جي محبت سان ٽمٽار ۽ ڪامل عارف درويش، راجہ سيہ (راڄو ستيو) دل واصل بالله مجذوب هو.

هميشہ عشق مستي ۽ وحدت جي سرمستيءَ جي خمار ۾ رهندو هو. هميشہ مٽيءَ پيرين اگهاڙو گهمندو ڦرندو هو، ڪٿي بہ ٻہ ڏينهن ٻہ راتيون سڪونت اختيار نہ ڪندو هو، سندس زبان تي جو ڪجهہ جاري ٿيندو هو، سو ڪپيندڙ تلوار وانگر ڪم ڏيندو هو.

چون ٿا تہ جڏهن ڪيس ڪو معاملو پيش ايندو هو ،تڏهن اٽي بيهي سُر ۽ سوز سان ڪو سنڌي بيت چوندو هو، انهيءَ بيت ۾ هو سڀ ڪجهہ چئي ويندو هو ۽ جيڪي چوندو هو سو ٿي پوندو هو.

الله تعاليٰ پنهنجن ٻانهن تي مهربان آهي، پر اسان نفس ۽ شيطان جي پويان هلي، مالڪ حقيقيءَ کي وساري ڇڏيو آهي، مطلب تہ پروردگار جي قدرت ۽ ڪم اسان جي عقل ۽ اختيار کان مٿي آهن.

قد قسم القلم بما قسم

رضي العبد بہ او اختصم

(بيشڪ قضا جي قلم سان جيڪا ورهاست ٿي، سا ورهاست ٿي ويئي، پوءِ ٻانهو چاهي ان تي راضي رهي يا رنج رهي).

نقاش ازل هر انسان جي چڱائي منائي ۽ تقدير سندس پيشانيءَ ۾ لکي ڇڏي آهي).

روايت آهي تہ هڪ ڏينهن مجذوب شينهن تي چڙهيو پئي آيو. اوچتو واٽ سان درويش جرڪس پٽ ڏنو هڪ ڳئون ڳابي سميت ڪاهيو پئي آيو، جڏهن مجذوب جي نظر جرڪس تي پئي تہ هڪل ڪري چيائين: "اي جرڪس هوش رک جو اسان جي سواري (شينهن) بکايل آهي." جڏهن هڪ ٻئي جي

ويجهو آيا، تہ مجذوب جي چوڻ تي جرڪس گابو ڪٽي شينهن جي آڏو ڇڏيو، الله جي قدرت سان گابي جي پاران شينهن جي وات ۾ ازغيبي هرڻ اچي ويو ۽ گابو سلامت رهيو.

روايت آهي تہ مجذوب هڪ ڏينهن فقيرن جي جماعت سان گڏ ڪيچ وڃي نڪتو، اتي مينهن جو ڌڻ بيٺو هو، اُتان مجذوب پنهنجي فقيرن لاءِ ڪجھ کير يا ڌوڌري جي گھر ڪئي. جيئن تہ اتي ڪو مرد موجود ڪونہ هو، سو زالن درويش کي ڪونہ سڃاتو، جنهنڪري درويش کي کير ۽ ڌوڌرو تہ ڪونہ ڏنائون، ويتر مجذوب سان زبان درازي ڪري بي ادبيءَ سان پيش آيون.

مجذوب جوش ۾ اچي نعرو هڻي اتان هليو ويو، خدا جي قدرت سان مينهون ٿاھ ڪائي ڦرن سميت وٺي پڳيون ۽ گم ٿي ويون.

جڏهن مالوند ماٺهو گھر موٽيا، تہ وٿاڻ خالي ڏٺائون، زالن کان حقيقت معلوم ڪري مينهن جي جھر جھنگ ۽ رڻ پٽ ۾ ڳولا ڪيائون، پر مال جو پير بہ ڏسڻ ۾ ڪونہ آين، ۽ هو نااميد ٿي موٽي آيا ۽ افسوس جا هٿ مهٽڻ لڳا. چون ٿا تہ پوري سال گذرڻ کان پوءِ مجذوب اتان اچي لنگھيو. زالين مڙسين سيئي روئندا رڙندا، اچي مجذوب جي پيرن تي ڪريا ۽ احوال عرض ڪيائون. مجذوب کي رحم اچي ويو ۽ ڪا گھڙي ترسي فرمايو: "توهان مينهن جو وٿاڻ، ڪلا ۽ رسا تيار ڪيو ۽ اڄ سمورو مال موٽي ايندو."

مجذوب جي ڳالھ ٻڌي ياڳيا گھرن ڏي موٽيا ۽ وڃي وٿاڻ ۾ ڪلا کوڙيائون ۽ انهن ۾ رسا ٻڌائون، شام جي وقت مال جي اچڻ جو انتظار ڪرڻ لڳا. خدا جي قدرت سان شام جو ڏٺائون تہ مينهون اڳ ۾ ۽ ڦر انهن جي پٺيان گڏ پيا اچن. مال اچي وٿاڻ تي بيٺو. ڌنارن کان پڇيائون، تہ توهان ايترو وقت ڪٿي هئا؟ انهن وراڻيو، تہ اسان روز جي دستور موجب صبح جو ويا هئاسون ۽ شام جو موٽي آيا آهيون. اسان کي اها ئي خبر آهي.

روايت آهي تہ مخدوم بنده ۽ مخدوم هالا (مخدوم سرور نوح ؒ هالا ڪندي) مشهور علماء ۽ اوليائن مان آهن.. هڪ ڏينهن انهن بزرگن جي مجلس ۾ مجذوب (راڄو ستيو دل) جو ذڪر نڪتو. انهن چيو تہ: "سندس ظاهري حال بدعت کان خالي نہ آهي." اڃا ايترو چئي بس ڪيائون، تہ مجذوب انهيءَ وقت اچي اتي پهتو. مخدومن ڏي منهن ڪري چيائين تہ: "اوهان هينئر جيڪا

(منهنجي باري ۾) ڳالهه پئي ڪئي، اها وري مون کي ٻڌايو". مخدوم اها گفتگو ٻڌي اچرج ۾ پئجي ويا ۽ ڪٽي چپ ڪيائون.

اتفاق سان هڪ ماڻهو چار ۽ ڪارو ڪٽي، مڃي مارڻ لاءِ اتان اچي لنگهيو، مجذوب ان مهاڻي کي پاڻ وٽ سڏي، فيض جي نظر ڪري چيو: "هنن مخدومن جي اڳيان پيش امام ٿي نماز پڙهاءِ" ۽ پاڻ سڀ ان مهاڻي جي پٺيان بيهي نماز پڙهڻ لڳا. الله تعاليٰ جي قدرت سان اهو مهاڻو، مجذوب جي فيض واري نظر جي ڪري، قرآن شريف تمام سهڻي قرأت ۽ خوش الحاني سان تلاوت ڪرڻ لڳو. مخدوم قرآن شريف جي اهڙي سهڻي قرأت ٻڌي حيرت ڪرڻ لڳا. مطلب تہ مهاڻو قرآن شريف جا ٽيهہ ئي سيپارا سهڻي آواز سان پڙهي ويو.

اهي مخدوم هن ڪرامت کان عجب ۾ پئجي ويا ۽ مجذوب سان بدعت واري بدگماني ڪرڻ کان توبهہ تائب ٿيا.

روايت آهي تہ هڪ ماڻهو سخت بيمار ٿي پيو، سندس پيٽ دهل وانگر ڦوڪجي پرجي سُڄي پيو ۽ بول براز بند ٿي ويو، ڪنهن دوا دارونءَ اثر نہ ٿي ڪيو ۽ مرڻ تي هو، تہ ان بيمار جي زال مجذوب کي ايندي ڏٺو، جا پريشاني ۽ ڪاوڙ مان چوڻ لڳي تہ: "هي جيڪي درويش آهن، رڳو ٺڳيءَ جا ناهہ ناهيو وتن، انهن ۾ ڪو بہ ڪامل الله وارو ڪونهي جو سندن فيض واري نظر سان بيمار شفاياب ٿئي!"

مجذوب ،بيمار جي زال جو اهو مهڻو ٻڌي، جوش ۾ اچي ويو ۽ اچي مريض جي مٿان بيٺو، سندس هٿ ۾ پاٽيءَ جو ڪوئرو هو، مجذوب چوڻ لڳو تہ: "هيءُ پاٽي بيمار کي ڍڪ ڍڪ ڪري پياريو." پاٽي پيئڻ سان بيمار جو پيٽ کلي پيو.

جڏهن پاٽيءَ جو سڄو ڪوئرو پورو ٿيو، تہ بيمار بہ مڪمل چڱو ڀلو ٿي پيو. پيٽ پيئڻ جهڙو هلڪو، سوڄ بہ ختم ٿي ويئي ۽ سندس سموري تڪليف دور ٿي ويئي.

پوءِ مجذوب ان بيمار جي زال کي چيو تہ: "هيءُ مڪر ۽ رياء آهي جيڪو چوين ٿي!" سڀ مرد ۽ زالون سندس پيرن تي ڪري پيا، بيمار جي چڱڀلائي ۽ سندس ڪرامت تي شڪر گذاري ڪرڻ لڳا.

مجذوبن جون عجيب ڳالهيون ۽ انداز آهن. روايت آهي تہ هڪ ڏينهن ان صحيح مضبوط ايمان ۽ عقيدي واري بزرگ شخص واڻ ويندي وچ رستي تان نڪر جي ڪنيءَ جي پڳل نڪرين جي هڪ هڙ لڌي. ان هڙ کي هٿ ۾ کڻي وجد ۽ شوق ۾ اچي چوڻ لڳو: "جڏهن پچي پئينءَ تہ لاهہ چاڙهہ ۽ باهہ جي سخت عذاب يا تئوَ کان بچي وئينءَ."

ڳچ مهل وجد ۽ حال واري اها گفتگو ڪندو رهيو ۽ ان ڪري پاڻ ۾ بہ ويتر جوش ۽ حال پيدا ٿيس ،حقيقت ۾ هنن لفظن ۾ باطني معنيٰ جا عجيب موتي سمايل آهن.

هن مضمون جي نڪتي جو فائدو هيءُ آهي، تہ هڪ اهل دل شخص ڪامل عارف کان پڇيو، تہ دين جي درستگي ڪيئن حاصل ٿيندي؟ ڪامل ولي جواب ڏنو تہ: "دل جون سڏون ۽ اميدون پچڻ سان (يعني بشڪستگيءَ دل)"

دُر تا نہ شکند وجود لطيف

سرمۂ چشم دلبران نہ شود

(جيستائين لطيف وجود جو دُر يا موتي، نہ پڇندو، تيستائين دلبرن جي اکين جو سرمو ٿهي نہ سگهندو.)

مجذوب سن 979 هجري 1571ع ۾ الله جو حڪم مڃيو.

ارجعي اليٰ ربک راضية مرضية" (سيپارو 30 ،سورت الفجر ,آيت 28)

(ترجمو: پنهنجي پالڻهار ڏي موٽي هل، جو تون ان کان راضي هجين ۽ هو توکان راضي هجي) جو سڏ سڻي:

"فَادخُلِي فِي عِبَادي وَاُدخُلِي جَنتي"(سيپارو 30،سورت الفجر آيت 29 ،30)

(ترجمو: پوءِ منهنجن ٻانهن ۾ داخل ٿي وڃ ۽ منهنجي جنت ۾ داخل ٿي وڃ)

جو رتبو ماڻي پساهہ پرينءَ جي حوالي ڪيو، سندس مدفن رائدن ڳوٺ جي آس پاس حلج جي ويجهو آهي.[1]

---

(1) مجذوب جي سال وفات بابت فارسي حاشيہ ۾ هن ريت اختلاف آيل آهن: 977هہ-970 هہ 987هہ تحفة الڪرام ۾ 977 هجري آيل آهي. تحفة الڪرام ۾ آهي تہ مشهور جاءِ (رائدن) لنڊان آهي. لُنڊ سنڌ ۾ بلوچن جي هڪ ذات آهي. (سيد حسام الدين راشدي)

# شيخ پر ڪيو ڪاتيار رح

هيءَ عارف محقق، مجذوب حق، ولايت جو صاحب، حقيقت جي راهه جو سالڪ، ترڪ ۽ فنا جي مجاهدن جو اڳواڻ، نفس ۽ حرص جي مخالفت ڪندڙ واديءَ جي پانڌيڙن جو سونهون، صاحب حال ،اهل دل شيخ پرڪيو پٽ شاهو ڪاتيار نامور بزرگ مشائخن سالڪن ۽ مجذوبن مان هو.

چون ٿا تہ اوائل زماني ۾ تمام گهڻي رياضت مجاهدا ۽ عبادت ڪيون ڪيائين.

چون ٿا تہ هڪ دفعي سورهن سالن ڪان پوءِ روزو کوليو هئائين. (وڏيڪ راويءَ انهيءَ جو ذميدار آهي)[1] جڏهن سيارو ايندو هو، سخت سيءُ ۽ پاري پوڻ ڪري پاڻي بہ ڄمي برف ٿي پوندو آهي، درويش سڄو سيارو چادر ويڙهي حوض تي ويندو هو، غسل ڪري آليءَ چادر ۾ نماز پڙهڻ ۾ مشغول ٿي ويندو هو. جڏهن چادر سُڪندي هئي تہ، وري نئين سر وهنجي آلي چادر ڍڪي نماز پڙهڻ لڳندو هو، سڄو سيارو ساري رات ائين عبادت ڪري صبح ڪري ڇڏيندو هو.

وري اونهاري جي ڏينهن جو سج جڏهن ٺامڻي تي تپندو هو، ٺاڪ منجهند جو پکي پکڻ بہ وڻن ۾ لڪندا آهن ۽ ڪانءِجي اک پٽي نڪرندي هئي، اهڙي سخت ساڙيندڙ ڏينهن ۾ سارو وقت سج جي هينان ميدان ۾ عبادت ۽ رياضت ۾ گذاريندو هو،اهڙيءَ ريت سڄو اونهارو رڻ پٽ ۾ رهندو هو.

ايڏين سخت رياضتن ڪري سندس بدن جي کل سڙي وئي هئي، مطلب تہ ايڏين سخت عبادتن ۽ رياضتن ڪري فنا في الله جي چاڙهي چڙهي، بقا بالله جي منزل تي وڃي رسيو هو ۽ ڪامل عارفن ۽ ولين جو رتبو ماڻيو هئائين.

معتبر راوين ڪان آيل آهي، تہ بزرگ کي عبادت ۽ رياضت واري وقت ۾ هڪ دفعي ڪبڙ جي پاڙ مان نور جي تجلي ڏسڻ ۾ آئي. ان ڏينهن ڪان ادب خاطر ڪبڙ جي پاڙ جو ڏندڻ نہ ڏيندو هو، ان ڪري سندس مجلس ۾ ڪو بہ ماڻهو ڪبڙ جي پاڙ جو ڏندڻ نہ ڪٽي ايندو هو.

[1] راويءَ جو مطلب آهي تہ لاڳيتو سورنهن سال روزا رکيائون. (ادارو)

روايت آهي، تہ هڪ ڏينهن بزرگ پنهنجي زمين تي آيو، اتفاق سان ان ڏينهن هارين ٻج پئي ڇٽيو ۽ ٻہ ننڍيون ديڳيون پٽ جون رڌي رکيون هئائون، تہ ڪم پوري ٿيڻ کان پوءِ ونگارو همراهن کي کارائيبيون.بزرگ اهي پٽ جون ديڳيون ڏسي پڇيو تہ: ”ڪم وارن همراهن ۽ هارين نماز جو فرض پڙهيوآهي يا نہ؟“ عرض ڪيائون تہ: ”اڃا نماز نہ پڙهي اٿئون“. بزرگ فرمايو تہ ”بانگ ڏيو.“ جڏهن بانگ ۽ تڪبير سيني ڪم وارن ٻڌي، تہ بہ دنيا جي ڪم جي وٹ وٹان کي لڳا رهيا، ان ڪري بزرگ جوش ۾ اچي سيني ڪم وارن کي ٻاهر ڪڍيو ۽ چيو تہ: ”هتي وچ تي کڏ کٽي پٽ جون ٻئي ديڳيون پوري ڇڏيو.“

اهڙي ريت سال گذري ويو، وري ايندڙ ٻئي سال ساڳي جاءِ تي ڪڙمين ٻنيءَ ۾ ٻج پئي ڇٽيو ۽ ڪم پئي ڪيو. بزرگ بہ اتي اچي فرمايو تہ: ”هتي پروڪيون ٻہ ديڳيون امانت پوريل آهن، انهن کي هتان کوٽي ٻاهر ڪڍو. “امر موجب زمين کوٽي ٻئي ديڳيون صحيح سلامت ٻاهر ڪڍيائون، ديڳين جو ڍڪ لاهي ڏٺائون، تہ پٽ گرم ۽ تازو آهي، ڇڻ تہ هينئر چـر تان ديڳيون لٿيون آهن، پوءِ سيني موجود هارين اهو پٽ کائي ڍؤ ڪيو.

حاجي ويسر، صالح شخصن ۽ متقي پرهيزگارن مان هڪ هو، اهو ڳالهہ ٿو ڪري تہ هڪ دفعي منهنجو ننڍو ڀاءُ بيمار ٿي پيو، حاذق حڪيمن ۽ ديسي ڏاهن جي دوا درمل مان ڪو بہ فائدونہ ٿيو، مون کي منهنجي ماءُ چيو تہ: ”ننڍي ڀاءُ کي شيخ پرڪيي ڪاتيار وٽ دعا لاءِ کڻي وڃ.“ شيخ وٽ ڀاءُ کي دعا لاءِ کڻي وياسون. اسان اڃا شيخ جي خدمت ۾ پهتا ئي نہ هئاسون . جو وينل ماڻهن کي چيائين تہ ”فلاڻو (حاجي ويسر) اچي پيو، مقصد حاصل ڪندو يعني شفا لهندو. “اتي پهچي سندس قدم بوسي ڪري نذرانو خدمت ۾ پيش ڪيوسون، شيخ، بيمار ٻارتي دعا ۽ شفا واري نظر وڌي ۽ ٻارڪي پنهنجي ڪوٺري مان پاٽي ڍڪ پياريو ۽ فرمايو تہ: ”هاڻي هي ڇوڪرو جواني ماڻيندو ۽ سکيو ستابو ٿيندو، ان کان پوءِ اتر کان هڪ لشڪر ايندو ۽ انهن جي هٿان مارجي ويندو.“

چون ٿا، تہ اهو ڇوڪرو جواني ماڻي، مال متاع وارو خوشحال ٿيو. جنهن وقت هندستان جو لشڪر سنڌ ۾ آيو تہ هو پنهنجي گهر ۾ ئي هو، تہ ان لشڪر هٿان مارجي ويو.

روايت آهي، تہ هارون سمو، شيخ جي مريدن مان هو ۽ درياء جي ڪڇي واري پاسي جو وينل هو. (سما سنڌ جي اصل ذات آهي، سما حڪمرانن مان ڄام نظام الدين سمو سنڌ جو مشهور عدل انصاف وارو حاڪم ٿي گذريو آهي.) هڪ سال درياء ۾ پاڻي نہ چڙهيو ان ڪري سندس پوک ڪانہ ٿي، پاڻي نہ اچڻ ڪري زمين خشڪ غيرآباد رهي، پاڻ ۽ مال متاع ڏاڍا ڏکيا ٿيا.

هارون سمي اهڙي حالت ۾ پنهنجن پٽن کي درياء جي پار شيخ پرڪيي ڏي موڪليو، تہ اها ڏکي صورتحال ٻڌائي،شيخ کي دعا لاءِ عرض ڪن. اهي ٽيهري نماز ذاري اتي پهتا ، پنهنجي پيءُ طرفان حقيقت حال عرض ڪري دعا لاءِ چيائون.

سج لهڻ وارو ٿيو، تہ شيخ انهن جوانن کي اجازت ڏني ۽ چيو تہ "پنهنجي پيءُ کي چئجو تہ دلجاءِ ڪري، پوک ٿيندي ۽ گاهہ ڄام ٿيندو، مال متاع بہ تازو توانو ٿيندو، پنهنجي ٻنيءَ ۾ ٻج ڇٽڻ جي تياري ڪري، زمين آباد ٿيندي."

هينئر پار وڃڻ لاءِ شيخ طرفان موڪل ملڻ کان پوءِ انهن جوانن دل ۾ چيو تہ: "اونداهي رات آهي، هينئر پار وڃڻ لاءِ درياء تي ٻيڙي بہ ڪانہ هوندي، درياء ڪيئن اُڪرنداسون؟ صبح کان وٺي گهران نڪتا آهيون، سڄي رات پئي آهي، بک تي صبح تائين رات ڪيئن گذرندي؟ جيڪڏهن شيخ ڪجهہ ڪارائي پياري، تہ هوند ڏاڍو چڱو ٿئي."

هوڏانهن شيخ بہ سندن دل جون اهي ڳالهيون پرکي کين دلجاءِ ڏيندي چيو تہ: "دل ۾ ڪو بہ شڪ ۽ وسوسو نہ ڪريو، جڏهن انهيءَ واٽ سان واپس ٿيندؤ تہ رستي ۾ گدرن جي واڙي آهي،ان واڙيءَ وارا ڏٺي اوهان کي سڃاڻي ڪري دل سان ڊؤ تي گدرا ڪارائيندا. جنهن وقت درياء جي ڪنڌيءَ تي پهچندؤ تہ توهان لاءِ ٻيڙي بہ تيار بيٺي هوندي. ان تي چڙهي خيرسان رات جو ئي پنهنجي ڪکن (گهر) ۾ پهچي آرام ڪجو."

شيخ جي اهڙي خوشخبري ٻڌي الله توهار ڪري موڪلائي واپس روانا ٿيا، تہ واٽ تي گدرن جي واڙيءَ وارا ڏٺي ڊوڙندا آيا،جيتوڻيڪ اڳ ۾ ڪنهن کي بہ صلاح نہ ڪندا هئا، پر انهن جوانن کي گدرا ڪارائي رڄ ڪرايائون. اڳتي هلي جڏهن درياء تي پهتا تہ واقعي ٻيڙي بہ اڳ ۾ ئي تيار بيٺي هئي.ناکئي کين سڏي چيو تہ: "توهان لاءِ بيٺو آهيان، اچو تہ پار هلون."

هي بہ تڪڙا ٻيڙيءَ ۾ چڙهيا تہ ٻيڙي هلڻ لڳي، انهن عجب مان ٻيڙيءَ واري ناکئي کان پڇيو تہ: "ڪمهلو هتي ٻيڙي ڪيئن ڪاهي اچي بيٺو هئين؟" ناکئي وراڻيو تہ:

"پار ٻيڙيءَ ۾ رسا ٻڌي ڪلا ڪوڙي ٻيڙيءَ کي ڪپر تي قابو ٻڌي بيهاري ڇڏيو هوم، تہ اوچتو ڪو سخت طوفان لڳو ٻيڙيءَ مان رسو ۽ ڪلو نڪري ويو، گهڙيءَ ڪانپوءِ ڏٺم تہ هتي پار اچي پهتو آهيان. سمجهيم تہ ان ۾ بہ ڪو راز آهي. ڪنهن کي پار اڪارڻ لاءِ الله سائينءَ هتي موڪليو آهي."

ان کان پوءِ اهي جوان سڌا پنهنجي گهر اچي پهتا ۽ پنهنجي پيءُ کي ڪامل ولي سالڪ بزرگ جو نياپو پهچايائون. جيئن تہ جوانن جي پيءُ هارون سمي کي بزرگ ۾ پورو اعتقاد ۽ سچو عقيدو هو. ان ٿي ڏينهن صبح ساڻ ئي ٻني ٻاري جي ڪم ڪار جي تياري ڪرڻ لڳا. ٻنيءَ تي وڃي ڏسن تہ قدرتي طور زمين پاڻيءَ سان پري پيئي آهي. ٻج ڇٽڻ شروع ڪيائون، ان زمين مان ايترو تہ اناج پيدا ٿيو، جو پروڪي سال واري سوڪ جي ڪسر پوري ٿي ويئي.

چون ٿا تہ ٻيا ڪجهہ سال درياء جو پاڻي ڪونہ چڙهيو، پر اهو زمين جو ٽڪر ان قدرتي پاڻي ۽ ريج ڪري سرسبز ۽ آباد ٿيندو رهيو، ان ۾ اناج پچندو رهيو.

بزرگ جون هن قسم جون گهڻيون ڪرامت پريون ڳالهيون مشهور آهن. هتي مختصر طور بيان ڪيون ويون آهن.

شيخ پرڪيو ڪاتيارتاريخ 3 - رجب 998 هجري/ 1580ع ۾ هن فاني جهان مان موڪلائي، جاوداني جنت ۽ قُدسي ڪچهريءَ ۾ وڃي پهتو.

سندس مدفن (مُلا) ڪاتيار ڳوٺ ۾ آهي.

# چرڪس پٽ ڏنو سرڪي رح

هيءُ درويش دين ۽ يقين جي مسلڪ رڪندڙن جي مقابلي ۾ سيني کان اڳتي هو. هو پنهنجي شوق (عشق و عرفان) جي گهوڙي کي حقيقت شناسي ۾، پنهنجي همراهن (سالڪن) کان اڳتي ڪڍي ويو ۽ قرب ۽ محبت جي ميدان تائين پهچايو. محبت ۽ معرفت جي انهيءَ مقام تي ڪمال جي رتبي تائين رسيو، جو اڪثر درويش، سندس نظر کان پاڻ بچائيندا ۽ پاسو ڪندا هئا.

روايت آهي، تہ درويش هڪ ڏينهن چوڏهينءَ جي چنڊ وانگر روشن، ڪنهن سواريءَ تي رستي تان وڃي رهيو هو. اوچتو رستي ۾ ڪيس شيخ پرڪيو ڪاتيار مليو. شيخ پرڪيي، درويش چرڪس کي ڏسي سلام ڪيو، جيئن تہ درويش جي هٿ ۾ قرآن شريف هو ۽ تلاوت قرآن ۾ مشغول هو، ان ڪري درويش، شيخ پرڪيي جي سلام جو جواب ڪونہ ڏنو.

شيخ پرڪيو تڙ تڪڙ ۾ نظر بچائي اتان نڪري ويو ۽ پنهنجي خادم کي چيو تہ: "الله تعاليٰ جو شڪر آهي جو شينهن اولياء جي نظر کان اسان صحيح سلامت بچي ويا سين ۽ پنهنجو روحاني خزانو بہ بچي ويو."

ان جي وڃڻ کان پوءِ درويش چرڪس پڇيو تہ: "هيءُ ڪير هو، جنهن اسان کي سلام ڪيو هو؟" خادمن ٻڌايو تہ فلاڻو بزرگ يعني شيخ پرڪيو ڪاتيار هو، تنهن تي درويش فرمايو تہ: "هيءُ مجذوب (پرڪيو) وڏو دلير هو، جو اسان کان دل جو خزانو بچائي، صحيح سلامت هليو ويو."

روايت آهي، تہ درويش هڪ ڏينهن (باغبان ۾ مخدوم بلاول جي مجلس ۾ اچي سوال ڪيو تہ: "فرض جو رتبو وڏيڪ آهي يا (مرشد جو) ادب؟" مخدوم بلاول ظاهري علم جي دليلن جي روشنيءَ ۾ چيو تہ: "فرض، ادب کان وڏيڪ آهي." ظاهر ۾ هيءُ جواب درويش جي مرضيءَ موافق نہ هو، سو درويش جي دل تي بار ٿي بيٺو.

درويش جي وڃڻ کان پوءِ مخدوم بلاول جي دل جي ڦرهيءَ تان سڀ علم ميسارجي ويا. تنهن تي مخدوم عاجز ۽ پريشان ٿي، درويش چرڪس وٽ وڃي معافي ورتي. تنهن تي درويش فيض واري نظر سان سندس دل جي ڦرهيءَ تان جيڪي علم ميسارجي ويا هئا، سي سڀ علم ٻيهر لکجي ويا.

"مريد" نالي درويش جو هڪ خادم هو، اهو ڳالهه ٿو ڪري ته لاڙ ۾ هڪ شاهوڪار ماڻهو رهندو هو، جنهن کي اولاد ڪونه ٿي ٿيو، سندس زال سندي هئي، وٽن مال ملڪيت تمام جهجهو هو، پر پٽ جو اولاد ڪونه هئن، ان ڪري پٽ جي آس ۽ تمنا ۾ پئي ڦٿڪيا.

جانش بهواي پور مي سوخت،
شوقش بجگر بخور مي سوخت.
درسينه تمني پسر داشت،
دل در غم گوشهٔ جگر داشت.
تا بوڪه رسد براحت از رنج،
ميزد در صد طلسم و نيرنج.

(سندس ساه پٽ جي شوق ۾ ٿي سڙيو، اهو شوق سندس جگر کي ساڙي خاڪ ڪري رهيوهو، دل ۾ پٽ جي تمنا هئس، ان ڪري سندس دل گوشهٔ جگر جي غم ۾ ڏکايل هئي! انهيءَ رنج مان راحت لاءِ، سوين حيلا ٿي هلايائين).

پر ڪجهه به ڪونه ٿي وريو، نيٺ هڪ ڏينهن بي اولاد زميندار جي اها سندي زال، درويش وٽ عاجزي ۽ عرض ڪٽي آئي ، نذرانا ۽ تحفا پيش ڪيا. چون ٿا ته اها زال جنهن وقت اتي پهتي ته هيءُ درويش ان وقت مسجد ۾ ويٺو هو. مائي گهڻي ميڙ منٿ ۽ پٽ واسطي دعا لاءِ تمام گهڻي عاجزي ڪري درويش کي ٻڌايو، ته هاڻي سندس مڙس ٻي زال ٿو پرڻجي.درويش دعا ڪر ته ائين نه ٿئي ۽ الله تعاليٰ پٽ ڏئي!

درويش، مائيءَ جي عاجزي ،پريشاني، بيقراري ۽ کي ڏسي گهڻو توجهه ڪيو. راوي مريد چوي ٿو ته، درويش ايتري قدر مهرباني ڪري چيو ته:

"جيڪڏهن هن وقت هتي توکي پٽ ڄمي ته الله جي قدرت ڪان پري ڪونهي، پرجيئن ته هيءَ (مسجد) پاڪ جاءِ آهي، ان ڪري پوڙهيءَ زال کي تڪڙي موڪل ڏنائين، ته جلدي پنهنجي گهر پهچ."

مائي گهر پهتي، ته ڪيس ويم جا سور ٿيڻ لڳا، درويش جي دعا ۽ الله تعاليٰ جي تقدير ۽ قدرت سان ڪيس سهڻو پٽ ڄائو، اجا تائين ان جو اولاد باقي آهي.

هينئر درويش جي مزار ونگه ڳوٺ ۾ آهي.[1]

---

[1] (تحفة الڪرام ۾ آهي ته ونگو، چاچڪن جي سرڪارڪان مٿي جهونو مشهور ڳوٺ ۽ علحده سرزمين آهي- فارسي ص 160)

# عارف سبحاني شيخ موسيٰ آهيداڻيؒ

هيءُ عارف، دراصل هندستان جي بزرگن مان هو ۽ سلطان علاؤالدين خلجي (هندستان جي بادشاهه695هه - 715 هـ) جي زماني ۾ سنڌ ۾ آيو. ڪامل ولي ،مرشد ۽ اهل دل هو. هو سنڌ ملڪ ۾ اچڻ کان پوءِ سگهو هن فاني دنيا مان موڪلائي ويو.

سندس مزار فيض آثار ساڪري نهر (سانڪره نهر) جي ڪناري تي آهي ۽ سندس مزار فيض آثار حاجتمند مرادوندن لاءِ زيارت گاهه آهي.

سندس وفات کان پوءِ گهڻيون ڪرامتون ظاهر ۽ مشهور ٿيون. ڪو بہ ماڻهو ڪنهن مقصد ۽ مراد خاطر سندس دربار ۾ اچي دعا گهري ٿو تہ مقصد ماڻي ٿو.

روايت آهي تہ سندس وفات کان پوءِ سگهو هڪ سوداگر قافلي کان ڇڄي اڪيلو رهجي ويو. سامان سان پريل اٺ بہ ساڻ هوس، اوچتو اٺ جو پير ترڪي پيو ۽ ان جي ٽنگ ڀڄي پيئي. آبادي پري هئي، هئو بہ اڪيلو، سو ڏاڍو مشڪل ۾ اچي ڦاٿو ۽ حيران پريشان ٿي پيو. ائين ڪندي شيخ موسيٰ آهيداڻي جي قبر تي نظر پيس ، اتي وڃي مشڪل جي ڇوٽڪاري لاءِ سچيءَ دل سان دعا گهريائين ۽ رات اُتي رهي پيو.

رات جو ڏٺائين تہ شيخ سندس همراهي ۽ مدد پيو ڪري، صبح جو ننڊ مان جاڳيو تہ اٺ کي چڱوڀلو ڏٺائين. جنهن جي ٽنگ تي ڪو بہ ڌڪ جو اثر ڏسڻ ۾ نہ آيس. يقين سمجهيائين، تہ شيخ طرفان دستگيري ۽ ڪرامت ٿي آهي. ان ڪري پاڻ تي شيخ جي باس مقرر ڪري ،صبح جو اٺ سميت پنهنجو رستو وٺي روانو ٿيو. خير سلامتيءَ سان واپار ڪري ڳوٺ پهچي شيخ جي باس پوري ڪيائين.

ڪجهہ وقت کان پوءِ انهيءَ اٺ کي ڪا بيماري ٿي پيئي، لاچار اٺ کي ڪُٺائون ڪل ۽ گوشت لاهڻ کان پوءِ ڏٺائون تہ الله جي قدرت سان اٺ جي ڀڳل ٽنگ جي هڏيءَ ۾ لوهہ جي وڏي شيخ لڳل آهي. سڀ حاضر ماڻهو عجب ۾ پئجي ويا، اٺ جي ڌڻيءَ کان پڇيائون ، هن مسافريءَ واري سڄي ماجرا ۽ شيخ جي ڪرامت بيان ڪري ٻڌائي.

# درويش صدرپٽ کيھر اوٺو رح

سنڌ جي وڏن مشائخن ۾ اوليائن مان ولي سڳورو آهي. چون ٿا تہ سندس مٿي، ڪاڌيءَ ۾ سيني عضون تي وار صفا ڪونہ هئا. جيئن بهشتي ڳڀرو جوان هوندا، تيئن ڇڻ تہ هيءُ بہ انهيءَ صفت جو نمونو هو. سڄي عمر ڪنوارو ۽ ڇڙو ئي رهي گذاري ويو.

سندس هيءَ ڪرامت تمام گهڻي ۽ هر هنڌ مشهور آهي.

روايت آهي تہ هڪ دفعي هيءُ درويش ملتان زيارت لاءِ روانو ٿيو. جيئن تہ ملتان اوليائن جو شهر آهي، زيارت جي شوق ۾ پنڌ ڪندي ملتان جي راوي نديءَ تي پهتو. شام جو وقت هو. جيئن تہ درويش کي مشائخ ڪبير (وڏي شيخ يا مرشد) جي مزار جي زيارت ڪرڻ جو شوق دامنگير هو، ان ڪري نديءَ جي اورئين پر رات رهڻ ڏکي پئي لڳيس:

وعدهٔ وصل چون شود نزديک
آتشِ شوق تيز تر گرد

(جڏهن وصال جو وعدو ويجهو ايندو آهي تہ تيئن ديدار ۾ شوق جي باهہ وڌيڪ تيز ٿيندي آهي.)

درويش جي دل گهريو، تہ رات نديءَ جي هُن پر وڃي مرشد جي مزار فيض آثار تي گذاري، پر وچان ندي هئي، ٻيڙي موجود ڪانہ هئي.نيٺ لاچار ٻيڙيءَ واري ناکئي کي سڏ ڪيائين تہ ٻيڙي ڪاهي اچ تہ چڙهي پار هلون. جيئن تہ ٻيڙيءَ جو ناکئو ملتان جي پاسي جو هو، سو جهالت ۾ اڻ ڄاڻائيءَ ڪري هُن درويش کي ڪونہ سڃاتو ،سو سڏ جي جواب ۾ گهٽ وڌ بڪڻ لڳو.

درويش ائين بد شد ٻڌڻ تي جوش ۾ اچي ويو . پنهنجي خادم "ويراج" کي حڪم ڏنائين تہ وٺس جيڪو ڪوئنرو آهي ان کي نديءَ جي پاڻيءَ مان پري اچ. خادم "ويراج" جيئن پاڻي سان ڪوئنرو پريو تہ قدرت الاهيءَ سان ساري ندي انهيءَ ڪوئنري ۾ ماپي ويئي، ندي سڪي ٺوٺ ٿي پئي. انهيءَ رات درويش ملتان پهچي ويو ۽ مرشد جي زيارت جو فيض حاصل ڪيو.صبح ٿيو تہ نديءَ جي سڪي وڃڻ ڪري اچي خلق ۾ عجب ۽ ٿرٿلو پيدا ٿيو، درويش اهو

پاڻيءَ جو پريل ڪوئرو کڻي اچي مرشد جي خدمت ۾ پيش ڪيو ۽ احوال بيان ڪري ٻڌايو ۽ پاڻيءَ جي موٽائڻ بابت صلاح پڇي. شيخ فرمايو تہ: "پاڻي کنهن ڪم ۾ آڻي ڇڏڻ گهرجي تہ جيئن اسان جي مريد جي ڪرامت دنيا ۾ يادگار رهي." انهيءَ وقت کان وٺي اها ندي سڪي پئي آهي.

روايت آهي تہ هڪ ڏينهن درويش "لُسو ڪاڪرو"، شينهن تي سوار ٿي درويش صدر اوڻي سان ملڻ آيو. درويش صدر جي اڳيان هڪ کير پياڪ گابڙو ٻڌو بيٺو هو. درويش لُسي ڪاڪري ،شينهن تان لهي اچي، درويش صدر سان ملاقات ڪئي ۽ چيو: "اي درويش! منهنجو شينهن بکايل آهي، تنهنڪري هيءُ گابو انهيءَ کي مهمانيءَ ۾ ڏي تہ کائي."

درويش صدر چيو تہ: "هن گابڙي جي ماءُ جهنگ ۾ چرڻ ويئي آهي. جڏهن واپس اچي ٻچو نہ ڏسندي تہ پريشان ٿيندي، ان ڪري تون هن ڳالهہ تان مڙي وڃ !"

درويش لُسي بہ ضد ڪيو تہ: "نہ ،گابو منهنجي شينهن کي ڏي."

نيٺ درويش صدر خادم کي چيو تہ: "پلا گابڙو ڇوڙي شينهن جي حوالي ڪر." جيئن گابو شينهن جي آڏو آيو، تہ درويش صدر جي ڪرامت سان شينهن گابڙي کي ڏسي وٺي ڀڳو، گابڙو، شينهن جي پويان پيو ۽ شينهن لاچار ٿي جهنگ ۾ وڃي لڪو، تنهن تي گابو موٽي اچي پنهنجي مالڪ درويش صدر اوڻي اڳيان بيٺو.

درويش سنہ (؟) ۾ هن دنيا مان موڪلائي ويو. سندس مزار ولهار ۾ آهي.

## درويش پڇو يا پنيو ناريجو رح

هيءُ درويش ، دشت جي اوليائن مان آهي، چون ٿا تہ سندس زماني ۾ مينهن ڪونہ وٺو. ماڻهن جو رزق روز تنگ ٿي پيو. انڪري درويش ،دشت مان هلي ٿر وڃي رهڻ جو ارادو ڪيو.

درويش پنهنجن پٽن سوڌو ٿر وڃي رهيو، درويش پاڻ ڏينهن جو واريءَ جي پٽن تي ويهي عبادت ۽ رياضت ۾ مشغول ٿيندو هو، رات جي وقت اتان ٿوهر جون پاڙون ڪڍي انهن جي رڌڻ جو چوندو هو. ٿوهر اهڙو تہ ڪڙو زهر ٿيندو آهي جو الله جي پناهہ! جنهن جي بہ نڙيءَ ۾ ٿوهر پهتو تہ چڻ ساهہ ويو. جڏهن ٿوهر جون پاڙون رڌڻ لاءِ ڪنيءَ ۾ وجهندا هئا، تہ قدرت الاهيءَ سان اهي ٿوهر جون پاڙون نرم ۽ لذيذ طعام ٿي پوندو هو.سندس پٽ بہ اهو لذيذ طعام ڪائيندا هئا ۽ جڏهن شام جو گهرندا هئا، تہ بہ ان مان ڪائي ڀؤ ڪندا هئا.

روايت آهي تہ درويش هڪ رات عبادت ۾ مشغول هو ، پر ۾ باهہ ٻاري ڇڏي هئائين، باهہ پيئي ٻري تہ اوچتو ڪن شرير سوارن اچي، درويش کي زبردستي پنهنجي اڳيان ڪري گس جو سونهون ٿي واٽ ڏيکارڻ لاءِ ڇهبڪ هنيا، درويش ڏکايل دل سان اڳيان ٿيو. اجا ڪجهہ وکون ئي کين هليا تہ گهوڙن جا سُنب پٿرن تي ٽاٻرجڻ لڳا. پٿرن جو آواز ٻڌي شرير سوارن پڇيو تہ، هن زمين تي اڳي تہ ڪو بہ پٿر ڪونہ هوندو هو، هينئر جبل ڪٿان آيو؟ درويش چيو تہ: ”هيءَ زمين نہ آهي، پر ڪوهہ قاف جبل آهي، اوهان ٻڌو هوندو.“ درويش ائين چئي سوارن کي اتي موت جي منهن ۾ ڇڏي، پاڻ هڪدم پنهنجي عبادت واري جاءِ تي موٽي آيو. (والله اعلم باالصواب)

درويش جي وفات سن 900 هجري 1594ع ۾ ٿي. سندس قبر ديده ڳوٺ جي سامهون ريڻ نديءَ جي ڪناري تي آهي.)

## درويش هالو سهتو رح

هيءُ درويش بہ دشت جي ڪامل ولين مان، ولي آهي، ڇون ته تہ قرآن شريف جي هن آيت تي عامل هو:

"والله يحب المطهرين".[1]

( ۽ الله تعاليٰ، پاڪ رهڻ وارن کي دوست رکندو آهي پسند ڪري ٿو.)

درويش پاڪائيءَ ۽ طهارت جي تمام گهڻي ڪوشش ڪندو هو. ايتري قدر جو دشت جي ڪنهن حوض وٽان لنگهندو هو ۽ اتي ڏسندو هو، تہ حوض جي ڪناري تي ڪو گند ڪچرو آهي تہ، اتان وضو بہ نہ ڪندو هو. پاڻ سان هميشہ پاڻيءَ جا بہ ڪوئرا رکندو هو. هڪ استنجا (طهارت) لاءِ ۽ ٻيو وضو ڪرڻ لاءِ. اهي ڪوئرا وڏي خيال ۽ صفائيءَ سان پاڻ ئي پريندو هو.

فوت ٿيڻ وقت وصيت ڪئي هئائين، تہ ننڍپڻ ۾ منهنجو ڪاٻو پير ڇيٺي سان پرجي پيو هو، تنهن ڪري غسل ڏيڻ مهل انهيءَ پير تي پاڻيءَ جا ويهہ ڪوئرا هارجو، تہ جيئن الله پاڪ جي دربار ۾ پاڪ ٿي وڃي سگهجي.

روايت آهي تہ درويش هڪ ڏينهن ٻئي ڪوئرا پاڻيءَ سان ڀريو پئي آيو، جو ناهموار زمين تان لنگهڻ ڪري سندس هٿ مان ڪري، هڪ ٻئي تي لڳي ڀڄي پيا. درويش فرمايو: "خبردار! متان پاڻي هاريو اٿوَ." خدا جي قدرت سان ٻئي ڀڳل ڪوئرا سڄا ٿي پيا ۽ پاڻيءَ جو هڪ ڦڙو بہ زمين تي نہ هاريو. (والله اعلم بالصواب)

روايت آهي تہ درويش آخري وقت ۾ وصيت فرمائي تہ: "منهنجي وفات کان پوءِ درويش اسماعيل پٽ قمر الدين جيڪو اتان جي اوليائن مان آهي، تڙ (غسل) ڏئي، ٻئي ڪنهن کي نہ ڇُهجو."

درويش سچ لٿي مهل وفات ڪئي ۽ درويش اسماعيل هڪ ڏينهن جي پنڌ تي پري رهيل هو. ان کي رات جي وڳڙي ڪري، درويش جي وصيت موجب

---

[1] (پارو 11، سورت توبہ. آيت 108)

ان کي غسل ڏيڻ لاءِ ڇاڻ نہ تي سگھيو، پر راتوڪو سندس جنازو آمري مقام ۾ آڻي رکيائون ۽ درويش اسماعيل جو انتظار ڪرڻ لڳا.

صبح جي وقت اوچتو درويش اسماعيل ڪشف جي زور تي اتي اچي نڪتو. وصيت موجب درويش کي غسل ڏئي، ڪفن دفن ۾ شامل ٿيو ۽ چيوتہ:

"ڪالھہ شام جي وقت درويش مون کي پاڻ ڪرامت طور ڄاڻ ڪيو، تہ جلدي اچ ۽ مون کي غسل ڏيار."

هينئر سندس تربت آمري مقام ۾ آهي.[1]

[1] (آمري جو قديم ڳوٺ سن(موجوده ڄامشوري ضلعي) جي ويجهو آهي- حاشيہ فارسي 202)

# درويش ابراهيم رح

درويش ابراهيم پٽ ناگودر ٽيهو درويش دشت جي وڏن اوليائن ۽ مشائخن مان هو. چون ٿا تہ هميشہ زمين جي ڏٽ تي قُوت گذران ڪندو هو ۽ سيني رواجي مشهور طعامن کان مُنهن موڙي ڇڏيو هئائين. الله تعالىٰ جي ذڪر ۾ مشغول رهندو هو. حياتيءَ ۾ ڪڏهن بہ مٺو طعام نہ چکيو هئائين. عبادت لاءِ هر ڇلو، هڪ پير تي بيهي ڪندو هو.

روايت آهي تہ "بُڪ" نالي هڪ ڪاتيار درويش جو وڏو خدمتگار هو. تنهن کي هڪ ڏينهن خيال آيو، تہ درويش جي غذا ۽ خوراڪ تہ اِجها هيءُ ڏٽ آهي. ڪڏهن ڪڏهن ڪاڪوس ۾ ويندو آهي. ڏسان تہ سندس پائخانو ڪهڙو آهي؟

خادم هڪ ڏينهن ڪوئرو ڪٺي ساڻس ڪاڪوس تائين گڏجي ويو. درويش جي اٿڻ کان پوءِ ڏٺائين تہ، مشڪ ۽ ڪافور کان وڌيڪ خوشبودار بہ اچا آنا پيا آهن. خادم اهي ڪٺي پڳ ۾ رکيا.

روايت آهي، تہ درويش جي موت واري بيماريءَ ۾ سندس ڏيءُ، بُسري يا ٻڳڙهاري پچائي، ان ۾ گيهہ وجهي ڪٺي آئي، تہ من اهڙي وقت ڪجهہ ڪائي ۽ دل ۾ حسرت نہ رهي. درويش ڏسي پڇيو تہ: "هيءُ ڇا آهي؟" ڪيس ٻڌايو ويو تہ بُسري آهي، جنهن ۾ ٻڳڙ ۽ گيهہ پيل آهي. فرمايائين تہ:

"اي منهنجي اکين جي ٺار نياڻي! هينئر منهنجي حياتيءَ جو سج لهڻ تي آهي. جڏهن حياتيءَ جو روزو مماتيءَ جي ٽيهريءَ تي اچي پهتو آهي، تڏهن هنن ٻن ٽن گراهن تي پنهنجو روزو ڪيئن ڀڃان؟ جن جي لذت چند لمحا آهي ۽ هميشہ واري ابدي مُشاهدي جي لذت ۽ ديدار کان محروم ڪيئن رهان؟ باقي منهنجي طرفان هيءَ اجازت آهي تہ منهنجي دنيا مان گذاري وڃڻ کان پوءِ، مراد وند ماڻهو هھڙي ماني، منهنجي نالي پچائي، خدا ڪارڻ ثواب خاطر ڏين، تہ سندن مقصد حاصل ٿيندو."

انهيءَ وقت کان وٺي انهيءَ پاسي جي ماڻهن ۾ رواج ٿي ويو آهي، تہ حلال رزق مان ڪٽڪ جو هڪ ٽويو هڪ هٿ سان پيهي، هڪ سير ٻڳڙ ۽ گيهہ وجهي

بـُسريون پچائي، سندس پاڪ روح جي نالي ثواب خاطر خدا ڪارڻ ماڻهن کي ڪارائيندا آهن ۽ مرادون ماڻيندا آهن.

روايت آهي تہ سندس زماني ۾ هڪ سال مينهن ڪونہ وٺو. علائقي ۾ سخت ڏڪار اچي منهن ڪڍيو. دشت جا ڏڪاريل ماڻهو سندس خدمت ۾ اچي روڄ راڙو ڪرڻ لڳا. انهيءَ دوران درويش وضو ڪرڻ لاءِ چشمي جي ڪناري تي آيو. پاڻيءَ جو بـُڪ پري ڪٽي حوض ۾ هاريو. ان مهل چيو:

"اي الله! ڏڪاريل مخلوق تي رحم فرماءِ، جيئن
منهنجي هٿ مان پاڻي هاريو آهي، اهڙي طرح
ڏڪاريلن تي رحمت جو مينهن وساءِ!"

جيڪو ماڻهو چشمي تان پاڻي کڻڻ ويو هو. ان جڏهن هي درويش جا دعا وارا برڪت ڀريا لفظ ٻڌا، تہ ان پڇي اچي درويش جي دعا وارا لفظ ماڻهن کي ٻڌايا. جيئن تہ تر جي ماڻهن کي بہ درويش جي ڪرامت ۾ اعتقاد هو. انهن چيو تہ: "جلدي ڪريو پنهنجن هيناهين جاين مان نڪري مٿاهن هنڌن تي گهر ٺاهيو."

ان ئي وقت آسمان تي ڪڪر ظاهر ٿيا. اهڙو مينهن پيو، جو سڄو دشت جو علائقو درياء وانگر وهڻ لڳو.

چون ٿا تہ اهو مينهن عام وسندڙ ڦڙين وانگر ڪونہ پيو، بلڪ ٻوڏ وانگر مٿاهين ڪان هيٺ زمين تي آيو. مطلب تہ مينهن اوهيرا ڪري وٺو. سڪل ٺوٺ زمين سر سبز آباد ٿي. هن آيت وانگر آواز آيو تہ:

ڪُلُوا وَارعَوا اَنعامَڪُم اَن في ذَالِڪ لاَيت لا ولي النهي[1]

ترجمو: ڪائو ۽ پنهنجن جانورن کي چاريو، بيشڪ ان ۾ عقل وارن لاءِ نشانيون آهن.

روايت آهي تہ درويش جو هڪ سچو مريد درياء جي پر ۾ رهندو هو. پاڻ تي لازم ۽ مقرر ڪري ڇڏيو هئائين تہ. هر ڇهين مهيني ڪان پوءِ سنو سهڻو ڪيسُ تمام محنت ۽ پاڪائي سان ناهي، درويش جي خدمت ۾ سوکڙي طور پهچائيندو هو.

هڪ دفعي ڪيسُ ناهي تيار ڪري، درويش کي سوکڙي ڏيڻ لاءِ درياء جي ڪنڌيءَ تي ٻيڙيءَ جو انتظار ڪرڻ لڳو، تہ اوچتو درويش "زڪريا ٿهيم ڏوري

[1] پارو 16، سورت طٰهٰ، آيت 54.

هگوري" جو رهاڪو اتي پٽڻ تي اچي نڪتو، جيڪو پاڻ بہ ناميارو بزرگ ۽ ڪرامت جو صاحب درويش هو. ان درويش ابراهيم ولد ناگودر ٽيٻي جي مريد کي چيو تہ: "هميشہ ڪيسُ درويش ابراهيم ٽيٻي کي سوڪڙي ڏيندو آهين. هن دفعي اهو ڪيسُ ڪٽي تحفي طور مون کي ڏي ۽ پنڌ ڪان بہ ڇٽي پوندين." ان مريد بہ ڪٽي ڪيسُ زڪريا ٿهيم درويش کي ڏنو. درويش بہ ڪيسُ وٺي ڪٽي ڪلهي تي رکيو.

راوي چوي ٿو تہ جيئن درويش ڪيسُ ڪلهي تي رکيو، تہ درياء جي پاڻيءَ اندر هليو ويو. ڪجھہ دير ڪان پوءِ پريشان ۽ شرمسار ٿي، پاڻيءَ ڪان ٻاهر نڪتو ۽ ڪيسُ ڏٽيءَ کي موٽائي ڏنو. ان مريد کي حيرت ٿي ۽ ان بابت سوال ڪري پڇيائين.

درويش زڪريا ٿهيم جواب ۾ چيو:

"هن ڪيسُ وٺڻ شرط پاڻيءَ مان قدرتي زنجير اچي منهنجي ڪنڌ ۾ پيو ۽ زوري ڇڪي وڃي اندر درياءَ جي پاڻيءَ ۾ هنيو. اندر وڃي ڏٺم تہ وڏي مجلس آهي. حضرت خضر عليہ السلام متي تخت تي ويٺو حڪومت هلائي. ان مون کي درويش ابراهيم ٽيٻي جي مريد ڪان سندس ڪيسُ وٺڻ تي ميار ۽ ڏوراپو ڏئي فرمايو:

"تون تہ، روزو تڪليف سان ڪوليندو آهين. درويش ابراهيم سان تنهنجي ڪهڙي نسبت! درويش ابراهيم تہ هر چِلو پن ڪائي ڪوليندو آهي. ٻيهر هرگز اهڙي حجت ۽ گستاخي نہ ڪجانءِ. هينئر وڃ ۽ وڃي معافي وٺ!"

روايت آهي تہ درويش کي "مومن" نالي هڪ پٽ هو. جنهن وقت درويش ابراهيم ٽيٻي جي رحلت جو وقت ويجهو آيو، تہ پٽ جي ماءُ ۽ پنهنجيءَ زال کي سڏي چيائين تہ: "مومن کي گهراءِ، تہ منهنجي ڪفن دفن جو بندوبست ڪري!"

سندس زال وراڻيو تہ: "پنهنجو پٽ گجرات ولايت ۾ فلاڻي قلعي ۾ قيد آهي." اها ڳالهہ ٻڌي درويش ان حالت ۾ بہ اٿي ويٺو ۽ سڏ ڪيو: "اي منهنجا پٽ اچ، اي منهنجا پٽ اچ!"

الله تعالىٰ جي قدرت سان درويش جو اهو سڏ، گجرات ۾ سندس پٽ "مومن" جي ڪن تي پيو ۽ جواب ڏنو تہ: "اي منهنجا ڪامل ولي پيءُ! آءٌ قلعي ۾ قيد آهيان. اوهان جو سڏ ورنائي، توهان وٽ ڪيئن پهچان!"

پٽ جو اهو جواب ٻڌي، درويش پنهنجو هٿ وڌائي پٽ کي ڏنو ۽ چيو تہ: "منهنجو هٿ وٺيو هليو اچ." ان پنهنجي پيءُ جو هٿ ورتو، تہ الله تعالىٰ جي قدرت سان اک ڇنڀ ۾ پري جو پنڌ ڪري، اچي پيءُ جي خدمت ۾ حاضر ٿيو.

ان کان پوءِ درويش هن دنيا مان موڪلايو ۽ الله تعالىٰ جي دربار ۾ وڃي پهتو. پوءِ سندس پٽ "مومن" ڪفن دفن ۾ لڳي ويو.

هينئر درويش جي ٻُني دشت جي "سڪرياري" ڳوٺ ۾ آهي.

# درويش علاؤالدين ٻگهيو رح

هيءُ درويش دشت جي ناميارن ولين ۾ وڏن بزرگن مان هو. سندس زبان مقبول ۽ تيز تلوار وانگر هئي، جيئن چوندو هو تيئن ضرور ٿيندو هو. درويش جي دعا جو تير ڪڏهن بہ اجابت جي نشان کان نہ گسندو هو.

روايت آهي تہ درويش جڪرو ننڊيو (؟) بہ دشت جي ناليرن اوليائن مان هو. ان جي قبر آمري ڳوٺ ۾ آهي، جڪري جي زال سنڍ هئي (ڪيس اولاد ڪونہ هو) گهڻيون دعائون ۽ دوائون ڪيائين، پر ڪجهہ ڪونہ ٿي ٿيو. مگر اولاد لاءِ دل مان اميد نہ ٿي لاٿائين.

اتفاق سان هڪ ڏينهن درويش جڪرو دشت جي پَٽ ۾ گهمندو اچي وڏي وليءَ علاؤالدين ٻگهيي وٽ پهتو. وڏي وليءَ درويش جڪري کي ڏسي فڪرات ۾ ڪنڌ هيٺ جهڪايو جڏهن وڏي وليءَ کي درويش جڪري ڏنو ۽ يقين ٿيس، سو پنهنجي زال کي چيائين تہ ان شاءَ الله تعاليٰ پنهجي اولاد جو ڀلو. هن وڏي وليءَ جي دعا سان ضرور ٿيندو.

تنهن تي درويش جڪري جي گهر واريءَ سچيءَ دل ۽ عقيدي سان کير جو پيالو پري وڏي وليءَ وٽ آئي. درويش جڪري وڏي وليءَ علاؤالدين ٻگهيي کي عرض ڪيو تہ: "هيءَ منهنجي پوڙهي زال تو وٽ پُٽ جي دعا لاءِ آئي آهي." وڏي وليءَ کير جو پيالو ڏسي پوڙهي مائيءَ کي چيو تہ: "اي پوڙهي! هڪدم کير پيءُ ۽ ڊڪ ڊڪ تي ساهي کڻي پٽ جو نالو رکندي وڃ." چئن پٽن جي نالي کان پوءِ وڏي وليءَ مائيءَ کي چيو تہ، ڌيءُ جو نالو زبان تي آڻ. اهڙي ريت چئن پٽن وانگر چئن ڌيئرن جا نالا رکجي ويا.

تنهن تي درويش جڪري پنهنجي زال کي چيو تہ: "هاڻي اٿي، جو وڏو وليءَ ڌيئرن جا نالا چئي رهيو آهي." تنهن تي اها پوڙهي اٿي بيني، تہ وڏي وليءَ چيو: "اجايو تڪڙ ڪري اٿينءَ، نہ تہ وري پٽن جو وارو اچي ها."

مطلب تہ الله جي قدرت سان ولي ڪامل جي زبان مان نڪتل لفظن وانگر پوڙهي مائيءَ کي چار پٽ ۽ چار نياڻيون ڄايون. هر هڪ جو ساڳيو نالو رکيائون. هيءَ ڪرامت تمام گهڻي مشهور آهي.

هيءُ ولي ﺑﺴﮕﻮﺭو سن 900 هجري 1594ع ۾ گذاري ويو ۽ دشت ۾ برهمڻ آباد جي ويجهو آرامي آهي.

## قاضي صدهو رح

قاضي صدهو پٽ حماد، هيءُ پلارو دشت جي ولين مان آهي، سندس نسب جو سلسلو سوره خطيبه ڳوٺ" جي قاضين سان ملي ٿو، ننڍي هوندي کان عبادت ۽ رياضت ۾ ڪوشش ۽ جهد ڪرڻ لڳو ۽ وڃي ولايت جي درجي تي پهتو، ڪشف ڪرامت جوصاحب هو.

روايت آهي ته هڪ ماڻهوءَ وٽ ڪا سنڌ گهوڙي هوندي هئي، تنهن شخص اچي انهيءَ جي وياڻو ٿيڻ لاءِ قاضيءَ کي دعا لاءِ عرض ڪيو ۽ باس باسي. قاضيءَ کي ليمون هٿ ۾ هو، سو ڪيس گهوڙيءَ کي ڪارائڻ لاءِ ڏنو.الله جي قدرت سان گهوڙي ڏکي ٿي پيئيءَ سال کان پوءِ هڪ بي بها ڀاڻ (وڇيرو) ڄڻيائين. اهو جڏهن وڏو ٿيو ته ڪيس انهيءَ جي قيمت ۾ گهڻا پيسا ملڻ لڳا، هر طرف کان ماڻهو ان کي وٺڻ لاءِ اچڻ لڳا.

اتفاق سان قاضيءَ جو انهيءَ ماڻهوءَ جي جاءِ وٽان لنگهڻ ٿيو ۽ اهو بدبخت باس ڏيڻ جي ڊپ کان جوَن جي پوک ۾ لڪي ويو. ان جي لڪي وڃڻ کي قاضيءَ دل جي نور سان معلوم ڪري ورتو. ڇا ڪيائين جو پڳ مان ڪپڙي جو ٽڪر ڦاڙي ڪٽي ان ماڻهوءَ ڏانهن هوا ۾ اڇلايائين، پڳ جي ڪپڙي جو ٽڪر نانگ بڻجي گهوڙيءَ جي مالڪ کي آڳر ۾ ڏنگ هڻي ورتو، هن جا ساٿي نانگ ماري ڪيس قاضيءَ جي خدمت ۾ کڻي آيا. قاضيءَ دعا ڪئي ته هو چڱو ڀلو ٿي پيو، پر پنهنجي ڏوهه کان باز نه آيو.

قاضيءَ سندس دل جو حال معلوم ڪري خادم کي چيو ته: "انهيءَ ڀاڻ (وڇيري) کي وڃي چئو ته اسان جي امانت واپس ڏي." پيغام پهچڻ سان اهو وڇيرو ساڳيو ليمو وات مان اڇلائي مري ويو، تنهن کانپوءِ انهيءَ مثل نانگ جي کٽي اچڻ جو حڪم ڏنائين. ڏٺائون ته ساڳيو ڪپڙي جو ٽڪر هو.

روايت آهي ته هن سميجن کان، جي سندس مائٽ هئا، سڱ گهريو. نڪيٺي واري رات زالون رسم موجب پوڳ چرچي ۽ اجائي سجائي ڳالهائڻ ۾ لڳي ويون ۽ درويش کي ڏاڍو تنگ ڪيائون، هنن کي ڪيترو ئي چيائين، پر نه مڙيون.ويتر پوڳ چرچا ۽ کل خوشي ڪرڻ لڳيون. لاچار ڪونيءَ

جو دروازو بند ڪري ڪين وڏي آواز سان منع ڪيائين، ان هوندي بہ جڏهن هو وڏيڪ چرچا گهڻا ڪرڻ لڳيون، تڏهن ڪاوڙ ۾ اچي چيائين تہ: "هي تہ شايد ڪي گڏهيون آهن، جو سمجهہ پري ڳالهہ نٿيون مڃين."

قدرت الاهيءَ سان اهي سڀ زالون گڏهين وانگر هينگون ڪرڻ لڳيون. هيءَ ڳالهہ ٻڌي انهن زالن جامڙس اچي قاضيءَ جي پيرن تي ڪريا ۽ سندن لڄ رکڻ لاءِ عرض ڪيائون. انهن ماڻهن جي عاجزي ۽ زاريءَ تي رحم جي نظر ڌريائين ۽ اهي زالون راتو واهہ پنهنجي اصلي حالت ۾ اچي شرمنديون ٿي گهرن ڏانهن موٽي ويون. (والله اعلم باالصواب)

قاضي صدو ولد حماد سن 900 هجري 1594ع ۾ گذاري ويو ۽ سندس قبر ونهيري (واهيرو) ڳوٺ ۾ آهي.

## درويش يحييٰ قريشي رح

درويش يحيٰ پٽ عالم قريشي بکري، يحيٰ قريشي ناليرن ولين مان هو، ولايت ۽ ڪرامت جو صاحب هو، ريل جي ويجهو رهندو هو.[1]

روايت آهي، تہ هڪ رات سخت مينهن وسيو ۽ اونداهي تي پيئي، درويش يحيٰ نماز پڙهي رهيو هو، ڇت مان پاڻي ٽمي سندس چادر تي پيو، تنهنڪري ٻانهيءَ کي ڏنائين تہ درياءَ تي نيئي، ڌوئي سڪائي جلد کڻي اچ. ٻانهي چيو تہ رات اونداهي ،سخت مينهن ۽ سج گم آهي، آءٌ چادر درياءَ تي ڪيئن وڃي سڪائيندس؟ درويش فرمايو تہ. تون ڪوٺيءَ کان ٻاهر نڪري ڏس تہ ڇا ٿو ٿئي؟

ٻانهي اجا ڪوٺيءَ کان ٻاهر نڪتي، تہ کيس چنڊ ڏينهن ۽ سج نظر آيو. درياءَ تي پهچي چادر ڌوئي، سج جي تڙڪي تي چادر سڪائي گهر موٽي آئي، تہ اڳيئن وانگر اها ئي رات قائم ۽ مينهن وسندو ڏسڻ ۾ آيس. (والله اعلم بالصواب)

روايت آهي، تہ هڪ نادان شخص کير مان ڌوڙرو ڄمائي، تانءُ پري امتحان خاطر صبح جو سوير تحفو ڪري درويش وٽ کڻي آيو. درويش بي فڪر تي ڌوڙرو کائي ڇڏيو ۽ وضو ڪرڻ لاءِ درياءَ تي ويو. اهو نادان شخص بہ سندس پويان ويو ۽ درياءَ جي ڪنڌيءَ تي پهتو. درويش وضو ڪرڻ لڳو. اتفاق سان پيڙيءَ مان هڪ ڪتو ٻاهر نڪتو ۽ درياءَ ۾ پاڻ ڌوئڻ ۽ وهنجڻ لڳو. درويش ان نادان شخص ڏي ڏسي چيو تہ، ڪتي جي آلاڻ جي ڪري پاڻي پليد ٿي پيو. هوش رک؟ ان نادان شخص چيو تہ: "اي درويش پاڪ درياءَ کي ڪتي جي آلاڻ مان ڪهڙو نقصان آهي؟" درويش فرمايو: " اي نادان غافل ! بزرگن ۽ الله وارن جو اندر درياءَ وانگر پاڪ آهي، پنهنجي بدنيتي ۽ بدگمانيءَ ڪري ائين نہ سمجهہ، تہ شڪ شبهي جي آلاڻ سان انهن جي پاڪ دل کي ڪو نقصان رسندو."

جيئن تہ ان نادان شخص جو اوليائن جي باري ۾ گمان خراب هو. سو درويش جي هن ڳالهہ کان کيس سخت دهشت پيدا ٿي ۽ اوليائن بابت خراب گمان کان سچيءَ دل سان توبہ تائب ٿيو.

---

[1] ملا مبارڪ سنڌيءَ جا پٽ ابوالفضل ۽ علامہ فيضي اڪبر جي نورتنن منجهان هئا. هنن جو اصل ڳوٺ ريل آهي. جيڪو اجا سيوهڻ ۾ موجود آهي. (سيد حسام الدين راشدي جو لکيل حاشيو واداري ساڻ. (فارسي ڇاپو)، ص 217)

# قاضي خيرالدين رح

هيءُ حال ۽ قال جو صاحب مشائخ بزرگن مان هو.

روايت آهي تہ سندس ڏينهن ۾ ڪنهن ماڻهوءَ کي دستن جي بيماري ٿي پيئي، دست ڪنهن بہ دوا سان بند نہ ٿي ٿيا. سندس عزيزن نااميد ٿي ڪيس ڪٽي جوار جي پوڪ ۾ پيهي تي سمهاريو ۽ سندس پيٽ ڪليل مُنهن واري مشڪ جيان رڳو وهي رهيو هو. اوچتو قاضي خيرالدين اتان اچي لانگهائو ٿيو ۽ ڏسي رحم اچي ويس. بيمار تي شفا ڀري نظر وڌائين، تہ هڪدم چڱو ڀلو ٿي پيو.

حديقة الاولياء جي مصنف (سيد عبدالقادر) معتبر ماڻهن کان روايت ٻڌي آهي، جنهن لاءِ اُهي ئي جوابدار آهن، تہ اهو بيمار انهيءَ کان پوءِ چاليهہ سال صحت ۽ دلجمعيءَ سان زنده رهيو، اشتها موجب جيڪي هٿ ايندو هوس سو کائيندو رهندو هو. سندس پاخاني جو رستو بند ٿي ويو هوس ۽ بهشتين وانگيان حاجت ضروريءَ جي تقاضا کان مطلق آزاد ٿي چڪو هو.

قاضي خيرالدين جي مزار نصرپور کان هڪ ڪوهہ پنڌ ڏکڻ طرف آهي.

## درويش يعقوب پليجو رح

درويش حال ۽ قال وارو ،عارف ڪامل ۽ اهل دل هو.

روايت آهي تہ سندس زماني ۾ هڪ هندو هو، ان جي نياڻي سامائي تہ ان جي ڏاج ۽ خرچ لاءِ وٽس ڪجهہ ڪونہ هو. ان ڪري لاچار ٿي مٽن مائٽن وٽ قرض وٺڻ لاءِ درياءَ جي ٻيءَ پر پار ويو، اتي سارين جو خرار قرض تي ورتي، سوالي ڏيڍو بہ هٽ ڪيائين، ان تي ساريون ڪٽي درياءَ جي پتڻ تي آيو. اوچتو ڏيڍو بار سميت وڃي درياءَ جي پاڻيءَ ۾ ڪريو ۽ گم ٿي ويو.

ان صدمي جي ڪري جيئن مڇي پاڻيءَ کان سواءِ ڦٿڪي ٿي، تيئن هندوءَ وٽي دانهون ڪيون.ائين ڪندي درويش يعقوب پليجو اتان اچي لنگهيو. هندوءَ کي اهڙي حالت ۾ بيقرار ڏسي، ڪيس رحم اچي ويو ۽ هندوءَ کي چيائين:

"وڃ ،وڃي فلاڻي جاءِ تان ٽپي هڻ، اتي توکي هڪ ڪچهري ڏسڻ ۾ ايندي، جيڪو ماڻهو توکي انهيءَ ڪچهريءَ جو وڏو سردار ڏسڻ ۾ اچي، تنهن کي منهنجو پيغام ڏج ۽ چئو تہ يعقوب ڏيڍو ۽ سارين جون ڳوٿيون ٿو طلبي."

هندو اشاري موجب ٽپي هنئين، تہ کيس سڪل ميدان ڏسڻ ۾ آيو. اجا ٿورو اڳتي هليو تہ هڪ وڏي ڪچهري ڏٺائين، جنهن ۾ هڪ ماڻهو تخت تي ويٺو هو. هن درويش جو پيغام پهچايو، تہ تخت تي ويٺل سردارپنهنجن خدمتگارن کي چيو: "مون توهان کي چيو ڪونہ هو، تہ اجهو يعقوب وٽان ڏيڍي ۽ ان جي گهرڻ لاءِ ماڻهو ٿو اچي." بس پوءِ تہ ڏيڍو ان سميت، سندس حوالي ڪيائون ۽ هن هندو پاڻ کي اوچتو سڪل ڪناري تي ڏٺو. مشهور آهي تہ اهوهندو انهيءَ اناج جي ذريعي عاليشان هلندي پڄنديءَ وارو ٿي پيو.

روايت آهي تہ هڪ شاهوڪار درويش جو عقيدت مند هو، اتفاق سان مرزا شاهہ حسن جي زماني (928ھ - 962ھ) ۾ ميرزا ان شاهوڪار رئيس تي ناراض ٿي پيو. هڪ دفعي ميرزا شاهہ حسن پنهنجو لشڪر ۽ خزانو ڪٽي ٻيڙيون پرائي روانو ٿيو، جڏهن ان شاهوڪار جي ڳوٺ جي ويجهو پهتو، تہ پنهنجي ٻيڙي بيهاري، ان شاهوڪار ۽ سندس پاءُڪي مارڻ جو حڪم ڏنائين. فرمان جاري ٿيڻ سان جلاد، ان شاهوڪار جي پاءُڪي قتل ڪري ڇڏيو.

اهو شاهوڪار رئيس اهڙي ظلم جي ڏپ وچان ڀڄي وڃي درويش يعقوب پليجي وٽ پناهہ ورتي ۽ سڄي ماجرا ٻڌائي. درويش وراڻيو تہ:

"تون دلجاءِ ڪر، توکي ڪير بہ ڪونہ ماريندو. توکي پنج نوبت (پنجن وقتن جو نغارو، جيڪو بادشاهن جي دروازي تي وڄندو آهي.) ٺيهہ خرار ساريون ۽ خلعت سان نوازيندو ۽ تنهنجي پاءُ جي خون جو ڏنڊ (خون بها) بہ پري ڏيندو."

هيءُ شاهوڪار رئيس، درويش جي چوڻ تي نهايت خلوص ۽ سچي اعتقاد سان ڳچيءَ ۾ تلوار وجهي، ميرزا شاهہ حسن جي خدمت ۾ آيو. ميرزا نہ رڳو ناراضگي ڇڏي، پر ڪيس معاف ڪري ڇڏيو. درويش جي دعا مطابق پنج نوبتي نغارو، ٺيهہ خرار ساريون ۽ خلعت يعني بادشاهہ طرفان مليل انعام طور لباس سان بہ نوازيو ۽ ان جي پاءُ جو خون بها بہ پري ڏنو ۽ بادشاهي مهرباني ۽ عنايت سان نوازيو ويو.

روايت آهي تہ درويش يعقوب پليجي جي وفات کان پوءِسندس روضي ۾سياري جي مند ۾ رات جي وقت ڪي چور چوري ڪري اچي لڪي ستا. درويش خواب ۾ چورن کي خبردار ڪيو تہ:"

"هڪ تہ اوهان چوريءَ جهڙو حرام ڪم ڪريو ٿا، ٻيو وري اچي منهنجي روضي ۾ (پاڻاري سمجهي) لڪي سمهو ٿا. مون گهريو تہ اوهان جي پاڙ پٽي ڇڏيان، مگر هيءُ دفعو اوهان کي معاف ٿو ڪريان ،جلدي هتان نڪري وڃو، جيڪڏهن آئنده اوهان توبهہ تائب نہ ٿيا ۽ ٻيهر اهڙو ظلم ۽ گستاخي ڪيو، تہ پوءِ موت جو مزو چکجو."

چور هن خواب ڏسڻ کان پوءِ ننڊ مان جاڳي، ڊپ کان وٺي ڀڳا. سال گذري ويو تہ اهي چور ٻيهر بہ چوري، ڦرلٽ ڪري، درويش جي روضي ۾ لڪي اچي ستا. هن دفعي درويش چورن کي خواب ۾سخت تنبيهہ ڪندي چيو تہ: "اوهان سمجهائڻ کان پوءِ بہ نہ سڌريا، هينئر مرڻ لاءِ تيار ٿيو، اوهان جي موت جو حڪم جاري ٿي چڪو آهي، اوهان مان رڳو هڪ ڇٽو بچندو ،جيڪو اوهان جي مرڻ جي ڳالهہ ماڻهن کي عبرت خاطر وجي ٻڌائيندو."

سڀ چور نو (9) ڄڻا هئا، خواب ڏسڻ شرط ننڊ مان ڇرڪ ڀري اٿي وٺي ڀڳا. جيئن درويش جي روضي مان ٻاهر نڪتا، تيئن پاڳيا بہ انهن چورن جي تاڙ ۾ لڪا ويٺا هئا، انهن چورن کي ٻَڌي مارڻ لڳا. پاڳين اٺ (8) چور تڏي تي ماري وڌا، باقي هڪ چور ڇڏائي جان بچائي وٺي ڀڳو. درويش جي سچي ڪرامت واري ڳالهہ ماڻهن کي ٻڌائي، تہ سڀ ماڻهو عبرت وٺڻ لڳا. هينئر درويش جي مزار ڳوٺ (ناره (؟) ستيار پرڳڻي) ۾ آهي.[1]

---

[1](تحفة الڪرام ۾ بہ درويش جي مزار ۽ قبرستان جو ذڪر آيل ڪونهي، البتہ ايترو لکيل آهي تہ مخدوم يعقوب پليجو زماني جو عارف ستيار پرڳڻي جي ڳوٺ ناري ۾ رهندو هو- حاشيہ فارسي ص 225)

# شيخ مغل چاچڪ رح

هيءُ بزرگ وڏو ولي، اهل دل ۽ عارف ڪامل هو. وڏو عابد زاهد ۽ نفس سان مجاهدو ڪندڙ مرد هو. رات ڏينهن الله تعاليٰ جي ذڪر ۾ مشغول رهندو هو، هڪ گهڙي بہ هنن تي آرام نہ ڪندو هو. وجد ۽ حال ، عشق ۽ ڪرامت جو صاحب هو.

روايت آهي تہ مرزا شاهہ حسن ارغون جي زماني( 928ھ-962ھ) ۾ نصرپور جي شاهوڪارن مان هڪ شاهوڪار مرزا قيد ۾ ڪيو، (اهي ماڻهو پهريان شايد شيخ مغل چاچڪ جا مريد هئا، پوءِ ان کي ڇڏي.) شيخ پرڪيي ڪاتيار جا مريد ٿيا هئا. ان ڪري هن قيد جي ڏکئي وقت ۾ شاهوڪار رئيس جا سڀ عزيز زالين مڙسين وجي شيخ پرڪيي ڪاتيار وٽ دعا ڪرائڻ لا پهتا.

شيخ پرڪيي انهن ماڻهن کي سُوا ڳئون آڻڻ لاءِ چيو. هو پنهنجي ڳوٺان ڳئون ڪاهڻ لاءِ موڪل وٺي روانا ٿيا.ڳوٺان سُوا ڳئون شيخ پرڪيي ڏي ڪاهيو ٿي آيا ، واٽ تي ناهيون ذات وارن جو وڏو پاٽيءَ جو تلاءُ هوندو هو. ان سان لڳو لڳ ساوڪ پريو علائقو بہ هو، جتي گل ٻوٽا ، گاهہ ۽ وڻ ٽڻ بہ هئا. شيخ مغل چاچڪ هميشہ ان تلاءَ تان غسل ۽ وضو ڪري، انهيءَ ساوڪ واري سرزمين تي عبادت وردوظائف ۾ گهڻو ڏينهن گذاريندو هو. جنهن وقت اهي ماڻهو ڳئون ڪاهي باک ڦٽيءَ مهل اتان اچي لنگهيا، تہ شيخ مغل چاچڪ اتي موجود هو . ماڻهن کي ويندوڏسي خادم کي چيائين تہ: "انهن ماڻهن کان حال احوال وٺي اچ، تہ ڪيڏانهن پيا وڃن؟" خادم سچي ڳالهہ اچي شيخ چاچڪ کي ٻڌائي. شيخ چاچڪ کي دل ۾ غيرت آئي، پر خاموش رهيو ۽ جوش ظاهر نہ ڪيائين.

جڏهن اهي ماڻهو ڳئون ڪاهي شيخ پرڪيي وٽ پهتا تہ هن چيو:

"مون جيڪو طلسم تيار ڪيو هو، سو شيخ مغل چاچڪ توهان کي ڏسي ٽوڙي ڇڏيو، هينئر انهيءَ قيديءَ لاءِ موت کان سواءِ ٻيو ڪو چارو ڪونهي."

انهن ماڻهن کي ڳئون موتائي ڏنائين، انهيءَ ڏينهن مرزا ان قيد تيل شاهوڪار رئيس کي مارائي ڇڏيو.

جڏهن شيخ مغل چاچڪ هن فاني دنيا مان موڪلائي ويو، تہ سندس پٽ شيخ موسيٰ گاديءَ تي ويٺو. هو بہ وقت جي پرهيزگارن ۽ نامور بزرگن مان ٿيو. هميشہ صفائيءَ وارن صوفين جي مهمانيءَ لاءِ تيار هوندو هو. مهمان نوازيءَ جي خدمت بجا آڻڻ لاءِ ڏاڍي ڪوشش وٺندو هو.

هينئر شيخ مغل چاچڪ جي قبر مڪليءَ تي آهي ۽ سندس فرزند شيخ موسيٰ ، چاچڪ ڳوٺ ۾ دفن ٿيل آهي.

# شيخ پريو رح

شيخ پريو ويرداس مجذوب، هيءُ مجذوبن مان مشهور مجذوب هو.چون ٿا تہ اصل ۾ برهمڻ هو، پر الله تعاليٰ جي عنايت ۽ مهربانيءَ سان هدايت ۽ معرفت حاصل ڪري ،بشري نفساني خواهشن جا ڪک پن ۽ ڪندا ڪرڙا ساڙي ٻاري، محبت جي جذبي ۾ اعليٰ مرتبو حاصل ڪيائين. يعني ذات پات جا ٻنڌڻ ٽوڙي غالباً مسلمان ٿي، هميشہ برپٽ ۽ جهنگن، جبلن ۾ جانورن سان ورونهن ڪندو ڳائيندو ۽ سدائين موليٰ جي محبت ۽ جوش جذبي ۾ گذاريندو هو.ماڻهن کان ائين ٺهندو هو ، جيئن ڪانءُ پڄي ڪمان کان. ڪٿي بہ هڪ ڏينهن ۽ رات، هڪ جاءِ تي ويهي آرام نہ ڪندو هو.

حياتيءَ جي پوئين وقت ۾ گنجي ٽڪر جي دامن ۾ اچي رهيو. (گنجو ٽڪر حيدرآباد شهر جي ويجهو آهي) اتي ماڻهو ڇٽو ڇٽو ٿي، سندس زيارت ڪرڻ لاءِ اچڻ لڳا. هو هر ماڻهوءَ جو دلي مطلب ٻڌائڻ کان سواءِ ڪشف ذريعي معلوم ڪري شافي جواب ڏيندو هو.

هن ڪتاب جو ليکڪ بہ سندس زيارت کان فيضياب ۽ مجلس ۾ حاضر ٿيو هو. ان وقت هڪ سنڌي بيت پڙهي رهيو هو. فقير (ليکڪ) جي دل ۾ خيال آيو، تہ خبر ناهي تہ هيءُ بيت مجذوب جو پنهنجو چيل آهي يا ڪنهن ٻئي شاعر جو آهي؟ اجا دل ۾ ايترو خيال آيو، تہ پڇڻ کان سواءِ مون ڏي منهن ڪري فرمايائين: "هيءُ بيت اسحاق آهنگر جو آهي." ٻيون بہ ڪيتريون ڳالهيون دل ۾ آندم. جنهن جا مجذوب بروقت شافي جواب ڏيندو ويو.

روايت آهي تہ هڪ با صلاحيت ۽ نفساني وسوسن کان محفوظ شخص مون حقير ۽ فقير سان ڳالهہ ٻولهہ ڪئي، تہ هو هڪ ڏينهن برپٽ لتاڙي جهر جهنگ جهاڳي (مجذوب پريي) جي زيارت ڪرڻ لاءِ ويو، جيئن ڪاڻ مان هيرا جواهر وڏي تڪليف سان ليندا آهن، تيئن مون کي بہ وڏي تلاش کان پوءِ مجذوب جي زيارت نصيب ٿي. ڪا گهڙي ترسڻ کان پوءِ چيائين تہ: "توهر جي فلاڻي جهتين ۾ ديڳڙو رکيو اٿئي، اهو ڪٽي چلهہ تي چاڙهہ . ان ۾ بہ ٽي مُنيون

پٽرين جون ڪٽي وجهہ" مون ائين ڪري پٽريون وجهي ديڳڙي کي ڍڪ ڏئي ڇڏيو، ايتري ۾ جهنگ مان هرڻين جو ولر ڦرن سميت آيو، انهن هرڻين مان ڪير ڏهي، ديڳڙيءَ جو ڍڪ لاٿو ويو تہ الله تعاليٰ جي قدرت سان ان ۾ عمدو طعام تيار هو. اهو طعام ڪڏي مون کي ڪير سان ڪارايائين. مون ڍؤ ڪري طعام ڪاڌو، اها ڪرامت ڏسي مجذوب کان موڪلايو.

مجذوب جي وفات سن 930 هجري 1523ع ۾ ٿي، گنجي ٽڪر جي دامن ۾ دفن ٿيل آهي.[1]

[1] (تحفة الڪرام ۾ مجذوب جي وفات جو سال 903 هجري لکيل آهي. حاشيہ فارسي 233)

# درويش عمر بودلو رح

هيءُ درويش مجذوب مطلق ۽ واصل باالله هو. پهريان محبت جي جذبي سان سرشار جهنگ جبل ۾ جانورن سان وندر ورونهن کنڊي گذاريندو هو ۽ ماڻهن کان ٿهندو وتندو هو.

ان کان پوءِ آخر ۾ اچي اگهم ڳوٺ ۾ رهيو.سندس وار مٽيءَ سان پريل وکريل، پنهنجي بشري وجود جي بہ خبر کانہ هوندي هئس.

درخاک شگفتہ بوستاني،

در گرد نهفتہ دلستاني.

(مٽيءَ ۾ باغ بستان وانگر ٽڙيل هو، دز ۽ ڌوڙ ۾ ڇڻ دلربا لڪل هو).

جيتوڻيڪ مجذوبي حال وارو ،معرفت جو وڳو ڍڪيل هوندو هوس پر ظاهري لباس کان بيخبر نانگو رهندو هو.ضرورت وارا حاجتمند ۽ ڪمن کارين وارا ماڻهو وٽس تحفا ۽ سوکڙيون کڻي ايندا هئا ۽ پنهنجون مرادون ماڻي موٽندا هئا.

روايت آهي تہ هڪ ڏينهن درويش ونهيو (مدفن مقام توڙڪي سانگره) مجذوب عمر بودلي جي زيارت جو ارادو ڪيو، هوڏانهن هو ارادو ڪري نڪتو ۽ هيڏانهن مجذوب بہ پنهنجي خادم کي چيوتہ: "هڪ شريعت جو صاحب ولي(ونهيو) هيڏانهن مون سان ملڻ ٿو اچي. مون کي چادر آڻي ڏي تہ بدن ڍڪيان." جنهن وقت اهو ولي اتي وٽس پهتو، مجذوب جيڪا چادر ويڙهيو وينو هو، سا سٽ ڏئي لاهي ڦٽي ڪيائين ۽ پاڻ اڳي وانگر نانگو ٿي ويهي رهيو.

جڏهن درويش ونهيو، مجذوب جي زيارت ڪري اٿيو، تہ ماڻهن درويش ونهين کان پڇيو، تہ عجب آهي جو اوهان جي اچڻ جو ٻڌي مجذوب چادر گهرائي ويڙهيو وينو هو ،اوهان جي اچڻ کان پوءِ ازخود چادر لاهي اگهاڙو ٿي وينو، ان جو ڪهڙو سبب هو؟ درويش ونهين چيوتہ: "اوهان جي نظر ۾ ائين هجي تہ هجي، باقي مون تہ ان مجذوب کي چادر ۾ ڍڪيل پردي سان ڏٺو.مون تہ ان کي اگهاڙو هرگز نہ ڏٺو هو."

روايت آهي تہ هڪ شخص اگهم ڳوٺ جو رهاڪو هو، ان شخص هڪ ڍڪڻ ذات واري عورت سان ڳجهي محبت جو ڳانڍاپو رکيو هو.هميشہ ان ڍڪڻ

عورت جي عشق ۾ سندس دل پروڻ وانگر جهريل ۽ گهايل رهندي هئي ۽ ساهه پچرندو رهندو هوس، پر هميشه عشق کي لڪائڻ جي ڪوشش پيو ڪندو هو.اهو راز ڪنهن کي به نه سليندو هو، ڇاڪاڻ ته ان راز ظاهر ٿيڻ سان ڪيس بدناميءَ جو ڊپ هو. تنهنڪري سندس عشق جي ڪنهن کي به ڪل ڪانه هئي.

ظاهري طرح هن مجذوب عمر بودلي سان به چڱو اعتقاد يقين ڪونه هوس. اتفاق سان هڪ ڏينهن مجذوب عمر بودلو ڪيس ملي ويو. عاشق کي چيائين ته "بابا! فلاڻي ڊڪڻ عورت ڪيئن آهي ۽ ڪهڙو حال اٿس؟" اهو شخص مجذوب جي ڳالهه ٻڌي اچرج ۾ پئجي ويو،سندس ڪپاٽ کلي ويا. مجذوب سان جيڪا بد گماني هئس، تنهن کان ترت توبهه تائب ٿيو.

مجذوب جون گهڻيون ڪرامتون آهن، پر هتي ٿوريون لکيون ويون آهن.

هينئر سندس بني (مدفن) اگهم ڳوٺ جيڪو اگهم لوهاڻي نالي سان آهي، ۾ آهي.[1]

[1] (تحفة الڪرام ۾ به آهي ته سندس مدفن اگهم ڪوٽ ڳوٺ ۾ آهي- حاشيه فارسي 237)

## درويش آلو رح

هيءُ درويش مجذوب مطلق ۽ عارف محقق هو. هيءُ اصل ۾ هندستان ۾ ڄائو هو، پر حق جي تلاش ۾ قسمت سانگي سنڌ ۾ اچي نڪتو هميشہ ماڻ کيو شهر جي گهٽين ۾ پيو گهمندو ڦرندو هو. ڪنهن بہ هڪ جاءِ تي ماڳ مڪان ناهي نہ ويٺو. ڪڏهن ڪو اهڙو حرف چوندو هو، جو گهڻا ماڻهو سمجهندا هئا. سدائين رياضت ۾ روان دوان رهندو هو. هو بريٽ ۽ جهنگ ۾ وڃي ڪانئين ۽ ڪانن جون پريون آڻي ماڻهن کي ڏيندو هو. هو ولايت، ڪشف ۽ ڪرامت جو صاحب هو. سندس وسيلي سان ڪيترن ماڻهن جا مقصد ۽ مرادون پوريون ٿينديون هيون.

روايت آهي تہ هڪ ٻارجو پيشاب بند ٿي ويو، ڏاڍيون سُتيون ڦڪيون ڪرايائون، پر انهن دوائن مان ڪو فائدو ڪونہ ٿيو. ٻار کي جنهن وقت پيشاب جو خيال ٿيندو هو، تہ ڏاڍيون وٺي دانهون ڪندو هو، وڏي تڪليف ڪان پوءِ ڪو ڦڙو اڌ مس پيشاب ايندو هوس، پر ٻار صفا ساڻو ٿي پوندو هو.

هڪ ڏينهن ٻار پيشاب ڪرڻ مهل پئي لڇيو پڇيو ۽ دانهون ڪيون تہ، اوچتو درويش آلو اچي اتان لانگهائو ٿيو. ٻار کي ريهون ڪيهون ڪندي ڏسي، درويش بيهي رهيو ۽ پڇا ڪئي تہ ٻار کي ڪهڙي تڪليف آهي؟ جڏهن ڪيس ٻڌايائون تہ، درويش شفقت ڪندي فرمايو: "ٻار کي پاڻي هڻو، ٻار کي پاڻي هڻو." جيئن ٻار کي پاڻيءَ جا ڇنڊا هنيائون تہ ٻار کي فرحت اچي ويئي ۽ بند ٿيل پيشاب جاري ٿي ويو. انهيءَ مهل ٻار صحت سلامتي سان نوينو ٿي پيو. ان ڪان پوءِ هميشہ لاءِ ٻار جي پيشاب بند ٿيڻ واري تڪليف دور ٿي ويئي.

درويش جي مزار ساگري درياءَ (سانڪره) جي ڪناري تي آهي.

(الله تعاليٰ سيني اوليائن جون قبرون رحمت ۽ نور سان روشن ڪري!)

## پڇاڙيءَ ۽ دعا

بحمدالله ڪہ جوهر هاي اذڪار
کہ ماند از خازنانِ گنج اسرار

بنوک فکر سفتم سمط تحریر
کشیدم هر همه در سلک تقریر
به تائید عنایات الهي
رسید این نامه در حد تناهي
ز هجرت بود الف و شانزده سال
که شد آراسته این شاهد قال
همانا ماند از من یادگاري
چو نبود دور گردون را مداري
مگر صاحبدلي اهل صفائي
کند در حق این مسکین دعائي
خداوند! بفضل و رحمت خویش
کرم فرما برین مسکین دل ریش
چو در ذیل قوي دامان زده چنگ
فراچنگ آر مقصود دل تنگ
برحمت بشگفان باغ امیدم
رسان از مقدم راحت نویدم
باهل درد خود هم ماتم کن
بایمان سلامت خاتم کن

الله تعالیٰ جو حمد آهي جو، اسرار جي کاڻ مان يادگار فکر جا موتي کڍي ،فکر جي تحرير ۾ ترتيب ڏئي، سيني هيرن جواهرن کي لڙهيءَ ۾ پوئي هار تياهيو اٿم. الله تعالیٰ جي مدد ۽ مهربانيءَ سان هيءُ ڪتاب(حديقة الاولياء فارسي) مڪمل ٿيو. هيءُ ڪتاب سال سن 1016 هجري 1607ع ۾ لکجي پورو ٿيو.

هيءُ ڪتاب مون کان يادگار رهي،اميد ته صوفي باصفا ۽ صاحب دل ۽ ولي من هن مسڪين جي حق ۾ دعا گهري، خير سان ياد ڪن.

اي الله تعالیٰ ! پنهنجي مهرباني ۽ رحمت سان هن دکايل دل مسڪين تي ڪرم فرماءِ. شيطان ۽ نفس جي چنبي ۾ ڦاٿل جکڙيل دل جو روحاني مقصد پورو ڪر، پنهنجي رحمت سان منهنجي اميد جو باغ سرسبز ڪر. ان کان اڳ ۾ اهڙي خوشخبري ڏي ۽ مون کي پنهنجي ڪرم سان اهل درد ۽ اهلِ ڪتاب سان شامل ڪر ۽ منهنجو خاتمو ايمان سلامتيءَ سان ڪر!

# ڪتاب جي ڇپجاڻي تي ڪاتب جي شاعري

بڪاتب نيز حاصل ڪن بايشان
رساني جانِ پاڪش را بديشان
بعشري ربيع الاول سنہ 78 غح
تمام آمد ز دستِ او برو رح
خدايا حرمتِ اصحابَ و احباب
رساني جانشَ را با آل و اصحاب
بحقِ صدق و عدل و حلم و دانش
هزاران رحمتِ حق بر روانش
مطرز ساز ذَاتش را باوصاف
بحلم و علم و صدق و عدل انصاف
درين عالم بعلم آباد گردان
دران عالم بحقش شاد گردان

هيءُ سڄورو ڪتاب "حديقة الاولياء سنڌ" (سنڌ جي اوليائن جو باغ) لکجي پورو ٿيو. الله تعاليٰ ڪاتب سان بہ مصنف جي پاڪ روح جهڙي مهرباني ڪري! هي ڪتاب 29 ربيع الاول سن 1178 هجري 26 - سيپٽمبر 1764ع ۾ منهنجي هٿان لکجي پورو ٿيو.

اي الله! آل اصحاب ۽ احباب جي صدقي روح کي راحت ڏي. سچائي انصاف، بردباري، دانش جي صدقي، حق جون هزارين رحمتون نازل ڪر. بردباريءَ، علم سچائي ۽ عدل انصاف جي سهڻين صفتن سان سينگار. هيءُ جهان علم سان آباد ۽ خير برڪت سان شاد ڪر!

(هيءُ ڪتاب حديقة الاولياء) ڪاتب محمد شفيع "مجرم" گنهگار، ٺٽي شهر ۾ تاريخ 29 - ربيع الاول 1178 هجري تي لکي پورو ڪيو.

(فارسي ڪتاب جي ڇپائيءَ جو سال 29 - اپريل 1965ع . ڪراچي)

# سيد عبدالهادي مشهور جميل شاهہ گرناريءَ
# جو احوال

تاليف:

## سيد عبدالقادر پٽ هاشم الحسيني ٺٽوي

مترجم:

## عبدالرسول قادري

بِسمِ اللهِ الرَحمٰنِ الرَحِيمِ

ثنا ساراهہ ۽ شڪر بي انت الله تعاليٰ لاءِ آهي، جنهن هدايت ۽ معرفت جي شمع، انسانن لاءِ اونداهين راتين ۾ روشن ڪئي ۽ انهن اوليائن جي دلين جا آئينا، فقط سندس ذات پاڪ لاءِ (محفوظ رکي) ڪثرت جي ڪارڻ ۽ ميراڻ، نفساني خواهش کان پاڪ ۽ صاف ڪري، پنهنجي محبت، ذڪر و فڪر ۽ وحدت جي نور سان روشن ڪيائين.

الله اهوآهي ،جنهن معرفت جي هٻڪار پرين باغن مان اوليائن جو روح ۽ دماغ خوشبودار ڪيو ۽ قدرتي جلال جي نور مان ولين جو وجود نور سان پرپور ۽ روشن ڪيو.

الله اهو پاڪ پروردگار آهي، جنهن ذرن مان هر ذري کي نباتات مان ۽ هر پن کي پنهنجي معرفت جي سج سان چمڪايو ۽ رحمت جي فيض سان ان کي ترتيب ڏني.

برگ درختان سبز در نظرهوشيار،
هر ورقي دفتريست معرفت كردگار.

(يعني صاحب بصيرت ۽ (عقلمند) ماڻهوءَ جي نظر ۾ ساون وڻن جا پن ائين آهن، جيئن هر هڪ پن خدا جي معرفت جو دفتر آهي).

الله تعاليٰ اهو ڪارساز حڪمت وارو آهي، جو پنهنجي حڪمت ۽ قدرت واري قلم سان آسمان کي تصوير ۽ تحرير جي اوزارن کان سواءِ عجيب و غريب نقش و نگارن ، برجن ۽ سيارن ستارن سان " ري ٽنيين ري ٽوٽئين، تون چيږ تون چاڻءَ" وانگر مٿي سنواري سينگاري بيهاريو آهي. زمين کي بہ ڪنوار وانگرگلن ڦلن، غنچن ٻوٽن ۽ وڻن ٽڻن سان سينگاري آسمان جهڙو سهڻو بنايو.

الله تعاليٰ اهو آهي، جو سندس قدرت ۽ حڪمت سان ڪائنات ۾ جيڪي بہ عجيب غريب شيون پيدا ڪيل آهن، انهن شين جي تخليق ۽ حقيقت سمجهڻ ۽ پروڙڻ ۾ وڏا وڏا ڏاها، فلاسفر ۽ داناءَ ماڻهو بہ حيران ۽اٽڪڻ آهن.

سُبحانَ مَن تَحَير فِي ذاتِہ سِواه.
فَهم و خرد بڪنہ ڪمالش نبرد راه

(مطلب تہ اها ذات پاڪ آهي، جنهن ذات ۾ ماسويٰ الله حيران آهي سندس ڪونين جي حقيقت جي ڪمال کي عقل ۽ سمجهہ پهچي نہ ٿو سگهي)

ان جي عظيم بارگاهہ وڏي عظمت ۽ ڪمال واري آهي، ان جي رحمت جا ڪڪر بہ پرپور ۽ شان وارا آهن.

تمام گهڻا سلام ۽ رحمتون ڪائنات جي ڪارڻيءَ جي پاڪ روح تي هجن! جنهن لاءِ هيءَ ڪائنات پيدا ٿي. جيڪو رسالت ۽ نبوت جو مالڪ، لولاڪ جو صاحب، ملڪوت ۽ لاهوت جي خزانن جو نگهبان آهي:

قصر جبروت آستانش، بام ملڪوت شد مڪانش،

ده عقل چراغ منظر او، نہ چرخ (فراز) منبر او.

(مطلب تہ جبروت جي ماڙي ان جو آستانو آهي، ملڪوت جي بلندي بہ سندس آشيانو آهي، عقل جي ميدان جو چراغ ان جو نظارو آهي، نو بلند آسمان (ست آسمان، عرش ۽ ڪرسي) بہ ان جي ويهڻ واري منبر جا نقش و نگار آهن).

هن نبي سڳوري ﷺ جن جون هي سهڻيون صفتون آهن: ستن جدولن يا دريائن جي دائري جو مرڪز، سهڻن نقش و نگار جو نقطو، نبين ۽ رسولن جو سردار، هدايت جي راهہ ڏيکاريندڙ هادين جو اڳواڻ "فڪان قاب قوسين او ادنيٰ" يعني معراج ۾ الله تعاليٰ جو ويجهي کان ديدار ۽ قرب حاصل ڪندڙ، " ما اوحيٰ" يعني الله تعاليٰ وحيءَ جي ذريعي نبي سڳوري ﷺ جن کي راز ٻڌايا، سي سمجهندڙ " ماراي"يعني الاهي راز ۽ رمزون سچ سمجهي انهن جي حقيقت ڄاڻندڙ، عرفان جي نور جو مظهر، رحمان جي اسرارن جي کاڻ، سيني ماڻهن ۽ امت واسطي رحمت، سندن سهڻيون خصلتون الله تعاليٰ وٽ پسند ۽ قبول پيل آهن. اهو نبي حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ آهي. الله تعاليٰ ان جي صدقي هيءَ زمين ۽ دنيا پيدا ڪئي. ست ئي آسمان بہ سندن برڪت سان بنا ٿنڀ ٽوڻيءَ جي مٿان بيٺا آهن. جيئن مشهور آهي:

"لولاک لما خلقت الا فلاک":

"اي محبوب ﷺ! جيڪڏهن توکي پيدا نہ ڪريان ها، تہ ڪائنات بہ نہ خلقيان ها."

سندس پلاري آل ۽ هدايت وارن اصحابن ، جيڪي هدايت جا ستارا، رهنمائي جا قنديل آهن. تي الله تعاليٰ جون قيامت تائين رحمتون هجن!

الله تعاليٰ جي حمدءِ سهڻي نبي سڳوري ﷺ تي صلوات کان پوءِ حقير ٻانهو، گناهن سان پريل هيءُ بندو عبدالقادر پٽ هاشم الحسيني (الله تعاليٰ

مون سان گڏ منهنجي والدين کي بہ پنهنجي فضل و ڪرم سان بخشي!) چوي ٿو تہ پاڪ دل ۽ روشن ضمير صاحبن تي مخفي نہ رهي تہ، پلاري نبي صلي الله عليہ وسلم جو ارشاد آهي: "تنزل الرحمة عند ذكر الصالحين" (نيڪ صالحن جي ذڪر وقت رحمت نازل ٿئي ٿي).

هنن ماڻڪ موتي لعل جهڙن اوليائن بابت سچي محبت ۽ خلوص دل سان هنن چند ورقن جي گڏ ڪندڙ ليکڪ جي دل گهريو، تہ اوليائن جي اڳواڻ، ماڻهن جي سرواڻ، فيض جي درياءَ جي موتي، الاهي اسرار جي خزاني، انوار ملڪوتيءَ جي مرڪز سيد عبدالهادي مشهور جميل شاهہ (ڏاتار) گرنار جي رهاڪو (ان تي الله تعالىٰ جي رحمت وس ي!) جي زندگيءَ جو احوال ۽ ڪرامتون لکي رسالو جوڙيان ،سندس وسيلي سان ئي رحمت جا ڪکر وسن ٿا.

ان ڪري انهن اوليائن جي پاڪ روح کان مدد طلب ڪري، وڏي محنت ۽ ڪوشش سان هن ملڪ جي سچن راوين ۽ قابل اعتماد همعصرن کان هن اولياءُ بابت حڪايتون ۽ روايتون پڇي گڏ ڪري، پنهنجي تحقيق ۽ ڄاڻ آهر مون هيءُ رسالو لکي پورو ڪيو، تہ جيئن هن پاڪ نفس پلاري جو ڪتاب زماني ۾ يادگار رهي. هن محتاج نياز مند - جيڪو اوليائن جي باغ جو مالهي آهي - کي دعا جي گلدستي سان ياد ڪنهن پنهنجي پيزار جي جتي کڻندڙن جي حلقي ۾ پنهنجو سمجهي ڳڻين.

ماڻڪ موتي لعل جهڙين خبرن ۽ روايت آڻيندڙ راوين ائين چيو آهي، تہ هن سعادت جي سرمائي جي ولادت تاريخ 27 - رمضان المبارڪ سنہ سن 580 هجريءَ (1184ع ۾ مشهد مقدس ۾ ٿي.ان رمضان المبارڪ جا باقي ڏينهن هن ماءُ جو کير نہ پيتو.سندس جيجل ماءُ کيس زوريءَ ٿڃ ٿي ڏني، تہ بہ اصل کير نہ ٿي پيتو.

ستن سالن جي عمر ۾ قرآن ڪريم جا ٽيهہ سيپارا ياد پڙهي پورا ڪيا. ان کان پوءِ ظاهري علم ۽ باطني فڪر و نظر جي صفائيءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻ لڳو.

پندرهن سالن جي عمر ۾ ظاهري باطني علمن ۾ ڪمال مهارت حاصل ڪري، زماني جو بي مثال عالم فاضل بنيو.

ان کان پوءِ کيس دل ۾ حج بيت الله ۽ زيارت روضۂ رسول الله ﷺ جو شوق دامنگير ٿيو. پلي پار وڃي حرمين شريفين جون زيارتون ڪري، مقصد ماڻي واپس موٽي آيو.

سورٺ ( جهونا ڳڙهہ) جي سرزمين گرنار جبل جي غار ۾ الاهي عبادت، رياضت ۽ چلہ ڪشيءَ ۾ مشغول ٿي ويو. جيئن فارسيءَ ۾ شاعر چيو آهي، جنهن جو هي نچوڙ آهي:

"سيد عبدالهادي (جميل شاهہ ڏاتار گرنار وارو) دين جو سلطان، عرفان ۽ يقين جي ميدان جو اڳواڻ آهي، حق سان واصل ، صدق ۽ صفا جو صاحب، اوليائن ۽ پرهيزگارن جو پيشوا آهي، حق جي رازن جو خزانو، حق جي انوار جو مظهر، عارف ، ڪامل ولي، الله تعاليٰ جو مقبول ٻانهو، حال ۽ سلوڪ جو صاحب آهي. وحدت جي عشق جو پيالو پي، ڪونين جي هستي وساري ۽ اصل هستيءَ کان عشق جو جذبو حاصل ڪري ورتو اٿائين.

پاڻ (گرنار) جبل جي غار ۾ رات ڏينهن عبادت الاهيءَ ۾ مشغول رهيو.خلق کان دور حق سان حاضر هو. ماڻهن جي اکين کان اوجهل ڇڻ تہ نقاب سان هو. ڪنهن کي بہ سڄاڻپ ۾ نہ پئي آيو. ڪوبہ ماڻهو سندس حال کان باخبر نہ هو، گويا موتي ،سپ اندر مخفي هو. جڏهن بحرِ شهود جي گوهر مُنهن تان پردو هٽايو (تہ زيارتين جوهي حال هو):

زائـــران آســـتانش صـــد هـــزار،
ميـر سند از هـر طـرف ليــل و نهــار.
(مطلب تہ ماڳ ان جي جا سلامي سو هزار،
هرطـرف ڪـان تـا اچـن ليــل و نهـار.)

عظيم مرتبي ۽ تخت و تاج وارا ماڻهو بہ سندس دربار ۾ اچي، سندس واٽ جي خاڪ جي زيارت ۽ دل گهريو ديدار ڪرڻ لڳا. هرماڻهو پنهنجون حاجتون پيش ڪري انهن جو حل ٿي گهريو.سندس فيض جو درياءُ بہ چوليون هڻي، سوالين جون جهوليون موتين سان ڀريندو ويندو هو.

هر هڪ پنهنجي ياڳ ۽ وند آهر فيضياب ٿيندو هو.مطلب تہ جيڪو بہ مطلب ڪٿي پهچندو هو، اهو مرادون ماڻي موٽندو هو. جيڪو بہ جسم ۽ دل جو بيمار ويڄن طبيبن کان لا علاج ٿي، سندس فيض واري شفا خاني ۾ پهچي دعا جو طلبگار ٿيندو هو، تہ اهو ڪامل شفا لهندو هو. هر وقت حاجتمند جٿن جا جٿا سندس دربار ۾ حاضر ٿيندا هئا."(شعر پورا ٿيا)

ان کان پوءِ جبل جي هيٺان چشمي جي ڪناري تي عبادت لاءِ حجرو ٺهرايائين. اهو پاڙيءَ جو تلاءُ بہ سندس نالي مشهور آهي.اتي عبادت خاني مان ارشاد ۽ هدايت، سالڪن لاءِ تلقين ۽ نصيحت جو سلسلو شروع ڪيائين.

چون ٿا تہ سندس ولايت جو رتبو ،ارشاد ۽ فيض جو آواز هر هنڌ گونجڻ لڳو، تہ طريقت جي واٽ جا پانڌيئڙا خلوت ۽گوشہ نشينيءَ جا طلبگار بہ ٻاهر نڪري ، هر طرف کان دور دراز منزلون طئي ڪري، سندس فيض ۽ برڪت واري درياء مان سيراب ٿيڻ لاءِ اچڻ لڳا. سندس ولايت ۽ فيض جي پالوٽ مان پربور ٿيندا، پنهنجي پنهنجي ماڳن تي موٽي ٿي ويا تہ جيئن سچي هند سنڌ جا مشائخ بزرگ پنهنجن سلسلن جي باوجود بہ سندس ولايت جي درياء مان فيضياب ٿين.

آن بلند آوازه عالم پناه - سرور عصر افتخار صدرگاه

صدر دين و دولت آن مقبول حق - نہ فلک برخوان بودش يک طبق

اهو مشهور نامور عالم پناه زماني جو سردار دين دنيا جي درگاه جو فخر حق جو مقبول ٻانهو آهي، نو فلڪ يا آسمان بہ ان جي دستر خواني تي هڪ طبق آهي).

مقصد تہ سندس چلي وارا هئي عبادت گاهہ بيمارن لاءِ شفا خانہ ۽ سائلن لاءِ مقصد حاصل ڪرڻ جا مرڪز آهن.هر هڪ سوالي پنهنجي عقيدي ۽ ارادي موجب فيض پرائي، مقصد ماڻي پنهنجي ماڳ موٽي ٿو.

هر سال ٻارهين تاريخ ربيع الاول جي سندس عرس ٿيندو آهي.انهن ڏينهن ۾ هر پاسي کان زيارتين ۽ واپارين جا قافلن جا قافلا اتي اچي گڏ ٿين ٿا. جتي دلي سڪون ۽ روح رهاڻ حاصل ڪن ٿا. پوءِ پنهنجن پنهنجن ماڳن تي موٽي وڃن ٿا.

سندس عبادت واري چلہ گاهہ جو نالو "مصطفيٰ آباد" جهوناڳڙهہ ۾ مشهور آهي. هتي چلہ گاهہ جو خدمتگار هميشہ سٺي نموني سار سنڀال ۽ خدمتگذاري ڪندو رهندو آهي:

"اوست چون آفتاب عالم تاب"

(هي بزرگ جهان کي روشن ڪندڙ ولايت جو سج آهي.)

سندس وجود بزرگي ۽ فيض جو نمونو، جبروت ۽ لاهوت جي باغ جو ٽهڪندڙ ٻوليندڙ پکي آهي.اسلام جي دائري جو مرڪز ۽ شريعت جو سينگار آهي.

جڏهن پاڻ سنڌ ۾پير پٺي رحمة الله عليہ جي جبل مٿان اچي ويٺو. اتي ڏينهن رات الله تعاليٰ جي عبادت ۾ مشغول هوندو هو.حق جي طالبن کي ذڪر خفي ۽ جلي ڏسڻ، فيض ۽ برڪت، ارشاد ۽ هدايت جو سلسلو بہ جاري هوندو هوس.سندس گهڻا ئي مريد خادم، معتقد ۽ عقيدتمند سندس فيض مان بهرور ٿيندا رهيا. جنهن تي بہ فيض ۽ارشاد جي نظر ڌريندو هو، تہ اهو پنهنجي منزل مقصود واري ارادي کي وجي پهچندو هو.

جيڪو بہ وٽس حاجتمند ايندو هو تہ هميشہ حق جي طالبن کي قرآن مجيد جو ترجمو ۽ تفسير ان حاجتمند جي حال موافق بيان ڪري ٻڌائيندوهو، تہ ان حاجتمند جي دل جون منجهيل ڳنڍيون کلي پونديون هيون. اهو طالب وجي مقصد ماڻيندو هو. الله تعاليٰ جي فضل سان قرآن مجيد جو تفسير ۽ سمجهاڻي اهڙي تہ عالماڻي انداز ۾ ڏيندو هو ،جو وقت جا عالم سڀورا بہ عاجز ۽ حيران رهجي ويندا هئا.

نقل آهي تہ سندس ڄمڻ کان پوءِ ستين ڏينهن جڏهن مسجد ۾ ٻانگي نماز لاءِ ٻانگ ڏئي بس ڪئي، تہ هن زماني جي مسيح ڇٽي زبان سان هيءَ شاهدي ڏني:

"لا الـه الاللهُ لا نَعبدُ الا اياهُ مخلصين له الدِين"

(الله تعاليٰ کان سواءِ ڪو بہ عبادت جو لائق نہ آهي. اسان ان جي دين کي سچو مڃيندڙ، ان الله تعاليٰ جي ئي خاص عبادت ڪريون ٿا.)

حاضر مجلس ۽ راوين کان روايت آهي تہ حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم ڦرهيءَ تي ست سٽون لکي جميل شاهہ کي ڏنيون. پهرين ست ڪيس حضرت محمد ﷺ پڙهائي ۽ ٻيون سٽون ڪيس حضرت خضر عليہ السلام ۽ حضرت علي المرتضيٰ رضي الله عنہ پڙهايون.

چون ٿا تہ جڏهن ستين سٽ تي پهتو تہ ڪيس عالم ملڪوت جي مشاهدي جو شوق جاڳيو، پر استاد جي ادب ڪري سندس جسماني وجود اتي ئي رهيو ،روحاني وجود سان عالم بالا جو مشاهدو ماڻڻ لڳو. سيني عالم افلاڪ جو مشاهدو ڪري، قدسي نفسن سان ملاقات ڪيائين، انهن جي فيض اثر ڪري وجي ستين آسمان تي رسيو، تہ اتي آسمان جي مؤڪل ملائڪ اسماعيل عليہ السلام سان ملاقات ٿيس. ان ڪيس چيو تہ هتان ايتري بلنديءَ تان زمين تي ڪيئن لهي پهچندين؟ ائين ڪندي

حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم سندس هٿ ورتو . پوءِ ڏنائين تہ پاڻ جتي استاد وٽ پڙهيو پئي، اتي اچي پهتو آهي.

چون ٿا تہ محبت جي جذبي ۽ شوق جي غلبي ۾ سندس وڏو رتبو هو. حضرت محمد ﷺ جي اولاد اهلبيت سڳورن ۽ عالمن جي محبت دل ۾ تمام گهڻي رکندو هو. جڏهن ٻنهي جهانن جي سردار حضرت محمد ﷺ جو ذڪر يا نالو ٻڌندو هو، تہ پاڻ سڳورن جي ادب احترام، عشق ۽ محبت ۾ سندس منهن مبارڪ مٽجي ڳاڙهو ٿي ويندو هو. ڪجهہ وقت تائين مٿس عشق رسول ﷺ جي ڪيفيت طاري ٿي ويندي هئي.

هميشہ عشق رسول الله ﷺ ۾ سرشار ۽ پيغمبر جي شريعت ۽ سنت نبويءَ تي هن آيت وانگر عمل پيرا رهندو هو.

"قل ان كنتم تحبون الله فا تبعوني يحببكم الله"[1]

ترجمو: (اي محبوب نبي ﷺ) چئو تہ جيڪڏهن اوهين الله تعاليٰ سان محبت رکو ٿا تہ پوءِ منهنجي تابعداري ڪريو تہ الله بہ اوهان سان محبت ڪندو).

اسلام جي حڪمن جي سربلندي، اشاعت پابندي ۽ بدعتن جي پاڙ پٽڻ لاءِ ڪوشان رهندو هو. جيڪڏهن ڪيس خبر پوندي هئي، تہ ڪو شريعت جي برخلاف وار برابر بہ ڪم ڪري رهيو آهي تہ بيقرار ٿي ويندو هو. ان جي اصلاح ۽ تدبير جو سعيو ڪندو هو، جيستوڻيڪ اهو شريعت جي ابتڙ ڪم ڪٽي ڪيترو بہ پري ٿيندو هجي. الله تعاليٰ ڪيس اهڙو فيض ۽ شريعت جو علم ۽ رعب عطا ڪيو هو، جو هرڪو سرڪش ظالم حاڪم بہ سندس امر جي بجاآوري ڪندو هو. سندس فيض ۽ برڪت سان زماني ۾ ڪو بہ حاڪم اسلام جي برخلاف ڪو بہ ظلم جهل ۽ بدعت جو ڪم نہ ڪري سگهندو هو. مطلب تہ سندس دور ۾ ظلم ۽ بدعت جو ڪو بہ آثار ڏسڻ ۾ نہ ايندو هو.

سچن راوين جو بيان آهي تہ قرآن شريف کي سمجهڻ ۽ تلقين هدايت واسطي قرآن مجيد جا ڏهہ تفسير سندس مطالعي ۾ رهندا هئا ۽ هميشہ قرآن مجيد جي پيغام جون حقيقتون ۽ معنائون حاضرين مجلس کي ٻڌائيندو هو.

چون ٿا تہ دين اسلام جي حڪمن، پرهيزگاري، قول ۽ علم ۾ راسخ ۽ ثابت قدم رهندو هو. ايتري قدر جو سموري حياتي شريعت پاڪ کان وار برابر بہ ابتڙ ڪو ڪم نہ ڪيائين.

[1] (پارو3، سورت آل عمران، آيت 31)

چون تا تہ جڏهن سالڪ سفر تي نڪرندو هو تہ جنهن ڳوٺ يا شهر وٽان لنگهندو هو، تہ اتان جي رهاڪن کان پڇا ڪندو هو، تہ هن ڳوٺ يا شهر ۾ شريعت پاڪ جا ديني ڪتاب آهن يا نہ؟ جيڪڏهن پڪ سان معلوم ٿيندو هو، تہ هتي (مسجد ۽ مدرسي) ۾ ديني ڪتاب موجود آهن، تہ ان ڳوٺ يا شهر ۾ اچي ترسندو هو، جيڪڏهن اتي شريعت جاڪتاب موجود نہ هوندا هئا، تہ اتان منهن موڙي اڳتي هليو ويندو هو ۽ چوندو هو تہ "هن شهر جا ماڻهو شريعت اسلام کان بيخبر غافل آهن ،ان ڪري هتي ڪيئن ترسان؟"

آندو اٿن تہ جڏهن پيريءَ ڪري تمام ضعيف ۽ ڪمزور ٿي پيو، تہ پير پٺي جبل تي حجرو ٺهرائي هميشہ لاءِ دنيا جي سيني ڪمن کان منهن موڙي، ناتو ٽوڙي، الله تعاليٰ جي عبادت ۽ رياضت ۾ مشغول ٿي ويو. رات ڏينهن ورد وظائف، ذڪر اذڪار ۾ گذارڻ لڳو. هڪ گهڙي بہ ذڪر ۽ عبادت کان واندو نہ ٿي ويٺو.ظاهري ۽ باطني عبادت رياضت ۾ مستغرق ٿي رهيو.

تاريخ 12- ربيع الاول سن 642 هجري 18- آگسٽ 1244ع) ۾ الله تعاليٰ جو امر مچي، سندس روح مالڪ حقيقيءَ سان وڃي مليو. انا لله و انا اليہ راجعون.[1]
ترجمو: بيشڪ اسين سڀ الله جا آهيون ۽ بيشڪ اسين ان ڏي ئي موٽنداسون".
۽ اتي ئي (پيرپٺي جبل تي) مٽيءَجو پنوڙو جڙيس. جيئن شاعر چيو آهي تہ:

"سيد. پير پٺي جي جبل تي دفن ٿيل آهي.سندس مدفن جي جاءِ پاڪ جنت جهڙي آرام واري آهي.سندس مزار فيض ۽ برڪت پري، دل ۽ اکين جو نور وڌائيندڙ ماڳ آهي. سندس مزار جي چوڌاري حفاظت وانگر پهاڙن جو ڪوٽ ڏنل ۽ سندس مزار ماڙيءَ وانگر مٿي بلند چنڊ جي سامهون آهي.سندس مزار بہ گچ ۽ پٿرن سان مضبوط ٺهيل آهي.مزار تي مٿي ويندڙ چاڙهي بہ چڻ تہ نور جي ڏاڪڻ آهي يا ڪافور جي درياءَ جي لهر آهي. سندس مزار جي مٿان اونداهي رات ۾ بہ چنڊ تارن جي جهرمر هوندي آهي. جنهن سان زيارتين جي اکين جي نور ۾ اضافو ٿئي ٿو.

سندس روضو بهشت جي ماڙيءَ محلات وانگر آهي، جتي گل گلاب ۽ عود عنبر جي هٻڪار آهي، روضي جي صحن ۾ هر طرف گهاٽا ڇانءَ وارا وڻ آهن. اتي ٿڌي مٺي پاڻيءَ جو چشمو بہ وهندڙ آهي، جنهن جو پاڻي بيمارن لاءِ

[1] (پارو 2.سوره البقرة. آيت 156)

